شاھ کي ھي لفظ دل سان لڳا، سو موٽي پٽ ڏانھن آيو. اتي پھچندي ڪارو ويس ڪري، سر ڪيڏاري وارا بيت ڏيڻ لڳو. چون ٿا تہ اھو سندس آخري ڪلام ھو. ھڪ ايڪيھو ڏينھن ڪيائين، جنھن بعد وھنجي سھنجي، چادر اوڍي، مراقبي ۾ ٿي ويٺو ۽ فقيرن کي سماع ڪرڻ جو اشارو ڪيائين. ٽي ڏينھن برابر سماع پي ھليو. آخر راڳ بند ڪري، فقير شاھ جي ويجھو وڃي ڏسن، تہ شيءِ وڃي ڏٺيءَ کي پھتي آھي. اھا سن ~~1125~~ ھجري، مطابق سن 1752ع صفر مھيني جي چوڏھين تاريخ ھئي، جنھن تاريخ تي ھر سال پٽ ڏٺيءَ جي روضي تي ميلو لڳندو آھي.

ميان غلام شاھ ڪلھوڙي، سن 1126 ھجري، مطابق 1754ع ۾، پلاري پٽ ڏٺيءَ تي قبو ٺھرايو. قبي جي دروازي تي ڪيترا فارسي بيت اڪريل آھن، جن مان، ابجد جي حساب سان، سندس وفات جي تاريخ ملي ٿي. انھن مان، محمد پناھ ’رجا‘ جا ناھيل ہہ بيت ھيٺ ڏجن ٿا:

گفت اين رجا مريد سِنَ ارتحال پير،
گرديده محوِ عشق، وجود لطيف مير،
زد نعره در فراق، دگر کرد سينه چاک،
شد محو در مراقبه، جسمِ لطيف پاک.

جيڪا مسجد، قبي جي اتر طرف آهي، تنهن جي پٺ تي، جيڪي بيت نقش ٿيل آهن، تن مان پوين پڻ لفظن ’رضوان حق‘ مان شاهه جي وفات جي تاريخ پڻ ملي ٿي.
سڄو بيت هي آهي:

”شاه صاحب، ذوالمناقب، سيّدي عبداللطيف،
آنکه قطبِ وقت خود، بودست در مردانِ حق،
چون ز جامِ ’ارجعي‘، مخمورِ نوشِ وصل شد،
گفت ملهم غيب سالِ رحلتش رضوان حق.“

فصل – 2

# شاهه جي سيرت ۽ مذهب

شاهه عبداللطيف جي منهن مان، نور پيو بکندو هو ۽ اکيون هميشه مشعل وانگر پيون ٻرنديون هيون. مڙس نهايت ڏيا وارو هو ڳالهائيندو ٻولهائيندو، نهايت خلق ۽ فضيلت سان هو، جنهن ڪري سڀ ڪو سندس ادب ۽ احترام ڪندو هو. ورو يا وڳنڊ نالي فقير کان سواءِ، ٻئي ڪنهن سان، چرچو گهبو ڪين ڪندو هو، وڳنڊ تي چيل ظريفانا بيت، سر بلاول ۾ درج ٿيل آهن.

شاهه سادو کائيندو ۽ سادو هنڍائيندو هو انگ تي گيڙوءَ رتي ڪفني، مٿي تي ڏگهي جمني ٽوپي، جنهن تي پهه، ٿي وراڪا ڪپڙي جا ويڙهيندو هو، پير اڪثر اگهاڙا ۽ هٿ ۾ هڪ لنبي لٺ کڻندو هو، جنهن جو مٿو، جوڳين جي بيراڳڻ جهڙو هوندو هو. کاڌي پيتي لاءِ، وٽس هڪ وڏو ڪشتو يا ڪچڪول هوندو هو. اهي سندس هٿن جون سڀئي نشانيون، اڄا تائين درگاهه تي رکيل آهن.

شاهه ڏاڍيون رياضتون ڪندو ۽ تن کي تسيا ڏيندو هو. کائيندو ٿورو ۽ سمهندو گهٽ هو. هڪ لڳا، فقيرن شڪايت ڪئي، ته پٽ تي ڏاڍا مچر آهن. پاڻ فرمايائون، ته ”ابا! مچر ته توهان جا سڄڻ آهن، جو اوهان کي غافل ٿي سمهڻ نٿا ڏين ۽ اوهان کي هدايت ٿا ڪن ته سستي ڇڏي، اٿي الله سان اوريو. ”ڪڏهن به پاڻ تڪليفن جي شڪايت ڪانه ڪندو هو. جيئن مشڪلاتون وڌيڪ وڪوڙيندديون هيس، تيئن وڌيڪ وهسندو هو. شاهه نهايت نهٺو ۽ نماڻو هوندو هو، رحمدل به ڏاڍو هو. پکين تي به ڪهل ايندي هيس. شڪارين کي هڪ بيت ۾ ٿو پاراتو ڏئي:

”مارِي مرِين شال، ڏَبَ وَجَنِيئي ڏِبِيُون!“

راڳ ته، شاهه جي جيءَ جو جياپو هو، ۽ ساهه به سماع ٻڌاندي ڏنائين. هن بدعت کان منع ڪرڻ لاءِ، ڪيس ڪيترن چيو، پر پاڻ وري ورائيندو هون، ته ”منهنجي دل ۾، الاهي محبت جو اسريل وڻ، راڳ جي پاڻيءَ کان سواءِ سڪيو ٿو وڃي. جيتوڻيڪ اهو پاڻي پليت آهي ته به انهيءَ وڻ کي سڪڻ کان بچائي ٿو.“

شاهه ڏاڍو پرهيزگار هوندو هو. زال ذات کان پاسو ڪندو هو، ايتري قدر جو ڪنهن فحش عورت جو راڳ به ڪونه ٻڌندو هو. گلان ڪجريءَ کي سو نوازي سنڌ جي پٽ راڻي

ڪري ڇڏيائين. ڪيس اولاد جي درڪار ڪانه هئي. چوندو هو، ته ”منهنجا فقير منهنجو اولاد آهن.“
مطلب ته، شاهه جي رهڻي توڙي ڪهڻي، تعريف جوڳي هئي:

”منهن ڏنائين ماڙهين، هنيون ڏنائين هوت“

شاهه هڪ سچو ۽ پڪو موحد مسلمان هو. فرقه پرستيءَ کان پري، الله جي ياد ۾، شريعت جي پابنديءَ ڪندي، زندگي بسر ڪيائين. سماع کان سواءِ سندس ٻي ڪابه بدعت ڪانه ٿي ڏٺجي. جيڪڏهن ظاهري مسلماني پيرئون نه پاري ها، ته وقت جا ملا ۽ مجتهد مٿس ضرور تعزيرون ڪن ها. شاهه روزا رکندو ۽ نمازون پڙهندو هو. مسجد پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪري جوڙائي هئائين. تسبيح پڙهندو هو ۽ سيڪو ڪيس صوفي ٿو سڏي. ڪوبه صوفي، تيسين سچو صوفي نه آهي، جيسين شريعت جي پابندي نٿو ڪري. شاهه به انهي قسم جو صوفي هو. اڄ ڪلهه جو پنگوڙائي يا نات نوش ڪندڙ صوفي ڪونه هو.
شاهه سيد هو، نبي ﷺ جن جي اولاد مان هو، شيعن وانگر حضرت علي ۽ سندس آل کي گهڻو گهرندو هو، عاشورن ۾ امامن لاءِ ماتم ڪندو هو، پر سينه ڪوبي ڪانه ڪندو هو. ڪربلا جي زيارت لاءِ سنپري نڪتو هو ۽ ڪيڏاري جي سڄي سر ۾، امامن جي الفت ۾ آهون ۽ دانهون ڪيون

اٿس: پر سنين وانگر، هٿ ٻڌي پنج وقت نماز ادا ڪندو هو. چئني يارن جي تعريف ڪندو هو. ٽن خليفن جي ڪڏهن به گلا ڪانه ڪندو هو ۽ هڪ پيرو حج لاءِ پڻ سنڀريو هو- هڪ پيري ڪنهن ڪانئس پڇيو ته: ”سائين! توهين سني آهيو يا شيعا؟“ پاڻ وراڻي ڏنائين، ته ”ابا! آءٌ ٻنهي جي وچ ۾ آهيان.“ تنهن تي سوال ڪندڙ چيو، ته ”انهن ٻنهي جي وچ ۾ ته ٻيو ڪي ڪين آهي.“ شاهه جواب ڏنس ته: آءٌ آهيان به اهو ڪي ڪين.“

شاهه جي مذهب جا ٻه پهلو ها: هڪڙو حقيقي ۽ ٻيو مجازي، هو ظاهري طرح شريعت جو پورو پابند هوندو هو، پر جڏهن ’عروج‘ جي حالت ۾ ايندو هو، تڏهن روحانيت جي رستي، پنهنجي خاوند سان اهڙو محو ٿي ويندو هو، جو دنيا ۽ ماسوا کان بي خبر ٿي پوندو هو. خدا جي وحدانيت کان سواءِ انهيءَ مهل ٻيو ڪي به ڪين نظر ايندو هوس، گويا الله سان هڪ ٿي ويندو هو، ته مٿان ماڻهو منهنجون رمزون پروڙي نه سگهن ۽ وڃي گمراهيءَ جي کن ۾ ڪرن. صوفيانه اصطلاح ۾ پهرين حالت کي شريعت ۽ ٻي حالت کي طريقت چئبو آهي. روح جي ارتقاءَ لاءِ اهي ٻئي حالتون ضروري آهن. هڪڙي حالت فراق جي آهي ته ٻي وري وصال جي. شاهه الاهي جمال جو جلوو هر هنڌ پسي، الاهي

عشق جي عميق ۾ غوطا هنيا ۽ روميءَ جي رمز پروڙي، ان تي عمل ٿي ڪيو، جنهن موجب:

”ملت عشق، از همه دينها جداست،
عاشقان را مذهب و ملت خداست.“

فصل -3

شاهه جون شاعراڻيون خوبيون

شعر لفظ شعور مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ’ڄاڻ‘ پاڪ خيالن جو ترجمان ليکي، ڪيترن بزرگن، شعر کي ’الهام‘ ڪوٺيو آهي. رومي چوي ٿو ته:

’شاعر جزويست از پيغمبري.‘

جيڪا ڳالهه ڳولا ۽ ڪوشش کان سواءِ انسان جي دل ۾ پيدا ٿئي، سا آهي الهام. اهڙي شعر جي قسم کي، ادبي اصطلاح ۾ ’آمد‘ چوندا آهن. يورپ منجهه، اڳئين زماني ۾، شاعر ۽ نبيءَ جي وچ ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونه ليکبو هو. ٻنهي کي هڙي نالي، يعني ’وهيٽز‘ سان سڏيندا هئا. درحقيقت، سچو شاعر ۽ نبي، ٻئي الاهي اسرار ۾ مستغرق آهن: ٻنهي کي پالڻهار جي ڏکي پرولي پچڻ جي ڳڻت آهي. شاهه نبي سو نه آهي، باقي ولي بيشڪ آهي. شاهه کي فزط شاعري جو درجو حاصل نه آهي، پر سنڌي، کيس وليءَ جو ممتاز مرتبو ڏين ٿا ۽ کيس تلاميذالرحمان (خدا جو شاگرد) سمجهن ٿا. شاهه جو هر هڪ سر الاهي عشق جو دفتر ۽

خداشناسيءَ جو مخزن آهي. سندس ابيات شعر ۽ شاعري نه، بلڪ آيات عشق الاهي آهن. شاھ جي ڪلام کي الهام چئي سگهجي ٿو، چاڪاڻ جو:

”جو تون بيت ڀائيين، سي آيتون آهين،
وجهو من لائين، پريان سندي پار ڏي.“

شعر ۾، هڪڙا هوندا آهن خيال ۽ ٻيا الفاظ. انسان جي دل جون عجيب ڪيفيتون، يا جيڪي جذبات، جهڙوڪ غم، خوشي، راحت يا حيرت- دل ۾ اڀرن ٿا، تن کي تز الفاظن ۾ ظاهر ڪري، پڙهندڙن جي دل ۾ ساڳيائي اهڙا احساسات پيدا ڪرڻ- اهو شاعريءَ جو اعجاز- ان جو صحيح مقصد به اهوئي آهي. شاھ جي ڪلام ۾، جهڙا آهن خيال عميق ۽ مائيدار، تهڙا آهن الفاظ عمدا ۽ معنيٰ دار. معنيٰ توڙي الفاظن جي لحاظ کان شاھ جو ڪلام عمدو شعر آهي، مثلاً:

”مرڻا اڳي جي مئا سي مري ٿئا نه مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا.“

علم عورض جي عالمن جو فيصلو آهي، ته وزن ۽ قافيو شعر جا ضروري جزا آهن. شاھ واري وقت ۾، شعر ايراني يا عربي وزن تي ڪونه ٺهندو هو. وزن جي عيوض شعر، راڳ جي ماترائن تي ٻڌبو هو. مطلب ته وزن يا راڳ جي ماترائن ۽ قافيي کان سواءِ شعر، شعر نه آهي. شاھ جي ڪلام ۾ اهي ٻئي وصفون آهن. سندس ڪلامي ڏوهيڙن ۾

آهي، سندس بيت هندستاني طرز تي، علم موسيقي جي ماترائن موجب، آواز جي ڏگهائي ۽ گهٽتائيءَ تي، قافيي سان ٺهيل آهن، جن جو مڪمل مزو يا حظ بيت ڳائڻ سان وٺي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ شاه، عربي علم عروض ۾ پليءَ پٽ پڙ هو، تڏهن به عربي بحر ۽ وزن جو نقل نه ڪري، ديسي طريقو اختيار ڪيو اٿس.
’ڏوهيڙو‘ لفظ دوهي مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’ٻيٽو‘، يعني مثنوي. ڊاڪٽر گربخشاڻي جو چوڻ آهي ته، ”هر هڪ دوهي ۾ ٻه ٻه مصرعون هئڻ گهرجن، جن جي پڇاڙيءَ ۾ ساڳيو قافيه هئڻ گهرجي. هر هڪ مصرع ۾ ٻه پد (حصا) هئڻ گهرجن. انهن چئن پدن مان، پهرئين ۽ ٽئين پد ۾، تيرهن ماترائون هئڻ ضروري آهن ۽ باقي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾، يارهن يارهن ماترائون: دوهي ۾ ڪل اٺيتاليهه ماترائن مان، گهٽ ۾ گهٽ چار ضرور چوٿيون هئڻ گهرجن، باقي چوئيتاليهه ماترائون ڊگهيون هجن يا چوٿيون، ته حرڪت نه آهي.“
قاضي قاضن ۽ شاه عبدالڪريم جو ڪلام پڻ ’دوهو‘ وزن يا دوهرن ۾ لکيل آهي، پر شاه هن طرز ۾ ب گهڻيون عمديون تبديليون آنديون. شاه ٻن ٻن مصراعن وارا گهڻا بيت چيا. شاه ٻئي ۽ چوٿين پد جي پڇاڙيءَ ۾ قافيه وجهڻ جي عيوض، پهرين ۽ ٽئين يا ٻئي ۽ ٽئين پد ۾ قافيه وڌو. پدن

۾، ماترائن جو عدد ٻڻ، شاهه مختلف رکندو آيو آهي. انهن ڦيرين گهيرن ڪري، بيتن ۾ وڌيڪ پختگي ۽ ميٺاج پيدا ٿيو آهي. شاهه ڪنهن بيت جي پهرين يا پوئين مصراع جو اڌ، ڪيترن بيتن ۾ وري وري آڻي يا فقط مصرع جو هڪ لفظ ڦيرائي يا فقط ٻن لفظن جي پاڻ ۾ جاءِ مٽائي؛ يا هڪڙي لفظ بدران ٻيو ساڳي معنيٰ وارو لفظ آڻي، سڄي بيت جو قافيو بدلائي ٿو، سو هيڪاري سندس شعر کي سوادي ڪيو ڇڏي. مطلب ته شاهه ڪنهن جي به تقليد نه ڪئي، پر پنهنجو نئون ۽ عمدو طريقو ايجاد ڪري، هڪ نئين راهه ڳولي ڪڍي.

شاهه جي ڪلام ۾، بيتن کان سواءِ، هر هڪ سر پٺيان هڪڙي وائي اچي ٿي، جنهن ۾ ٽن چئين ٽڪن واريون مصراعون آهن ۽ هڪڙو ٿلهه اٿس، جو سڀڪنهن مصرع جي پٺيان ورجائي ڳائبو آهي. شاهه جي بيتن واري شعر جو نمونو گهڻي وقت کان سنڌ ۾ رائج هوندو هو، جو ڀَٽ فقير ڳائيندا هئا. انهن کي لوڙائو ڪري چوندا آهن. هندستاني گويا، ڪافي يا غزل يا ٺمري ڳائڻ کان اڳي، ڏوهيڙا ڏيندا هئا. هي طريقو سنڌين به اختيار ڪيو. هو ڏوهيڙا يا لوڙائو ڏئي، راڳڻي ٻڌي، پوءِ ڪافي يا وائي چوڻ لڳا. اهو عمدو رواج. شاهه وٽ ٿيندڙ سماع جي مجلس مان، سنڌ ۾ رائج

ٿيل ٿو ڏسجي. شاهه جي ’وائي‘ ڪافي يا ٿمري جو نمونو آهي، جو انهن جي بدران ڳائبو هو.
ارسطوءَ جي راءِ موجب، محاڪات، يعني مصوري يا نقش نگاري، شعر جو روح آهي. ادب جي ٻين عالمن جو ارشاد آهي، ته تخيل ئي شعر جو روح آهي. حقيقت ۾ محاڪات ۽ تخيل، ٻئي شعر جا اهم ۽ لازمي جزا آهن. محاڪات جي معنيٰ آهي، ڪنهن شيءِ يا حالت جو اهڙي طرز سان بيان ڪرڻ، جو انهيءَ جي تصوير پڙهندڙ يا ٻڌندڙ جي اکين اڳيان تري اچي. محاڪات، الفاظن ۾ فوٽي ڪڍڻ جو فن آهي. تخيل وري ايجاد جي قوت جو نالو آهي. جنهن جي مدد سان شعر، سامعني جي جذبات ۾ جنبش ڪري ٿو. شاهه جي ڪلام ۾، اهي ٻئي خصوصيتون موجود آهن.
شاه، محاڪات ج ماهر آهي. شاهه جي نقش نگاري، هر هڪ بيت مان ڇُلڪي رهي آهي. جيڪڏهن ڪو چاهي، ته بيت ته بجاءِ خود، پر هر هڪ مصرع جي موضوع تي تصوير ڪڍي سگهي ٿو. (اميد ته ڪو اهڙو شائق نڪرندو، جو شاهه جي بيتن جون تصويرون ڪڍائي شايع ڪرائيندو.) شين ۽ دلي ڪيفيتن جو ڇٽ ڇڻڻ، ته ڪو شاهه کان سکي. ٿرن ۽ برن، ڏکن ۽ ڏونگرن، درياه ۽ سمنڊ جي خطرن جون، اهي اهي تصويرون ڪڍيون اٿس، جو ڏندين آڱريون اچيو وڃن. ڪوبه ڪمانگر، اهڙو نقش مشڪل

ڪڍي سگهندو، جهڙو سر سهڻيءَ ۾ شاهه درياهه جي دهشتناڪ صورت جو ڪيو آهي.

”دهشت دم درياهه ۾ جت جايون جانارن،
نڪو سنڌو سير جو، مپ نه ملاحن،
درندا درياهه ۾، واڪا ڪيو ورن،
سچا ٻيڙا ٻار ۾ هليا هيٺ وڃن،
پرزو پيدا نه ٿئي، تختو منجهان تن،
ڪو جو قهر ڪنن ۾، ويا ڪين ورن،
اتي اڻ تارُن، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون.“

ڪوبه نقاش، مينگهه ملار جون اهڙيون سهڻيون شڪليون مشڪل ڪڍندو. جهڙيون سر سارنگ ۾، شاهه ڪڍيون آهن مثلاً:

”مند ٿي، منڊل منڊئا، ڪي اوهيڙن اوڪ،
چاچري ٿي چنن ۾، ميهون چرن موڪ،
سرهيون ٿيون سنگهاريون، پويو پائن طوق،
ميها، چيڙ، ڦنگيون، جت ٿين سيپئي ٿوڪ،
لاهيين مٿان لوڪ، ڏولائي جا ڏينهڙا.“

ڪهڙو ڪاريگر هام هڻندو، ته سر ڪيڏاري ۾، ڪربلا جي جنگ جون، شاهه واريون ڪڍيل لفظي تصويرون نقل ڪري سگهندس؟ شاهه جي محاڪات جو مشهور مثال هن بيت مان ملي سگهي ٿو:

”بهادر گڏيا بهادرين، ڪڙڳ ڪلول ڪن،
وجهن ڏڙ ڏڙن تي، هاڪارين، هڻن،
ڪرن، ڪنڌ نچن، رَڻ گجيو، راڙو ٿيو.“

مطلب ته، شاعراڻي مصوري جو ڪمال، شاهه جي ڪلام مان ليئا پائي رهيو آهي.

شاهه جي ڪلام مان، تخيل جو عنصر پڻ بکي رهيو آهي. علم هيئت جو ماهر، چنڊ کي شاعرانه اکين سان نٿو ڏسي. هو ڏسي ٿو، ته چنڊ ٺهيل ڇا جو آهي؟ بذات خود رومن آهي يا سج جي ڪرڻن جو چور آهي؟ ڪهڙي سبب سمنڊ جي لهرن کي ڪشش ڪري ٿو؟ پر شاعر، چنڊ جي روشنائيءَ ۾ محبوب جو جلوو ڏسي ٿو. هو چنڊ کي، پنهنجي محبوب کان، ڪئين درجا گهٽ سمجهي، انجا عيب ثواب اُپٽاري ٿو:

”چنڊ تنهنجي ذات، پاڙيان تان نه پرينءَ سين،
تون اڃو ۾ رات، سڄڻ نت سوجهرو.“

ڪڏهن شاعر وري چنڊ کي، پنهنجي دلبر ڏانهن قاصد ڪري موڪلي ٿو، ڇاڪاڻ جو هو چنڊ کي ساري دنيا تي نظر وجهندو تصور ڪري ٿو.

”اڀر چنڊ! پس پرين، تو اوڏا، مون ڏور.“

پر سائنسدان، اها ڳالهه تسليم نٿو ڪري، ڇاڪاڻ جو هو ثابت ڪري ٿو، ته چنڊ فقط اڌ دنيا تي روشني وجهي ٿو.

شاه، چنڊ کي قاصد ڪري، مٿي منٿار ڏي سنيها ٿو موڪلي:

”چگّا چنڊ! چئيج، سنيها کي سڄڻين،
مٿان اگھڻ اُپري، پرين جي پئيج،
جهيڻو ڳالائيج، پيرن وجهي (ڏري) هٿڙا.“

مطلب ته خيال جي هڏائين پچري تي شاهه تخيل تي شاهه تخيل جو ماهه چڙهي، سهڻي شاعراڻي حور آنيو اکين اڳيان بهاري.

شاهه ۾ جمال (حسن) جي مشاهدي ماڻڻ جي قابليت هئي. جمال جا ڪيترائي قسم آهن، جهڙوڪ: طبعي، جسماني، اخلاقي ۽ روحاني. شاهه طبعي يا فطرتي جمال ڏسي، سندس اپائيندڙ جي واهه جي واکاڻ ڪئي آهي. سر سارنگ ۾ قدرتي حسن جو جلوو بيتن ۾ نمايان ڪيو اٿس. درياهه جو دل ڏاريندڙ منظر، تارن جي جهرمر، چنڊ جي چٽائي، ڪڪرن جي ڪارونڀار ۽ سج جا سينه شگاف ڪندڙ نظارا، ڏاڍي خوبيءَ سان ڪڍيا اٿس. اخلاقي ۽ روحاني حسن جو ذڪر، شاهه هر هڪ سُر ۾ ڪيو آهي. جنهن جو بيان هر هڪ سر جي روحاني راز ۾ ڏنو ويو آهي. مطلب ته، هر بيت ۾، شاهه حق ۽ حسن جو هوڪو ڏئي ٿو. اهڙو ماڻهو ورلي هوندو، جنهن شاهه جي مهراڻ مان، معنيٰ جا موتي هٿ نه آندا هجن.

شاهه جو ڪلام شاعراڻي صنعتن سان ڀرپور آهي.

هن جي ڪلام ۾ فصاحت آهي، يعني هر هڪ لفظ اهڙو استعمال ڪيو اٿس، جو اُچار ڪرڻ ۾ زبان کي ڪابه هٻڪ يا هٿڪ ڪانه ٿي ٿئي. مثلاً:

”آيل! ان نه وسهان، هنجون جي هارين،
آڏيو آب اکين ۾، ڏيهه کي، ڏيکارين،
سچڻ جي سارين، سي نه ڪي رون نه چون ڪي.“

شاهه جي ڪلام ۾ بلاغت آهي، يعني هر هڪ سخن، وقت ۽ حال مطابق آهي. هو پنهنجن سورمين جي دلي ڪيفيت، چٽائيءَ سان بيان ڪري ٿو. ڪڏهن سسئي جي سورن جو، ڪڏهن سهڻيءَ جي سوز جو، ڪڏهن مومل جي مونجهاري جو، ڪڏهن ليلا جي ليلائڻ جو، ڪڏهن ڪوهياري جي ڪنجهڻ جو ۽ ڪڏهن مارئي جي بند ۾ بيحال ٿيڻ جو بيان وزنائتن لفظن ۾ بيان ڪري، پڙهندڙن کي پنهنجي سحرنگاري سان مفتون ڪيو ڇڏي، مثلاً: مومل ڪان ٿو چورائي:

”وٺ سوريندي، ولها! ويو تيل ٻري،
موٽ مسافر سپرين! چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي.“

شاھ جي ڪلام ۾ جدت آھي يعني، ھن مضمون اھڙا علحدا علحدا، اختيار ڪيا آھن ۽ اھڙي عمدي طرز سان ادا ڪيا آھن، جو ڪنھن به اڳئين شاعر جو نقل يا تتبع نٿا لڳن. شاھ جو ڪلام جدت ڪري جادوءَ جو اثر رکي ٿو. مثلاً:

”نيھن نھائين ڪان، سک منھنجا سپرين!

سڙي سارو ڏينھن، ٻاھر ٻاڦ نه نڪري.“

شاھ جي ڪلام ۾ سلامت آھي، يعني لفظ اھڙا استعمال ڪيا اٿس، جي ان وقت ماڻھو روزمره جي ڪاروبار ۾ ڪم آڻيندا ھئا. سندس بيتن پڙھڻ سان ھرڪو چوندو، ته ”سچ چيو اٿس. اھي ڳالھيون منھنجي دل مطابق آھي.“ اھا الفاظن جي سادگي شاھ جو مرڪ آھي. نڪي ابوالڦوڙاٿ عربي اکر، نڪي ڳاتي پڳا ٻي ڪنھن ٻوليءَ جا لفظ استعمال ڪيا اٿس. رنگين ۽ گوناگون ھوندي به شاھ جو ڪلام، سليس، سلوڻي ۽ سادي سنڌيءَ ۾ آھي.

مثلاً:

”عدل نه چٽان آئون، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.“

شاھ جي ڪلام ۾ بندش آھي، يعني الفاظن جي اچارن ۾ ميٺاج ۽ معنيٰ ۾ موزونيت آھي. شاھ جي استعمال ڪيل الفاظن جي خوبي سندن اچارن، آوازن، لھجي ۽ معنيٰ ۾ آھي. شاھ جي بيتن ۾، نه معنيٰ تنگ آھي ۽ نه قافيو لنگ.

مضمونن جي بلندي ۽ بندش، سندس بيتن کي سلوڻو بنايو پڏين. شاهه معنيٰ جي ڪنوار کي موزون الفاظن ۾ ملبوس ڪري هيئن ٿو پيش ڪري:

”پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.“

شاهه جي ڪلام ۾، اڪثر ڪري، اکرن جي بيهڪ نثر جهڙي آهي ۽ ٻين شاعرن وانگر پيچيدي نه آهي، مثلاً:

”سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟
وڃڻ تن پيو، نالو نينهن ڳنن جي.“

شاهه پنهنجي ڪلام کي، سخن جي صنعتن سان به ڪافي سينگاريو آهي، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

جيئن خداداد حسن کي زياده ڏمڪائڻ ۾ موثر بنائڻ لاءِ زالون زيور زيب تن ڪنديون آهن، تيئن شعر جي نازنين پري پيڪر کي، زياده دلڪش بنائڻ لاءِ شاعر سنگار جو سامان وجهي سنواريندا ۽ زياده حسين پنائيندا آهن. شاهه پنهنجي سخن کي، صنعتن سان ڪافي سجايو ۽ سينگاريو آهي. شاهه جيڪي سخن جا سينگار اختيار ڪيا آهن، تن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

## (1)- تشبيهون ۽ استعارا:

هي صنعتون سخن جي سونهن آهن. جڏهن عام رواني ماڻهو به جوش ۾ اچي ويندو آهي يا اندوه ۽ غم جي حالت ۾ هوندو آهي، تڏهن بي اختيار، زبان مان اسعتارا نڪري ويندا اٿس، مثلاً ڪنهن جو عزيز مري ويندو آهي، ته چوندو آهي، ته ”دل ٿي ڦاٽيم“، ”توکي ڪنهن جي نظر نيو“، ”ادا! چيلهه ڀڃي ويو“ وغيره. اهي سڀ استعارا آهن، جي دلي رازن بيان ڪرڻ جا فطرتي اوزار آهن. جيڪڏهن اهي ّعر ۾ استعمال ڪبا، ته جذبات جا صحيح ترجمان ٿيندا ۽ ٻين ۾ به اهي ساڳيا ساڳيا امنگ اٿاريندا ۽ دل موم ڪرڻ لاءِ مؤثر ٿيندا.

جيڪڏهن شاعر، ڪليو ڪلايو ٻن شين جي ڀيٽ ڪندو، ته چئبو، ته هن تشبيهه جي صنعت استعمال ڪئي آهي. مثلاً شاه، معشوق کي صياد سان مشابهت ڏئي ٿو، جو تير ڪمان ڪڍي شڪار تي ويندو آهي ۽ جيڪو شڪار ڪندو آهي سو ويندو آهي، جهوليءَ ۾ وجهندو. معشوق ڀنبٽين جي تيرن ۽ ڀرن جي ڪمان سان، عاشقن جون دليون شڪار ڪري ٿو:

(1) ”هَڻُ حَبيبَ هٿُ ڪڍي، ٻَنگا لهي ٻاڻُ،
ماڳِهين مون مِنهه ٿئي، جهوليءَ وِجهان ڀاڻُ.“

شاهه مرشد کي لُهار سان مشابهت ڏيندي چوي ٿو، ته مرشد کي ئي خبر آهي، ته ڪهڙن سالڪن پنهنجي خام وجائي، ڪماليت حاصل ڪئي آهي:

”پچائي پَهاڻُ، جَن رَساڻئو رَڪُ ڪي،
تَنين سندو چاڻُ، آهي اَڳِڙَينِ ڪي.“

(2) ”چِپُون چِپَرَ ڪَٿَ، پَهَڻَ پَٿَراٽِيُون پانِئيان.“

(3) ”پَرتوو پنهونءَ جو، جُهڙ جيئن جهالا ڏي.“

جيڪڏهن پيٽ اهڙي نمايان ۽ ڪليل نه هوندو، بلڪ خفيف ۽ لڪل هوندي، ته چئبو، ته شاعر استعاره استعمال ڪيو آهي. شاهه پڻ اسعتارا استعمال ڪيا آهن مثلاً:

(1) ”ساٿِي نهَ پسان سي، جي هُئَمِ هنيين ٿوٽِيُون.“

(2) ”مُنهن ڏيِئي مُون آئِيون، رَنگا رَنگي راهُ.

(3) واڪو ڪَنديَس، ”وو! مون سين جَبَلُ ٿو جاڙُون ڪَري!“

(هتي بي جان جبل کي جاندار واري وصف ڏني وئي آهي. جيئن بي جان ڏونگر کي هيٺ خطاب ڪيو ويو آهي.)

”ڏونگرَ! مُون نهَ ڏُڪوءِ، آن اَگِ ڏُڪوئي آهيان.“

اهڙا مثال شاهه جي رسالي ۾ هزارين ملندا.

تضاد:

ٻن متضاد، يعني هڪ ٻئي جي اُبتڙ معنيٰ رکندڙ لفظن کي، ٻن مختلف شين جي ڀيٽ ڪرڻ لاءِ، يا سندن تفاوت کي زياده چٽائيءَ سان ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ، شاعر استعمال ڪندو ته چئبو، ته شاعر تضاد جي صنعت استعمال ڪئي آهي. شاهه اها صنعت هيٺن ٿو اسعتمال ڪري:

(1) ”سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله،

سو پرين، سو پساهه، سو ويري سو واهرو.“

(هتي اجل ۽ الله، ويري ۽ واهرو هڪ ئي هستيءَ جي وصف ڪن ٿا ۽ متضاد آهن.)

(2) ”وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل.“

[وحدت (هيڪڙائي) ۽ ڪثرت (گهڻائي) متضاد لفظ آهن، جن کي هڪ ئي مصرع ۾ خوبيءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي.]

## لف ونشر:

”لف“ لفظ مان مراد آهي ته، ڪن شين جو ذڪر ڪيو وڃي، ۽ ’نشر‘ لفظ مان مراد آهي ته، انهن شين جي مناسب کي بيان ڪيو وڃي. جيڪڏهن مناسبت، نمبروار ۽ ترتيب سان بيان ڪيل هوندي، ته لف ونشر غير مرتب استعمال ڪئي چئبي. شاهه لف ونشر جي صنعت هيٺن ٿو استعمال ڪري:

”جيئنءَ سو هَرَڻَ هَماءِ، سَرگردان سَنسارَ ۾،
هِيءُ پَکِّ نه کوڙي پَٽين، هُو ڏَڙَ سِرِ ڏَري نه ساهُ.“
[پهرين مصرع ۾ ٻه فاعل آهن. هڪڙو هرڻ ۽ ٻيو هماءُ. ٻي مصرع ۾ انهن بابت چيل آهي ته هيءُ يعني هماءُ پٽ تي پير نٿو رکي (بي قرار آهي ۽ هُو يعني هرڻ ڏڙ ۾ ساه نٿو رکي يعني بي آرام آهي.)]

ايهام:

”ايهام“ لفظ جي معنيٰ آهي، وهم ۾ وجهڻ. جيڪڏهن ڪلام ۾، هڪ لفظ اهڙو اچي، جنهن جون ٻه معنائون هجن، هڪڙي ويجهي، ٻي پرين ۽ ٻڌندڙ جو گمان ويجهي معنيٰ ڏانهن وڃي، مگر شاعر جي مراد پرين معنيٰ جي هجي، ته چئبو ته، شاعر، ايهام جي صنعت استعمال ڪئي آهي. ويجهي معنيٰ جو مطلب آهي، اُها معنيٰ جا ذڪر ڪيل ڳالهه جي مناسب نه هجي، پر لڪل معنيٰ جي لحاظ کان اها معنيٰ ڪڍي سگهجي. شاه مان ڪي ايهام جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

(1) ”ننگرَئُون نيٽين، مَٺُ اولِيءَ نه اوهَري!
سَٻاجهين سيٽين، پائي ڳُڻَ ڳِهيون هِيُون.“
[”ڳڻ“ لفظ جي معنيٰ آهي 1- خصلتون 2- نوڙي. هتي ٻئي معنائون لڳن ٿيون.]

(2) حَقّا حَقّ ٿِيوسِ، هُئِي طالِبَ حَقّ جِي.“

[حقا معنيٰ (1) حق يا خدا وٺان (2) تحقيق، حق معنيٰ انصاف. ٻي نمبر استعمال ڪيل ”حق“ جون معنائون آهن (1) مڙس (2) سچ، خدا.]

(3) ”ورَ وَراڪا وچَ ۾، لڪين آڏا لَڪَ،
هو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوهَ ڪَنديَنِ ڪي؟“

[حق= (1) مڙس، پتار (2) خدا (3) سچ.]

(4) ”وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وڏو ڪيو.“

[ور= (1) مڙس (2) پيچ، ڦيرو (3) مڪر، چند]

(5) ”جا هَڙَ چُڙي نهَ ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ ساهَڙَ رِيَ،
ساهَڙَ ميڙِ، سَمِيعَ، ته سا هَڙَ چُڙي ساهَ جِي.“

[ساهڙ= (1) دوست (2) محبت جي ڳنڍ- هن صنعت کي، تجنيس مرڪب پڻ چئبو آهي.]

## مراعات نظير:

جيڪڏهن شاعر، اهڙا لفظ هڪ هنڌ استعمال ڪري، جن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي ٻئي سان مناسبت هجي. جهڙوڪ باغ جي بيان ۾، گُل، بلبل، باغبان، سرو، قمري جو ذڪر ڪرڻ، ته چئبو ته شاعر مراعات نظير جي صنعت استعمال ڪئي آهي. رسالي مان چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ”ڪاتي جا قريب جي، سا هَڏي چيري چم،
عاشق پنهنجو لحم، لله ڪارڻ وڍيو.“

[ڪاتيءَ جي ذڪر سان ’هڏ‘ ، ’چم‘ ’لحم‘ (گوشت) جو ذڪر ڪھڙو نه موزون ٿو لڳي.]

(2) ”اجا ڪوري ماڳِ، مَٿَ، ڪُتِڪا، ڪَٿَ گهٽا.“

[ڪلاڙن جي ڪوري (ٻڪيءَ) جو ذڪر ڪندي، مٿ، ڪٿڪا (دلي)، ڪٿ (وڏي مٿ) جو بيان ڪيو ويو آهي، چاڪاڻ جو اتي اهي موجود هوندا آهن.]

(3) ”دائودي ڏيُون ڪَري، رَڪَنِ ڪونهي رَنگُ، گهوڙيءَ هيٺ آينگُ، ڪاهِيو پاڳرِيين هَٽي:

(4) ”مَيَنِ مَٿي سَمَرا، کُهِيَن سَڏ ڪَرِين، ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيءَ پَرِ سَندِي سَڄَٽِين.“

[ٿڪلن ڪي سڏ ڪيو، سندن سامان انن تي رکي، ساري ساٿ ڪي منزل مقصود تي پهچاڻ، سڄن جو شيوو آهي.]

## تجنيس خطي:

جيڪڏهن، جملي ۾ گهٽا لفظ اهڙا هوندا جن جو پهريون اکر ساڳيو هوندو، ته چئبو ته ڪلام ۾ تجنيس خطي رکيل آهي. شاه جي سڄي رسالي ۾، اڪثر هر هڪ مصرع ۾، تجنيس خطي گهٽي استعمال ٿيل آهي، مثلاً:-

(1) ”لڱن تان لطيف چي لوئي لاه مَ لال!.“

[ٻن لفظن کان سواءِ ٻيا سڀيئي لفظ ”ل“ سان شروع ٿين ٿا.]

(2) ”لوئيءَ ۾ لائون، مون ماروُءَ سين لڏيون“

(3) ”ميندِيا ڏوءِ نه، مارئي، محلين مارنئا ڏار،
پايو ميٺ ملير ري، مُنڌ ته ويڙهي وار،
جا هتيجن هار، سا ڪيئن وهندي ڪوٽ ۾؟“

”جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپِڙي، تن لهي نه لالي،
ڪڙي ڪيف خماريا، مَيءِ پي موالي،
ڪري حاصل هليا، ڪيفيت ڪمالي،
وتن وصالي لدوٽيا لوڏي ٿيا.

## مجاز مرسل:

جيڪڏهن ڪو شاعر ڪنهن شيءِ جي، عامي نالي وٺڻ بدران، نهي ڏاتوءَ يا شيءِ جو نالو وٺي، جنهن مان اها ٺهيل آهي، ته چئبو ته شاعر، مجاز مرسل جي صنعت استعمال ڪئي آهي. شاهه جي ڪلام مان، مجاز مرسل جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ”ڪاتي ڪونهي ڏوه، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾،
پسيو پر عجب جي، لچيو وجي لوه.“

(ڪاتيءَ جي بدران ’لوه‘ جنهن مان ڪاتي ٺهيل آهي، استعمال ڪري، شاهه مجاز مرسل جي صنعت استعمال ڪئي اهي.)

(2) ”مارين ٿو مُون کي! چاڙهي لوهَ لطيف چي.“
(’تير‘ جي بدران ’لوه‘ لفظ ڪتب آندو ويو آهي، جنهن مان تير نهيل هوندو آهي.)
(3) ”اپيون اوري پار ڏي، ڪوڙيون ڪک پچن“.
(’ترهي بدران ’ڪک‘ لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.)
(هتي جبل جي عيوض، ’پٿر‘ لفظ ڪم آندو آهي.)
شاهه پنهنجي ڪلام ۾، جانيءَ جي جمال جا جلوا، ڪائنات جي جوڙجڪ جا پراسرار راز، ۽ انساني فطرت جا روحاني راز پلٽيا آهن، جنهن ڪري سندس ڪلام بنه جهوني ٿيڻ جو نه آهي.
شاهه نوان نوان ويس ۽ ورن ڍڪي، ويهي ٿو اندر جو حال اوري ۽ روحاني رهاڻ ڪري. ڪٿي ڏس، ته سسئي ٿي، لوڪاني لڄ لاهي، پنهونءَ پٺيان، ڏونگر ٿو ڏوري، ڪٿي ڏس ته مومل ٿي، راتين جون راتيون، راڻي جي اوسيئڙي ۽ انتظار ۾، اکين کي اوجاڳا ٿو ڏئي. ڪئي مارئي ٿي، ملڪ جا ماروئڙا ٿو ساري، ڪٿي ليلا ٿي، مٺئين تي محبوب وڪٽي ۽ ندامت جا هٿ مهٽي، ويهي ٿو ڳوڙها ڳاڙي. ڪٿي ڏس ته، سهڻي ٿي سياري جي سيءَ ۾ ساهڙ ڪارڻ ڪارا ڪن ٿو تري. ڪٿي ڏس ته، نماڻي نوري ٿي، سمي سان سهج ٿو ڪري. ڪٿي ڏس ته، سورٺ وَرُ ٿي، ڪٽاريءَ سان ڪنڌ، ڪلهنئون ڪپي ٿو ڏئي، ڪٿي ڏس

ته ڪاپائڻ ٿي، چاه مان چرخو ٿو چوري. ڪٿي ڏس ته، ڪن ڪٺ، ڪاپٺ ڪاپڙي ٿي، طَمع ترڪ ڪري، هنگلاج ٿيو هلي ۽ ڪٿي ڏس ته لاهوتي ٿي، معرفت جي مهراڻ ۾ ٽپيون هڻي، لاهوت لامڪان ٿو رسي. نيٺ پاڻ سڃاڻي ايئن ٿو ڄاڻي ته:

”پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،

هئا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا.“

شاهه جي شعر، اهڙو ڪو جادو آهي، جو جيڪڏهن پڙهندڙ جدا جدا اکرن جي معنيٰ نٿو به سمجهي، ته به جوهر يا تت جهپيو وٺي ۽ خيال جِنيانوَ ۾ گهڙيو وڃيس. اهو ميٺاج ۽ مزو ٻين جي شعر ۾ ورلي ملندو.

شاهه جي لفظ جو ساز به واهه جو هو. هن کي ڄاڃ جي جبري طاقت هئي، جنهن ڪري شين کي ڄاڃي، انهن جي ساخت موجب به انهن کي نالا ڏئي ٿو: مثلاً: سپ جا ٻه پڙ ڏسي کيس کهڙو نه پورو نالو ٿو ڏئي:

”ٻاڙو پئي نه ٻيڙي، مٺو منهن لڳوس.“

شاهه اکرن جو اکٺ پنڊار آهي. هڪ لفظ جا ڪئين متراد اکر ٿو ڏي. هڪ لفظ جا جيڪي ثاني لفظ ڏئي ٿو، تن جي وچ ۾ فرق به رکي ٿو. اٺ لاءِ ڪوهر، چانگو، ليڙو، توڏو، گڏنرو، ميو، ٻور، بوتر وغيره. تير لاءِ، سيلو، پيلو، لوري، لوهه، ڪان ۽ بان وغيره، بهادر لاءِ، وير، ڪوپو، مهائي،

جنگ، پانو، مانجهي، سڌر، ورنہ، ڪونئرو، بانڪرو، بانڪو، پاوننگ، گهوٺ، وارث ۽ بورائو وغيره. شراب لاءِ، ڪڪو، مڌ، سرو، مي وغيره.
اهي لفظ پنهنجي علمي لياقت يا پسورائي پسائڻ خاطر استعمال ڪونه ٿو ڪري، پر هرهڪ لفظ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي مستقل ۽ موزون معنيٰ ٿو پيش ڪري.
انهن سڀني خوبين جي با تي، ائين چوڻ غيرمناسب نه ٿيندو، ته شاهه سنڌ جي شاعرن جو سرتاج آهي، چاڪاڻ جو، پيا سنڌي شاعر، شاهه جي ڪڙيءَ تي اچا پهچي ڪونه سگهيا آهن. ”شاهه جو ڪلام، خلوت ۾ پڙهبو، خواه محفل ۾، خواه ڪنهن مثال يا ٿيڪا طور ڪتب آڻبو، ته نيون نيون خوبيون اسان جي اچرج جو ڪارڻ ٿينديون، ۽ سندس طبع جي فراواني جي شاهدي ڏينديون ۽ وري وري پڙهڻ سان سندس شعر ۾ ضرور اهڙي ڪا نئين نزاڪت نظر چڙهندي، جا اڳي اک کان ڳُسي ويئي هوندي.“

## فصل -4

# رسالي جي سرن جو احوال

هندستاني علم موسيقي مطابق، ڇهه وڏا راڳ آهن ۽ هر هڪ راڳ کي 5 زالون (راڳڻيون) 8 پٽر (پٽ) ۽ 8 پارجا (ڏيون) آهن. شاهه جي رسالي کي ترتيب ڏيندڙن، ڪن سرن تي، هندستاني راڳن ۽ راڳڻين جا نالا رکيا آهن. وڏن راڳن مان صرف ”سرراڳ“ جو نالو، هڪ سر تي رکيو ويو آهي، باقي ٻيا نالا فقط راڳڻين جا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ڪلياڻ (2) يمن ڪلياڻ (سپورڻ راڳ) (3) کنڀات (ڪماج) (4) سهڻي (توڏي، ديپڪ راڳ جي زال) (5) سارنگ (ملهار) (6) ڪيدار (ڪيڏارو) (7) ديسي (ديپڪ جي هڪ زال) (8) سورٺ (9) پروا (بروو سنڌي) (10) رامڪلي (11) بلاول (12) آسا (13) ڌناسري (اهو سچو سر ڪڍيو ويو آهي) (14) پوربي (15) ڪاموڏ (مامود) (16) نسبت.

رسالي مرتب ڪندڙن، وري ڪن سرن تي مضمون جي مد نظر نالا رکيا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا.

(1) سامونڊي (سري راڳ ۾ ڳائي سگهجي ٿو) (2) سسئي آبري (ديسي ۾ ڳائي سگهجي ٿو) (3) معذوري (4) ڪوهياري (5) مومل راڻو (6) ڪاهوڙي (7) رپ (8)

ليلان چنيسر (9) ڪاپائتي (10) مارئي (11) ڪارايل (12) گهاتو (13) حسيني (عربي ۽ فارسي سر) (14) پرڀاتي (15) ڏهر (16) هير رانجهو (هي سچو سر خارج ڪيو ويو آهي.) (17) بيراڳ هندي (هي سچو سر رد ڪيو ويو آهي) (18) سر بروو چوٽڪو (هي سچو سر رد ڪيو ويو آهي.) (19) ڍول مارئي هي سچو سر ترڪ ڪيو ويو آهي.)

جن سرن تي، مضمون مطابق نالا ڏنل آهن، سي گوين ڪان ڳارائي، معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، ته ڪهڙن راڳن يا راڳڻين ۾ اهي ڳائي سگهجن ٿا. هنن جو متفق رايو آهي، ته اهي بيت، گهٽين ئي هندستاني راڳڻين ۾ ڳائي سگهجن ٿا. شايد اهوئي سبب آهي، جو مٿن نالا مضمون جي مدنظر رکيا ويا آهن.

# فصل 5

# رسالي جي تصنيف ۽ تاليف

شاهه عبداللطيف پنهنجن هٿن سان، ڪي به ڪين لکيو هو، جڏهن وجد جي حالت ۾ ايندو هو، تڏهن ي البديہ يعني بي اختيار ويندو هو بيت چوندو، جي سندس فقير بروقت لکي وٺندا هئا، ۽ ياد ڪيو پيا ڳائيندا هئا. انهيءَ فقير، شاهه جي ڪلام جا ٿي نسخا لکيا هئا. عام طرح سان چيو وڃي ٿو، ته وفات کان تورو اڳ، شاهه فقيرن کان اُهي نسخا وٺي، ’ڪراڙ‘ جي ڍنڍ ۾ اڇلائي ڇڏيا هئا؛ ڇاڪاڻ جو کيس انديشو هو، ته متان رواجي ماڻهو، سندس ڪلام جو روحاني راز نه پروڙي، گمراهيءَ جي ڪن ۾ ڪرن. شاهه جي انهيءَ قدم تي، مريدن ۽ فقيرن ۾ واويلا مچي ويئي. شاهه کي رحم اچي ويو، جنهن پنهنجي مريدياڻي مائي نيامت (نعمت) جنهن کي اڪثر بيت برزبان ياد هئا، کي حڪم ڏنو، مريدن کي بيت لکارائي. جيئن جيئن بيت لکيا ويا تيئن تيئن شاهه تصديق ڪندو ويو، ته ڪلام صحيح نقل ڪيو ويو آهي. انهيءَ نسخي کي ’گنج‘ ڪوٺيندا آهن. جو اڃا درگاه جي گادي نشين وٽ رکيل آهي. ’گنج‘ ۾ شاهه جا بيت

ڪنهن به ترتيب يا ’سلسلي‘ وار درج ٿيل ڪونهن. سندن وفات کان پوءِ، فقيرن بيتن کي مضمون مطابق سرن ۾ تقسيم ڪري، موجوده صورت ڏني.
ڪوبه عقل وارو، انهيءَ ڳالھ تي اعتبار نه ڪندو ته ڪو شاعر، پنهنجو ڪلام هن طرح ضايع ڪندو. پوررڙن کي پنپلائڻ لاءِ هي اُٿاوَ، گهڙن ئي ٻين درويشن صفت شاعرن لاءِ پڻ گهڙيا آهن، بهر صورت رسالو، ڇھ سو سالن کان به مٿي، شاعر جي سن وفات يعني 1702ع کان وٺي 1866ع تائين، قلمي صورت ۾ رهيو. پهريون ڇاپو ٽرمپ صاحب جي ڪوشش سان، جرمنيءَ جي لپسيا شهر ۾ ڇپيو. هن صاحب کي ٻه عمدا جهونا قلمي نسخا هٿ چڙهيا هئا. جن کي ڪنهن هوشيار سنڌيءَ کان پيٽرائي صحيح ڪري، مذڪور نسخو تيار ڪرايائين. جيتوڻيڪ هن نسخي ڇپڻ لاءِ، کيس برطانيه سرڪار کان ڪافي مالي مدد ملي، تنهن هوندي به گهٽ رقم هئڻ سبب، ڪيترا سُر پنهنجي ڇپيل نسخي ۾ درج ڪرائي نه سگهيو. هن ڇاپي ۾ فقط 26 سر آهن. انهيءَ جي علاوه منجهس ٻيو به خاميون رهجي ويون. هڪ ته صورتخطي نه اصلوڪي ۽ نه آهي هاڻوڪي. مگر سندس خود بنايل. ٻيو ته تلفظ 1866ع وارو اختيار ڪيو اٿس. ٽيو ته، ڪٿي ڪٿي پڙهڻيون بدلايون ويون آهن. انهن سڀني اوڻاين جي هوندي به، شاباس آهي هن شخص کي،

جنهن رسالي کي اونداهيءَ مان ٻاهر ڪڍيو. هن نسخي ۾ جيڪي وايون درج ٿيل آهن، سي درحقيقت شاهه جون آهن. اها هن نسخي جي وڏي خوبي آهي.

رسالي جو ٻيو هڪ سنگي ڇاپو، قاضي ابراهيم جي سعيي سان، بمبئي ۾ سن 1867ع ۾ سايع ٿيو، جنهن ۾ هن صاحب بنا ڪنهن تميز جي، جيڪو ڪچو ڦڪو ڪلام هٿ آيو اٿس، سو ڪٺي درج ڪيو اٿس. هن نسخي جي صورتخطي پڻ اڻوٺي آهي، جنهن جي پڙهڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. "هن جهڙو ردي نسخو هڏهين هٿ نه ايندو. "(گربخشاڻي)

سن 1900ع، سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي، موجوده صورتخطي ۾ رسالو ڇپايو، جنهن ۾ به عيب آهن.

- هڪڙو ته شاهه جي ڪلام ۾ ٻين سگهڙن جو جيڪو ڪلام اچي ويو آهي، تنهن کي ترڪ نه ڪيو ويو آهي.
- ٻيو ته شاهه جي ڏينهن وارو تلفظ ڦيرائي، "ان کي عاملڪو لباس پهرايو ويو آهي."
- ٽيون ته ڪيترين صحيح پڙهٽيون ڇڏي، خودڪشيديون پڙهٽيون ڏنيون ويو آهن.

سن 1913ع ۾، مرزا ڪليچ بيگ، سرڪاري ڇاپي ۾ جيڪي بمبئي ڇاپي وارا ڇڏيل بيت هئا. سي اضافو ڪري موجوده صورتخطيءَ ۾ هڪ ڇاپو پڌرو ڪيو. هن ڇاپي ۾، بمبئي واري سنگي ڇاپي ۽ سرڪاري ڇاپي وارين سڀني

واٽاين سان گڏ، وڏي وڏ هيءَ آهي جو، منجهس ڇپائيءَ جون نهايت گهڻيون چڪون رهجي ويون آهن، جنهن ڪري پڙهڻ جي قابل نه آهي. هن نسخي جي هوبهو سنگي ڪاپي مولوي ابراهيم بختارپوريءَ سن 1913ع ۾ عباسي لٿو پريس مان ڇپارائي، جنهن ۾ ٽيڙ ساڳيا آهن.
سن 1913ع ۾، ڊاڪٽر گربخشاڻي گهڻي جفاڪشيءَ بعد شاھ جي رسالي جا ٽي جلد معنيٰ، شرح ۽ سمجهاڻيءَ سميت شايع ڪرائي، سنڌي ادب جي بي انتها خدمت ڪئي. هن نسخي ۾ هيٺيون خصوصيتون آهن.

- هڪڙو ته گهڻي تفحص ۽ ڇاند ڇونڊ بعد، ڌاريون ڪلام ترڪ ڪري، شاھ جو صحيح ۽ سچو ڪلام ڏنو اٿس.
- ٻيو ته، لفظن جا اشتقاق ڏنا اٿس.
- ٽيون ته، هر هڪ اکر تي اعرابن ڏيڻ ڪري پڙهڻ ۾ ٻڌي چڙي اٿس.
- چوٿون ته، مختلف پڙهڻيون هيٺان حاشيءَ ۾ ڏنيون اَٿس.
- پنجون ته، صورتخطي موجوده آهي.
- ڇهون ته تلفظ لاڙي رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته شاھ لاڙ جو هو. رسالي جي قلمي نسخي ۾ ڏنل تلفظ لاڙي آهي، لاڙ جا ماڻهو اڃا تائين اکرن جو اهو تلفظ ڪندا آهن ۽ اهو تلفظ اشتقاق مطابق آهي.

هيترين خوبين هوندي به اجا هي نسخو مڪمل نه آهي. رواجي نسخن ۾ 37 سر آهن. جن مان ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب هيٺين ڇهن سڄن سرن کي ڌاريون ڪلام سمجهي ترڪ ڪرڻ جو خيال، مقدمه جي ڏهين فصل ۾ ظاهر ڪيو آهي:

(1) سر بيراڳ هندي

(2) سر ڌناسري

(3) سر بروو سنڌي چوٽڪو

(4) سر ڍول مارئي

(5) سر ڌناسري

(6) سر بسنت.

مرزا قليچ بيگ شاھ جي ’احوال شاھ عبداللطيف‘ واري ڪتاب جي صفحي 62 تي سر بيراڳ، هير رانجهو، ڍول مارئي، سر سنڌي پروو چوٽڪو، ڌاريون ڪلام تسليم ڪري ٿو.

انهيءَ حساب سان به، باقي شاھ جا مرتب ڪيل 13 سر ٿيا، جن مان ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ٽن حصن ۾ فقط 17 سر اچن ٿا.

چيو وڃي ٿو ته چوٿون جلد تيار ڪري رکيو هئائين، پر ڪن نامعلوم سببن ڪري شايع ڪرائي نه سگهيو. ڊاڪٽر

دئود پوٽي، صاحب، جنهن ساڻس ڪلهوڪلهي ۾ ڏئي ڪم ڪيو هو، تنهن مون کي ٻڌايو ته

”مون، چوٿون جلد، گربخشاڻي جي آنجهاني ٿيڻ بعد، سندس پٽ کان گهريو هو، پر هو نٿائي ويو. مون چوٿون جلد ڪونه ڏٺو هو ۽ نڪي ان جي تيار ڪرڻ ۾ ڪو منهنجو حصو هو. منهنجي خيال موجب سر ڪيڏارو شاهه جو ڪلام نه آهي. ڊاڪٽر اهو ٿئين جلد ۾ درج ڪيو، تنهن ڪري منهنجو هن سان اختلاف ٿيو هو ۽ آءٌ پوءِ ساڻس شريڪ ڪار نه رهيس.“

موجوده نسخي ۾ هيٺيون خوبيون رکيون ويون آهن:

شاهه جا ٿيهه ئي سر ڏنا ويا آهن، يعني شاهه جو مڪمل رسالو پيش ڪيو ويو آهي.

سڀني سرن ۾ تلفظ لاڙي رکيو ويو آهي.

اکرن جي هجي، هاڻوڪي سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڏني ويئي آهي.

چند چانڊ بعد ڌاريو ڪلام رد ڪري شاهه جو سچو ۽ صحيح ڪلام پيش ڪيو ويو آهي.

ته هر صفحي جي هيٺيان، اهنجن الفاظن جي معنيٰ ڏني ويئي آهي، جيئن پڙهندڙ کي هرهر سارو ڪتاب اٿلائي، پٿيان معنيٰ ڳولڻ جي تڪليف ڪرڻي نه پوي.

هر هڪ اکر کي اعراب ڏنا ويا آهن، جيئن ڪابه پڙهڻ ۾ غلطي نه ٿئي.
هر هڪ سر جي اڳيان، سر جي حقيقت، مضمون، آکاڻي ۽ روحاني راز، نثر ۾ بيان ڪيا ويا آهن.
ڇپائي سٺي ڪاغذ، گهڻي احتياط ۽ خرچ سان ڪرائي ويئي آهي.
رسالي جي سڀ ڪنهن نسخي ۾ سرن جو سلسلو به الڳ الڳ آهي.
هن نسخي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي وارن ڏنل 17 سرن جو نمبر ساڳيو بيهاريو ويو آهي ۽ باقي سر، اهميت آهر نمبر وار بهاريا ويا آهن.

شاهه جو رسالو
سر ڪلياڻ
لغتي معنيٰ:
ڪلياڻ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا سج لهڻ کان پوءِ ڳائبي آهي. ڪلياڻ لفظ جي معنيٰ آهي سُکُ يا خير.
سُرَ بابت:
ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي جي پهرين داستان ۾ ٽن بيتن (نمبر 2،3،4،) جو اضافو ڪيو ويو آهي، چاڪاڻ ته

تحقيقات بعد معلوم ٿيو آهي ته اهي بيت شاهه جي ڪلام مان نـَـ ئي آهن.

مضمون:

رسالي جي ابتدا، مشرقي مسلمان مصنفن جي دستور موجب، حمد و ثنا سان ڪئي وئي آهي. رسالي جي شروع ۾ سر ڪلياڻ اچي ٿو، جنهن ۾ الله جي صفت، پيغبر پاڪ جي نعت، ۽ اصحابن سڀني جي تعريف بعد، سلوڪ جو سبق پڙهايو ويو آهي.

روحاني راز:

هن سر ۾ سالڪ کي وحدانيت جي راهه ڳڙهڻ جي هدايت ڪيل آهي. توحيد پرستي، جنهن ۾ رسالت تي ايمان آڻڻ پڻ شامل آهي، سالڪ لاءِ نهايت ضروري ڪري ڄاڻايو ويو آهي. سالڪ کي وحدت ۽ ڪثرت جو مسئلو عمدي ڍنگ ۾ سمجهائيندي، ٻڌايو ويو آهي ته 'حق' هيڪڙو آهي. جيڪي ڪي تون دنيا ۾ پسين ٿو سو نه فقط الله کانسواءِ ٻيو ڪي ڪين آهي، بلڪ جيڪي ڪي آهي سو سڀ الله آهي. انهيءَ عقيدت کي 'همه اوست' يعني سڀ ڪجهه اهو پاڻ آهي، صوفين به گروه آهن: هڪڙا همه اوست جا قائل آهن ۽ ٻيا 'همه از اوست' يعني سڀ ڪجهه ان جو بنايل آهي، جا قائل آهن. شاهه عبداللطيف جو عقيدو هو ته ڪائنات حق جو

ظهور آهي، تنهنڪري هر هڪ شيءِ ۾ ذات الاهيءَ جو جلوو ضرور آهي.

شاهه صاحب فرضن، سنتن ۽ واجبن، ادا ڪرڻ جي تلقين ڏيڻ يعني شريعت جي منزل طئي ڪرڻ لاءِ هدايت ڪري، توبهه جي تسبيح پڙهڻ ۾ نفس اماره کي ماري، مات ڪرڻ سان پيون صوفين جون ٽي منزلون اُڪري پار پئي، الله سان لئي ٿي وڃڻ تي پڻ هن سر ۾ زور ڏنو آهي. سندن قول موجب جيڪو ايمان کي پهتو سو شريعت ۾ ڪامل ٿيو، جيڪو توبهه کي رسيو، سو طريقت ۾ ڪامل ٿيو، جيڪو زهد کي پهتو ان حقيقت کي حاصل ڪيو، ۽ جيڪو عبادت ۾ پورو رهيو اُن معرفت کي حاصل ڪيو. هن سر ۾، شاهه صاحب سچن سالڪن ۽ سڏڙين ۾ فرق ٻڌائيندي فرمائي ٿو، ته سچا عاشق ڪاتيءَ پئي ڪونه ڪنجهن، پر سڏڙيا ’موتيو پوءِ وڃڻ‘. سندس هدايت آهي ته سڪڻ جي شهادت، حاصل ۽ دنيا ۾ ڪمائي ڪرڻ گهرجي، جنهن جو ڦل هتي ۽ هُتي ملندو. نفس سان جنگ جوٽڻ ۽ کيس مات ڪرڻ، وڏو جهاد آهي جنهن جو نتيجو، الاهي ذات جو مشاهدو آهي.

# بِسمِ اللهِ الرَحمٰنِ الرّحِيم
# سُر ڪلياڻ

## داستان پهريون

1

اولِ، اللهُ، عَلِيمُ [1]، اعليٰ، عالَمّ جو ڌَڻِي،
قادِرُ پنهنجي قُدرتَ سين، قائمُ آهِ قَدِيمُ،
والي، واحدُ، وَحدَهُ، رازِقُ رَبُ رَحيمُ،
سو ساراهه سچو ڌڻِي، چَئِي حَمدُ حَڪِيمُ،
ڪَري پاڻَ ڪرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جَهانَ جِي.[2]

2

جوڙي جوڙَ جَهانَ جِي، جڏهن جوڙِيائِين،
خاوَندُ خاص خَلِقي، مُحمَّدُ مُڪائِين،
ڪَلمو تنهن ڪَرِيمَ تي، چِئو چايائين،
اَنَا مولاڪ وَ اَنتَ مَحبُوبِي [3] اِيئَن [4] اُتائِين [5]،
ڏِکِي [6] ڏِنائِين، ٻَئِي سَرائون [7] سَيّدُ چي.

3

جوڙي جوڙَ جَهانَ جِي، پاڻُ ڪِيائين پَرِوارُ [8]،

حامِي، هادِي، هاشمِي، سَرِدارِيــن سَرِدارُ،
سُونهــِي صَحابَنِ سَٺَ [9] ؏، مَنجِھ مَسِجِدِ مٿيادارُ،
چَارَئِي چگّا چوُڏارُ، هُئا هيڪاندا [10] حَبِيبَ سين.
4
وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہُ [11] چَئِي، چُوندو آءُ،
فَرضَ، واجِبَ، سُنَّتُون، تِنِيئُون [12] تَرڪُ مَ پاءِ،
توبَھ سَندِي تَسبِيح، پَڑهَڻَ سانُ پُڄاءِ،
نانگا [13] پنهنجي نَفسَ کي، ڪا سنئين راھ
سُونهاءِ [14]،
ته سَندِي دوزَخَ باھ، تو اوڏِيائي نه اَچي.
5
وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہ، جان ٿو چَئين ايئن،
تان مَجِ مُحَمَّدُ ڪارِڻِي، نِرتُون [15]، [16] مَنجهان نينهن،
تان تُون وَڃيو ڪيئن [17]، نايين [18] سِرُ ٻِيَنِ کي.
6
وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہ، جڏهن چَيو جَنِ،
تَنِ مَڃيو مُحَمّد ڪارَڻي، هيجان سانُ هِنيَّئَن،
تڏهن منجهان تَنِّ، اَوَتَرُ ڪونهَ اولِيو.
7
وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہ، جَن اُتو[19] سين اِيمانَ،
تَنِ مَڃِيو مُحَمَّد ڪارَڻِي قَلبَ سانُ لِسان[20]،

اُوءِ فائِقَ[21] ۾ فَرمانَ[22]، اَوتَڙِ ڪنهن نه اولِيا.
8
اَوتَڙِ ڪنهن نه اولِيا، سُتَڙِ[23] وِيا سالِمَ،
هيڪائِي هيڪُ ٿِيا، اَحَدَ سين عالِمَ،
بي بَها بالِم[24]، آڳِي[25] ڪيا اَڳِهين.
9
آڳِي ڪيا اَڳِهين، نِسورو ئِي[26] نُورُ،
لاخَوفٌ عَلَيهِم وَلاهُم يَحزَنُون[27]، سَچَنِ ڪونهي
سُورُ،
مولي ڪيو مَعمُورُ[28]، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو.
10
وَحدَهُ جي وَڍِيا اِلااللهَ سين اورِينِ[29]،
هِنيون حقِيقَتَ گڏِيو، طريقَت تورِين،
معرفَتَ جِيَ ماٿِ سين، ڏيساندرُ[30] ڏورِينِ،
سُکِ نه سُتا ڪَڏهِين[31]، ويهِي نه ووڙِينِ[32]،
ڪُلَهِنئُون[33] ڪورِينِ[34]، عاشِقَ عبدُاللّطيفُ چي.
11
وَحدَهُ جي وڍيا، اِلاَللهَ اَڏَ ڪِيا،
محمد رَسولُ چِئـي، مُسلمانَ ٿِيا،
عاشقَ، عبدللطيف چي، اِنَهِيءَ[35] پَهِ[36] پِيا،

تيلانهن[37] ڏَٽِي ڏُٺا[38]، جيلانهن[39] وِيا وَحدتَ
گڏجِي.
12
وَحدَہُ جي وَڏِيا، ڪيا اِلاَّاللهَ اَڏَ،
سي ڏَڙَ پَسي سَڏَ، ڪنهن اَپاڳِيءَ نه ٿِئي.
13
سِرُ ڍُونڍِيا، ڏَڙَ نه لَهان، ڏَڙَ ڍونڍِيان، سِرُ ناھ،
هَٿَ ڪَرايون آڱرِيُون، وِيا ڪَپِجِي ڪانهِن[40]،
وَحدتَ جي وِهانءِ[41]، جي وِيا سي وَڏِيا.
14
وَحدَہُ لا شَرِيڪَ لَہُ، ٻُڌءِ نه ٻوڙا،
ڪِي تو ڪَنين نه سُئا، جي گهُٽَ اندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جتِ شاهدَ ٿيندءِ سامهان.
15
وَحدَہُ لاشريڪَ لہُ، اِيءُ وِهائِجِ8 وِيءُ[42]،
ڪَٿين جي هارائين، هنڌُ تنهنجو هِيءُ،
پاٽان چوندءِ پِيءُ، پَري جامُ[43] جَنَّتَ جو.
16
وحدَہُ لاشريڪ لہُ، اِيءُ هيڪَڙائِيءَ حَقَ،
ٻِيائِيَ کي ٻَڪُ، جَنِ وڌو سي وِرَسِيا[44].
17

عاشقُ چَوُ مَ ڪي، مَ ڪي چَوُ معشوقُ،
خالقُ چَوُ مَ خامَ[45] تون، نه ڪِي چَوُ مخلوقُ،
سَلِجِ تَنهِين سُلوڪُ[46]، جو ناقِصِئان[47] نِڳيو[48].
18
وَحدَتان[49] ڪَثرتَ[50] ٿِي، ڪَثرتَ وحدتَ ڪُلُّ[51]،
حَقُ حَقِيقِي هيڪَڙو، ٻولِي ٻِيءَ[52] مَ ڀُلُ،
هُو هُلاچو[53] هُلُّ، بِاللهِ[54] سَندو سَچَٽِين.
19
پاڻِهن[55] جَلُ جَلاَلُہ، پاڻِهن جانِ جمالُ،
پاڻِهن صُورَت پِرَيِنءَ[56] جِي، پاڻِهن حسنُ ڪمالُ،
پاڻِهن پِيرُ مُريدُ ٿِئي، پاڻِهن پاڻَ خيالُ،
سڀ سپوئي حالُ، مَنجهائِي[57] معلوم ٿئي.
20
پاڻِهن پَسي پاڻَ کي، پاڻِهن ئِي محبوبُ،
پاڻِهن خَلقي خُوبُ، پاڻهن طالبُ تَنِ جو.

21
سو هِيءُ، سو هُو، سو اَجلُ، سو اَللهُ،
سو پِرين، سو پَساهُ، سو ويرِي، سو واهَرُو.
22
پڙاڏو[58] سو سَڏُ، وَرُ[59] وائِيءَ[60]، جو جِي لَهين،

هئا اَڳِهين[61] ڳڏُ ٻُڌَڻَ ۾ ٻَه ٿِيا.
23
ايڪُ قَصَرُ[62]، دَرَ لَکَ، ڪوڙِيين ڪَٽِس
ڳِڙکِيُون[63]،
جيڏانهن ڪريان پَرَکَ[64]، تيڏانهن صاحبُ سامُهون.
24
ڪوڙِيين ڪاياڻُون[65] تنهنجيون، لِکَنِ لَکَ هزار،
جِيءُ[66] سپ ڪنهن جِيءَ[67] سين، دَرَسَن[68] ڏارو
ڏارُ،
پرِيمِ تنهنجا پار[69]، ڪِهڙا چَئِي ڪيئن چُوئان.

## وائي

وائي
سَپَڪا پريان ڪُون[70] پُوجي،
نينهُن نيٽين[71] ڳُڻُ[72] ڳالهِ[73] وو.
جا چِتَايم[74] چِتَ ۾، سا ٿو سَجَڻُ ٻُجهي[75]،
نينهُن نيٽين، ڳُڻُ ڳالِهِ وو.
لاتِ جا لَطِيفَ جِي، سَڌُ تُنهنجو سُجي[76]،
نينهُن نيٽين، ڳُڻُ يالِهِ وو.

# داستان پيو

1

اَڳِهي[77] اَڳهائِي[78]، رَنجُ پِرِيان کي رَسيو،
ڇَڪِيَم ڇڳائِي، سورانگهي[79] سُورِيءَ تان.

2

اَنڌا اُونڌا ويچ[80]! ڪَلَ ڪُجاڙِيا ڪنِئيين[81]؟
اسان ڏُکي ڏِيلَ ۾، ڌُون پياريين پيچ[82]،
سُورِي جَنِين سيجَ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهِدو[83].

3

سُورِيءَ سَڏُ ٿِيو، ڪا هَلَندِي جيڏِيُون؟
وَڃَڻُ تَنِ پيو، نالو نيِنهُن ڳِنَهِن[84] جي.

4

سُورِي سَڏَ ڪَري، اُپِي عاشِقَنِ کي،
جي اٿئِي سَڏَ سِڪَڻَ ۾، تو ڪَڙُ[85] مَ، پيرُ[86] پري،
سِسِي ڏارَ ڌَري، پُڇج، پوءِ پِرِيتَڙُو[87].

5

سُوري آه سينگارُ، اَڳِهين عاشِقَنِ جو،
مُڙَڻُ موٽَڻُ ميهَڻو، ٿِيا نظاري نِروارُ،
ڪُسَڻَ جو قَرارُ[88] اَصِلِ عاشقن کي.

6
سُورِي سِينگاري، اَصلِ عاشقن کي،
لُڏِيا ڪِينَ، لطيفُ چي، ٿِيا نيزي نِظاري،
ڪوٺيو ڪِناري[89]، آٽيو چاڙهي اُن کي.
7
سُورِيءَ مَٿي سيڻَ، ڪِهَڙي ليکي سَنَرا[90]؟
جيلهن[91] لَڳا نيڻَ، تي[92] سُورِيائي سيجَ ٿِي.
8
سُورِيءَ چڙهڻُ، سيجَ پَسڻُ، اِيُ ڪَمُ عاشِقَنِ،
پاهُون[93] ڪين پسن، سائو[94] هلن سامهان.
9
سُورِيءَ جي سَوَ وَارَ، ڏيهاڙيو چَنگِ[95] چڙهين،
جِمَ[96] وِرِجي چَڏِيين، سِڪڻَ جي پَچارَ،
پِرتِ نه پسين پارَ[97]، نِيهُن جِئائِين[98] نگُئو[99].
10
پِهرين ڪاتِي پاءِ، پُڇجِ پوءِ پرِينَڻُو[100]،
ڏُکُ پِريان جو ڏِيلَ ۾، واجَڻَ جيئن وَڄاءِ،
سِيخُنِ ماهُ پچاءِ، جي نالو ڳِيئَڙُءِ[101] نينهن جو.

11
ڪاتِيءَ ڪونِهي ڏوهه، ڳُنُ وَڍِيندَڙَ هَٿَ ۾،

پَسيو پَرِ عَجِيبَ جِي، لِچيو[102] وڃي لوھ،
عاشقنِ اَندوھ[103]، سَدا معشوقَنِ جو.
12
ڪاتِي تِکِي مَ ٿِئي، مَرُ مُنِيائي[104] هوءِ
مانَ وِرمَنِ[105] توءِ[106]، مون پريان جا هَٿَڙا.
13
ڪاتي جا قريبَ جي، سا هَڏَ چِيري چَمُ،
عاشقَن پنھنجو اڳُ[107]، ﷲِ ڪارڻِ وَڍيو.
14
جي تو سِڪڻُ سِکيو، ته ڪاتِيءَ پَئِي مَ ڪَنجُھ،
سُپِيرِيان جي سُورَ جو، ماڙھُن[108] ڏِجي نه مَنجُھ،
اَندرِ اِيءُ اَھنجُ، سانڍِج سُکائُون ڪري.
15
جان وڍين تان ويھ، نه ته وٿِيو واٿَ وانءُ[109] تون،
هِيءُ تَنِين جو ڏيھ، ڪاتِي جَنِين هَٿَ ۾.
16
ڪاتِي جَنِ ڳري[110]، مان لنؤنُ لڳو[111] تَنِ سين،
محبتَ جي مَيدانَ ۾، وڃان پيرَ پَري،
اَڏِيءَ سِرُ ڌَري، مانَ ڪُھَنِھُون[112] سُپِرين.
17
اَڳِيان اَڏِين وَٽِ، پوئَنِ سِرَ سَنباهِيا،

ڪاٿِ ته پوءِ قَبُولَ ۾، مَڇُڙ[113] پايين گهٽِ،
مَٿا مُهايَنِ[114] جا، پِيا ته ڏِسين پَٽِ؟
ڪلاڙَڪي[115] هَٽِ، ڪُسَڻَ جو ڪوپُ[116] وَهي.
18
جي اَڻِي سِڪَ سُرڪَ جِي، ته وَنءُ[117] ڪلاڙَنِ
ڪاڻِي[118]،
لاهي رَڪُ لَطِيفُ چي، مَٿو وَٽِ ماڻِي،
تِڪَ ڏيئي پِڪَ[119] پِيءُ تون، گهوٽَ مَنجهان گهاڻِي،
جو وَرنَهه[120] وِهاڻي[121] سو سِرَ
وَٽِ[122] سَرو[123] ساهَنگو[124].
19
جي اَڻئي سَڌَ سُرڪَ جِي، تو وَنءَ ڪلاڙَڪي هَٽِ،
لاهي رَڪُ، لطيفَ چي، مَٿو ماڻيءَ وَٽِ،
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ[125]، پِيجِ ڪي پيالِيُونُ.

20
جي اَڻئي سَڌَ سُرڪَ جِي، ته وَنءُ ڪَلاڙَڪي
ڪُوءِ[126]،
مَهيسَرَ[127] جي مَڏِ[128] جِي، هُتِ
هَڏِهين[129] هُوءِ[130]،

جان رَمزَ پَرُوڙِيَم رُوءِ، تان سِرَ وٿِ سُرڪي
سَگُهٽي[131].
21
جي اَٿئي سِڪَ سُرڪَ جِي، ته وَنءُ ڪَلاڙَڪي
گِهرِ[132]،
وَڍَڻُ، چِيرَڻُ، پَهَتِ[133] اُنِين جِي پَرِ،
جي وَٿِي پُوئِي وَرِ[134]، ته سَهَنگِي آهه، سَيّدُ چئي.
22
ناٽي ناهِ ڪَڪُوه[135]، ڪِين، مُلهه، مَنگو مَنڌُ[136]؟
سَنباهِج، سَيّدُ چئي، ڪاڻَڻَ ڪارَڻِ ڪَنڌُ،
هِيءُ تَنِين جو هَنڌُ، مَٿَنِ پاسِ مَرَنِ جي.
23
عاشقَ زهرَ پِياڪَ، وِهه پَسيو، وِهُيَسن[137] گهٽُو،
ڪَڙي ءِ قاتِلَ جا، هَميشه هيراڪ،
لَگِين لَئُون لطيفُ چئي، فنا ڪيا فِراقَ،
توٽي چِڪَنِ چاڪَ، تهَ پِه آهه نه سَلَنِ عامَ کي.
24
مَ ڪَرِ سَڌَ سَري[138] جِي، جي تون ٿارِيين ٿُوهُ،
پِيتي جنهن[139] پاسي ٿِئي، منجهان رَڳُن رُوحُ،
ڪاٺي[140] چَڪُ ڪَڪُوه[141]، لاهي سِرُ لَطيفُ چئي.
25

سَذَڙِيا سَرِي جُون، ڪُھ[142] پَچارُون ڪَنّ؟
جُھ[143] ڪاتَ ڪَلاڙَنِ ڪيا، ته موٺِيو پوءِ وَڃَنِ،
پِڪون سي پِيئَنِ، سِرَ جَنِين جا سَٿِ[144] ۾.
26
سِرُ جُدا، ڌَڙُ ڌارَ، دوڳُ[145] جَنِين جا ديڳ ۾،
سي مَرُ[146] ڪن پَچارَ، هَڪيا[147] جَن جي هَٽَ ۾.

27
ديڳين دوڳَ[148] ڪَڙھنِ،، جِتِ
ڪَڙِيين[149] ڪَڙَڪو نه لھي،
تِتي طَبِيبَنِ، چاڪَ چِڪَندا چَڏيا.
28
سِسِي سي گُهرَنِ، جي واٽِيندَڙَ[150] وِچَ ۾،
اُوءِ ڪِي[151] پيو پُڇَنِ، سَرو[152] جَنِ سَنباهِيو؟
29
اَصلِ عاشقَ پانهنجي، سِسِينه سانديِنِ،
لاهِيو سُرِ، لطيفُ چِي، ساھ سَلاڙيو[153] ڏِينِ،
ڪُلَهنيئُون[154] ڪاٽِين، پُڇَن پوءِ پرِيتَّو[155].
30
اَصل عاشقن جو، سِرُ نه ساندين ڪمُ، (سانڍڻ) ڪم
سَؤ سِسِنِئان اَڳرو[156]، سَندو دوسان[157] دم،

هِيءُ هَڏو ۾ چَمُ، پِڪَ پريان جِيءَ نه پَڙي[158].

31
جي مَٿي وِٿِ[159] مِڙَنِ، ته سپڪنهين سَڏَ ٿئي،
سِرَ ڏني سَٿَ جُڙي[160]، ته عاشقَ اِئين اَچنِ،
لِڏا[161] تي لَپَنِ، مُلهه مَهَنگا سُپِرِين.
32
مُلِهه مَهَنگو قَطَرو، سِڪَڻُ شَهادتَ،
اَسان عِبادَتَ[162]، نَظَرُ نازُ پِرِيَنِ جو[163].
وائي
مَنڌُ[164] پيئَندي مون، ساجَنُ سَهِي سُڃاتو.
پِي پِيالو عشقَ جو، سَپُڪي سمجِهيوسُون،
ساجَنُ سَهِي سُڃاتو.
پِرِيان سَندي پارَ جِي، اندر اَگِ اَٿُون،
ساجَنُ سَهِي سُڃاتو.
جِيئَڻُ ناهي جَڳَ ۾، ڏِينهن[165] مڙيئِي ڏوُن[166]،
ساجَنُ سَهِي سُڃاتو.
اَلا! عَبدُاللطيفُ چي، آهين تُونهِين تُون،
ساجَنُ سَهِي سُڃاتو.

[1]

. جاٽٽهار

[2] . جهان جون آسون اميدون پڄائي تو.

[3] . آءٌ تنهنجو مولا آهيان ۽ تون منهنجو محبوب.

[4] . ائين.

[5] . چيائين.

[6] . سينگاري.

[7] . دنيائون.

[8] . پڌرو، ظاهر.

[9] . مجلس، جماعت.

[10] . گڏ.

[11] . هو هڪڙو آهي ۽ سندس کو شريڪ نہ آهي.

[12] . ننگ کان، شرم ڪري؛

[13] . نانگا، غافل.

[14] . ڏيکار.

[15] . جنهن ڪاڻ دنيا نهي، شفاعت ڪندڙ.

[16] . ڏيان سان، صدق سان.

[17] . ڪيئن.

[18] . نمائين، جهڪائين.

[19] . چيو

[20] . زبان

[21] . اعليٰ فوقيت وارا

[22] . خدا جي حڪم جي پيروي ڪرڻ ۾ اڳرا

[23] . سٽائو تڙ.

[24] . دوست

[25] . نج

[26] . نج

[27] . نہ آهي ڪو خوف انهن کي، نڪو ڪو ڪين ڏک رسندو. (ق-ش2، 62)

[28] . وسندڙ، ممتاز

[29] . جن وحدت جي سچي معنيٰ سمجهي، سي ’الاالله‘ جو ذڪر پيا ڪن

[30] . پرڏيهہ، عالم عيب

[31] . ڪڏهين

[32] . آرام ڳولين

[33] . ڪلهن کان

[34] . وڍين، ڪپين.

[35] . انهيءَ

[36] . رستي، خيال

[37] . تڏهن

[38] . صفا يا سڳورا ڪيا (چونڊي ڪنيا)

[39] . جڏهن

[40] . ڪيڏانهن،ڪٿي

[41] . شادي، وصال.

[42] . وکر، سودو، واپار

[43] . پيالو

[44] . پليا، گمراه ٿيا

[45] . اي ڪچا! اڻ آزمودگار!

[46] . صوفي طريقي جا راز

[47] . عيب کان

[48] . نڪتو، آزاد ٿيو.

[49] . هيڪڙائيءَ مان

[50] . گهٽائي، دنيا

[51] . سموري

[52] . ٻئي ڪنهن

[53] . هل، هنگامو

[54] . خدا جو قسم تہ

[55] . پاڻ ئي، خود پاڻ

[56] . مجازي محبوب

[57] . اندر جهاتي پائڻ سان.

[58] . پڙلاءُ

[59] . پيچ، وٽ، رمز

[60] . ٻولي، آواز

[61] . اڪيئي

[62] . محلات

[63] . دريون

[64] . نظر

[65] . صورتون، شڪليون

[66] . روح، (مطلق هستي)

[67] . روح، (عارضي هستي)

[68] . ديدار

[69] . اهڃاڻ، صفتون

[70]. پرينءَ کي
[71]. نينهن نيڻن سان تيندو آهي
[72]. خوبي
[73]. ڳالهه ۾، عمل ۾.
[74]. ڏنم، خواهش ڪيم
[75]. پروڙي، ڄاڻي
[76]. ٻڌجي
[77]. قبول پئي، اثر ڪيو
[78]. بيماري
[79]. چڱي طرح اورانگهي يا لنگهي
[80]. طبيب
[81]. تون ساڙين ٿو
[82]. پيڄي، دوا
[83]. ديدار
[84]. وڻن
[85]. پوئتي هٽاءِ
[86]. قدم
[87]. محبت
[88]. انجام، واعدو.
[89]. گوشت ٽنگڻ لاءِ ڪنڍن جي قطار
[90]. خوش، وفادار
[91]. جنهن صورت ۾
[92]. تنهن صورت ۾
[93]. پنتي
[94]. اشراف، سڄڻ
[95]. ڪنيو، نيزو
[96]. متان
[97]. انت، حدون، طرف
[98]. جتان
[99]. نڪتو
[100]. محبت
[101]. ورتو اٿيئي.
[102]. لڌيو، ڏڪيو
[103]. غم، ڏک
[104]. مڏي ئي
[105]. ترسن، دير ڪن
[106]. تنهنڪري
[107]. انگ، جسم
[108]. ماڻهن کي
[109]. وڄ
[110]. گهر ۾، وٽ (هٽ ۾)
[111]. نينهن لڳو
[112]. اسان کي کُهَن
[113]. متان
[114]. ميهڙ وارن، مئلن
[115]. شراب چکائيندڙن، مرشد ڪامل
[116]. قهر
[117]. وڄ
[118]. شراب چکائيندڙن جي ٻني
[119]. سرڪ، ڊِڪ
[120]. نوجوان، بهادر مرد
[121]. غش ڪري، منجهائي
[122]. سر جي عيوض
[123]. شراب
[124]. سهانگو، سستو
[125]. سر جو سؤدو ڪر.
[126]. گهٽيءَ
[127]. پير مغان، ساقي، مرشد ڪامل
[128]. شراب
[129]. هميشه
[130]. هوڪو، هل
[131]. منهن، نمونو
[132]. سنن گڻن واري
[133]. رستو، دستور
[134]. حاصل ٿيئي
[135]. شراب جو قسم
[136]. شراب
[137]. خوش ٿيڻ.
[138]. شراب، عشق
[139]. جنهنجي پيئڻ سان
[140]. ٻنيءَ تي
[141]. شراب
[142]. ڪوهه، ڇو
[143]. جڏهن
[144]. عيوض ۾
[145]. ٽڪر، ذرا
[146]. پلي
[147]. حاضر، تيار
[148]. ٽڪر، ٻوٽيون
[149]. ڪڙاهين
[150]. شراب ورهائيندڙ، ساقي

[151]. ڪجهه

[152]. شراب

[153]. گڏ، ان سان (سلهاڙيو)

[154]. ڪلهن ڪان

[155]. محبت.

[156]. بهتر، مقدم

[157]. دوستن جو

[158]. برابر ٿئي

[159]. عيوض

[160]. سودو ٿئي، نهي

[161]. لڪيا، قسمت سان

[162]. اسان جو ڪم عبادت ڪرڻ

[163]. محبوب جو ڪم آهي، مهر جي نظر ۽ ناز ڪرڻ

[164]. شراب

[165]. ڏينهن

[166]. ۾

# داستان ٿيون

1
اُٺيارِي[1] اُٿِي وِيا، مُنهجهان مُون آزارَ[2]،
حَبِيبَ ئِي هَٿي وِيا، پيڙا[3] جِي پَچارَ،
طبيبن تَنوارَ[4]، هڏ[5] نه وٺي هاڻ مون
2
هڏ نه وٺي هاڻ مون، ويڇنِ جِي وِصالَ[6]،
هن منهنجي حال، حبيبُ ئي هادي ٿيو.
3
حبيب ئي هادي ٿيو، رهنُما راحتَ،
پيڙا نيائين پاڻُ سين، لائي ڏيئي لَتَ،
سُپيرِيان صِحَتَ، ڏِنِيَم مَنجهان ڏُکندي[7].
4
اَورِ[8] ڏُکَندو اُو ٿِئي، هادِي جنهن حَبِيبُ،
تِرُ تفاوت نه ڪري، تنهن کي ڪو طبيبُ،
رَهَنُما رَقيبُ[9]، ساٿَرِ[10] صِحَتَ سُپِرِين.
5
ساٿَرِ[11] صِحَتَ سُپِرِين، آهي نه آزارُ،
مَجلس ويرَ[12] مِٺو ٿئي، ڪوٺيندي قَهارُ،

خنجرُ تنهن[13] خوبُ هٽي، جنهن سين ٿئي يارُ،
صاحبُ رَبُ سَتّارُ، سوجهي[14] رَڳون ساهه جُون.
6
رڳون ٿِيُن رَبابُ، وڄن ويل سَپَڪنهين،
لچڻ ڪُڇَڻُ نه ٿيو، جانبُ ري[15] جَبابُ[16]،
سوئي سنڌيندُم[17] سُپري، ڪيس جنهن ڪبابُ
سوئي عينُ عذابُ، سوئي راحت روح جِي.
7
سوئي راهه رد ڪري، سوئي رهنماءُ،
وتعزّمن تشاءُ وتذل من تشاءُ [18].
8
پر ۾[19] پچيائون، عشق جي اسباب[20] ڪي،
درون هن درد جو، ڏاڍو ڏسيائون،
آخرُ والعصر[21] جو، ايهين[22] اُتائون[23]،
تنهان پوءِ آئون، سڪان ٿي سلام ڪي.
9
سڪين ڪُوهه[24] سلام ڪي، ڪرين ڪوهه نه سلام؟
پيا در تن حرام، ايءُ در جنين ديکيو[25].
10
مٺايان[26] مٺو گهٽو، ڪرو ناهه ڪلامُ،
سُڪُوتُ[27] ئي سلامُ، پريان سندي پار جو.

11

پريان سنجدي پار جي، مڙئي مجنائي،
ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيٽ ڪري[28].

12

ڇاڙِي ٻجهي جن، جتوسين سور سچ ڪي[29]،
تون ڪيئن[30] سنديون تن، پر[31] سين پچارون ڪريين.

13

تو جنين جي تات[32]، تن پُڙِ آهي تنهنجي،
فاذڪُرُوني اَذّڪُرُڪُم[33]، ايءَ پروڙج باتِ،
هٿ ڪاتي، ڳُڙُ واتِ، پُچَڙُ پر پرين جي.

14

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏُ ڪيو،
سو مون سڀ چمارَ، اورڙُ[34] اُهوئي ٿِيو.

15

پاٻوهي[35] هيڪارَ مُونهان[36] پڇيو سڄَڻين،
اَلَستُ بربّڪُم[37]، چيائون جنهن وارَ،
سندي سور ڪنارَ، تن تڏانهڪون نه لَهي.

16
پاپوهيو پچن، ڪٿي هٿُ حبيب جو؟
نيزي هيٺان نينهن جي، پاسي پاڻُ نه ڪَنِ،
عاشقَ اَجَلَ سامُهان، اُونچي ڳاٽِ اَچَنِ،
ڪُسَڻُ قُربُ جَنّ، مرڻ تن مُشاهدو[38].
17
ڪوٺي ڪُهي سُپرين، ڪوٺي ڪُهڻَ ساڻُ،
نيزي هيٺان نينهن جي، پاسي ڪر مَ پاڻُ،
ڄُلُ[39]، وڃائي ڄاڻُ[40]، عاشقَ اجل سامهون.
18
ڪونڌُ قريبن جو، عينُ تڙَڻُ آهه،
ايءَ اُلٽي ڳالهڙي، سڪ ورندي[41] ساهِ[42]،
آسر[43] هڏ[44] مَ لاهه، ڄڻَڻُ ڳنڍڻُ اُنِ جو.
19
ڪهن تان ڪر[45] لهن، ڪر لهن تان ڪهن،
سيئي ماءِ مهنّ[46]، سيئي راحت روح جي.
20
ڪُهي سو ڪر لهي، ڪوٺي سو قريبُ.
اها عادت سکيو، هر زمانُ حبيبُ،

تچي[47] سو طبيبُ، سوئي راحت روح جي.
21
ڪُهَنِ ۾ ڪوئين، ايءَ پر سندي سڄٽين،
سوريءَ چاڙهيو سُپِرين، ڏنپ ڏيهاڙي ڏين،
ويٺا ورھ[48] وٺين[49]، آءُ
وڍورڙِئا[50] وھاءِ[51] تون.

## وائي

ڏيندو تَنَ طَبيبُ[52]. دارُون منھنجي[53] دردَ جو،
ٻُڪِي[54] ڏيندُمِ ٻاجھ جي، اچي شال عجيبُ.
دارُون منھنجي دردَ جو.
پَرِينِ اَچِي ڪيو، سندو غورُ غريب،
دارُون منھنجي دردَ جو.
ڏکندو[55] سپوِئي ڏُور ڪيو، منجُھون[56] تَنَ طَبيبُ،
دارُون منھنجي دردَ جو.
اَدِيون عبداللطيف چي، ھاتِڪُ[57] آهِ حبيبُ،
دارُون منھنجي دردَ جو.
سر يمن ڪلياڻ

لغتي معنيٰ:

’يمن‘ لفظ جي لغتي معنيٰ آهي، ’من کي روڪڻ‘. يمن ڪلياڻ، ڪلياڻ راڳڻيءَ جو هڪ قسم آهي، جو رات جي وقت ڳائبو آهي.

سر بابت:

هن سر ۾، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون قائم رکيون ويون آهن، پر جتي جتي ڊاڪٽر ٽرمپ واريون پڙهڻيون وڌيڪ موزون سمجهوين ويون آهن، اتي اهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪي بيت رد ڪيا آهن، تن مان، گهڻي تفحص بعد، جيڪي بيت شاهه جا سمجهيا ويا آهن، تن جو هن نسخي ۾ اضافو ڪيو ويو آهي. اضافي ڪيل بيتن جا نمبر هيٺ ڏجن ٿا:

داستان 1 ۾ بيت نمبر 20

داستان 3 ۾ بيت نمبر 14، 15 ۽ 16

داستان 4 ۾ بيت نمبر 24، 25 ۽ 26

داستان 5 ۾ بيت نمبر 32، 37، 39 ۽ 40

داستان 7 ۾ بيت نمبر 1، 2 ۽ 7

داستان 8 ۾ بيت نمبر 10 ۽ 22

روحاني راز:

هي سر، مضمون توڻي عبارت جي لحاظ کان شاهه جو عمدو ڪلام آهي، جنهن ۾ حقيقي عشق ۽ تصوف جا

ڪئين راز ۽ رمزون عمدي نموني ۾ بيان ڪيون ويون آهن. هن سر ۾ ڏنل سپيئي تمثيلون، شاهه پنهنجي وقت جي مروج ڏنڌن ۽ انهن ۾ ڪم ايندڙ اوزارن سان ڏنيون آهن. لوهارن جي دڪان تي اڱرن جو ڪوري ۾ جلڻ، ڌوڻين جو ڌَنوَجڻ ۽ سنداڻن جوسَنڪَن ڏسي، انهن مان عجيب نصيحتون ڪيون اٿس- ڪلالن جي بٺيءَ تي شراب چڪجڻ، موکي جو مٺ کولڻ ۽ پياڪن جي پيهه ڪرڻ مان پڻ سالڪن لاءِ سبق آموز نڪتا ڪيا اٿس. طبيبن جي بيچارگيءَ ۽ عشق جي مرضن جي دنياوي ويڇن کان علحدگيءَ مان ڪئين تصوف جا اسرار پلٽيا اٿس. حقيقي معشوق کي ڪڏهين جراح (وڍڪٺ جي ماهر طبيب) سان، ڪڏهين جلاد ڪاسائيءَ سان، ڪڏهين تيرانداز شڪاريءَ سان، ڪڏهين دائودي شهسوار سان، ڪڏهن لوهار سان ۽ ڪڏهين موکيءَ سان تشبيهه ڏئي، انهن جا مختلف اوصاف بين ڪيا اٿس.

سچي عاشق کي عزازيل سان، چور سان، پتنگ سان ۽ اڱرن سان مشابهت ڏئي، هن کي ڪئين مشورا ڏنا اٿس. مولانا روميءَ جي سڄي مثنويءَ جو تت هڪ بيت ۾ ڏيئي، چڻ ته درياهه کي ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿس.

ظاهري علم مان پليءَ پت بهره ور هوندي به، ملن ۽ قاضين کي چڙي، اندر ۾ مفتي وهارڻ جي هدايت ڪئي

اٿس. آخرين بيتن ۾ صبر ڪرڻ، بردبار ٿيڻ ۽ ٻين کي نه رنجائڻ جي نيڪ نصيحت ڏني اٿس. مطلب ته ساري سر ۾ شاھ گهرا گفتا 7 عميق نڪتا ڏنا اهن، جي سالڪن لاءِ مشعل راھ ٿيندا.

هن سر ۾ برھ جي بيمار جو علاج ۽ محبت جي مريضن جا ڪيترائي جذبات جظاهر ٿيل آهن. دئي دور ڪرڻ، حقيقي عشق جو شراب پيئڻ، چپن کي چُني لائڻ ۽ اندر ۾ پاڻ کي اَڱرن وانگر پچائڻ، عشق جي مذهب جا ضروري ۽ لازمي شرط ڄاڻائي، شاھ سچن صوفين جون اعليٰ صفتون ۽ انسانيت جي ممتاز درجي تي پهچڻ جون رمزون ٻڌايون آهن. مطلب ته شاھ، هن سر ۾، ڪوڙن مدعين ۽ خالي سڏڙين جون ڪليون کولي ڇڏيون آهن.

سر يمن ڪلياڻ

داستان پهريون

1

توُن حبيبُ، تون طبيبُ، تون دردَ جي دوا،

جانِبَ منهنجي جيءَ ۾، آزار[58] جا انواع[59]،

خاحب! ڏي شفا، ميان! مريضن کي.

2

تون حبيب، تون طبيبُ، تون دردَ جو دارُون،

دَوا آهِنِ دل کي، تونهنجيون تنوارُون[60]،
ڪرِيان ٿي ڪارُون[61]، جيئن
ٻُڪِي[62] ٻِئَنِئُون[63] نه ٿئي.
3
تون حبيبُ، تون طبيبُ، تونهين[64] ڏَٿَنِ[65] ڏَپُّ[66]،
تون ڏيين، تون لاهين، تونهين هادي رب،
آهِم اِيُ عَجَبُ، جيئن، واريو ويجَ هاريين.
4
تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دردَن،
تون ڏيين، تون لاهيين ڏاتَرَ کي ڏُکندنِ،
تڏهين ڦڪيُون فَرَقُ ڪَنِ، جَڏِهن اَمُر ڪَرِهو[67] اُنِ کي.

5
جان ڪي[68] ڪري طبيب، دارُون هِنَ دردَ جا،
هٿِيو سي حبيبُ، اُکوڙيو اَڏَ ڪَري.
6
هڻُ حبيبَ هٿُ ڪٽي، ٿيڪ[69] مَ ٿورو لاءِ[70]،
پريم تنهنجي گهاءِ[71]، مران ته مانُ لهان.
7
هَڻُ حبيبَ هٿُ ڪٽي، دل ۾ ڏيري[72] دانه،
ڪُچان تان ڪوڪ ٿئي، صبرُ آئُون نه سهان،

ڪنهن ڪي ايئن چُوئان[73]، ته مون ڪي ماريو سڄڻين.
8
هَٺُ حبيب هٿُ ڪٽي، ٻنگان[74] لهي ٻاڻُ[75]،
ماڳهين مون منه[76] ٿئي، جهوليءَ وجهان پاڻُ،
اِنَ پَرِ ساڃَنَ ساڻُ، مانَ مقابلو[77] مون ٿئي.
9
جِتِ حَبيبَ هَٽَنِ، نائُڪَ[78]، پَري نينهَن جِي،
تِتي طَبِيبَنِ، وِڃا[79] وجي وِسَرِي.
10
هَٽين جي حبيبَ! محبتي ميا[80] ڪري،
پُڇان ڪين طبيبَ، هُوندا[81] گهائَنِ سين ٿِي گهارِيان.
11
چوري چنگ[82]، ٻنگُ[83] لهي، حبيبن هنيوس،
ٻُجهان[84] ٻاڻُ لڳوسِ، ڪانارِئو[85] ڪَرَ[86] ڪٽي.
12
ڪانارِئا ڪُٽِڪَنِ، جَنِين لوه[87] لڳَنِ ۾،
محبت جي ميدان ۾، پيا لال لُڇن،
پاٽهي ٻَڌَنِ پَٽِيُون، پاٽهي چڪئا[88] ڪَنِ
وَٿان وادِوڙِينِ[89]، رهي اچجي راتڙي.
13
رهِي اَچجي راتڙي، تن وادوڙين وَٿاءَ،

جَنِ کي سُورُ سَرِيرَ ۾، گھٽَ منجھاران[90] گھاءَ،
لڪائي لوڪاءَ، پاڻھي ٻَڌَنِ پٽيُون.
14
اَڄ پُڻ ڪنجھو ڪجھ، وڍوڙَڪي[91] منھين،
جي پُڻ[92] پيين سنجھ[93]، هُوءِ پنيُو، هوءَ پٽيُون[94].
15
اَڄُ پُڻ ڪھڙي دانھن، واڍوڙڪي منھين؟
ويڄ ورائي ٻانھن، چوري، چاڪَ نھاريا.

16
ويچارا واڍوڙ، سدا شاڪر[95] سور سين
تانين مٿي توڙ[96]، اوري ڪن نه آسرو.
17
سدا آھي سور جي، واڍوڙين وائي،
جيڪا اَٽن من ۾، سلن نه سائي،
اوڙڪ[97] اُھائي، ڳوليو لھن ڳالھڙي.
18
سگھڻِ[98] سُڏِ نه سُورَ جِي، گھايل ڪيئن گھارين؟
پيلُ پاسو پَٽَ تان، واڍوڙَ نه وارين،
پر ۾ پچن پرينءَ لئي، هُئي! هنجھون[99] هارين،
سجڻ جي سارين، تن رويو وِھامي[100] راتَڙي.

19

سگھن سُڌِ نه سور جي، ٿا رُنڪنِ[101] رنجوري[102]،

پيا آهن پٽ ۾ مٿن ماموري[103]،

لڳين لَنوُ، لطيفُ چئي، سدا جي سُوري[104]،

پرتِ جَنِ پورِي، تَنِ رويو وِهامي راتڙِي.

20

سدا آهي سُورَ جِي، رَنجُورَنِ[105] رُنٽڪَ[106]،

ڪنهن جنهن ڏُک ڏَسائيا[107]، لٿين ڪين چُٽڪَ[108]،

اِنَ پلاريءَ پُٽڪَ[109]، هيڪر حضوري ڪيا،

21

آيل اُن نه وسهان، منهجون جي هارين،

آٽيو آبُ اکين ۾، ڏيھ[110] کي ڏيکارين،

سڄڻ جي سارين، سي نه ڪي رون، نه چون ڪي.

وائي

ورسئا[111] ويچ ويچارا! دل ۾ درد پرين جو.

اُٺيو ويچا! مَ وِهو، وجو دپ کٽي،

دل ۾ دردُ پرين جو.

بُڪِي ڏيندا ٻاجَھ جي، آيا سُورَ- ڏٽي،

آيا جي جيارا

دل ۾ دردُ پرين جو.

# داستان پيو

1

تن طبيب[112] نه تون، سُڌِ نه لَهين سُورَ جِي،
سانڍِ پنهنجا ڏيڙا[113]، ڪڏ ڪٽي ۾ پون[114]،
ڪانه گهرجي مون، حياتي هوتن ري[115].

2

ويچن سين وائيءَ پيا[116]، ڪري[117] نه ڪئائون،
جي پند[118] پاريائون، ته سگهائي سگها ٿيا.

3

ويچنِ سين وائيءَ پيا، ڪري ڪنِ نه پاڻِ،
اگها اِنَ اُهياڻِ، پَسو! سُورَ سِجهائيا[119].

4

آهي گهٽو اگهنِ جو، تَرَسُ طبيبن،
ڪيو وَسُ ويچن، تان ڪريءَ ري ڪين ٿئي.

5

ترسُ طبيبن جو، جڏن ڪيو نه جات[120]،
جو ويچن جي واتِ، دارُونئا[121] تنهن دُورِ ٿيا[122].

6

اگهائي سگها ٿيا، جي ويڻا وٺ ويچن،

ترسي طبيبن چيٺي[123] هوند چڱا ڪيا.
7
پاڙي ويچ هُئامِ، تان مون مورُ نه پڇيا،
تيلاهين پيام، موريسر[124] اکين ۾.
8
هارئا[125] تو هري ڪيچُ[126] ڪايا[127] سين ڪيو،
ڪريين جي ڪري، ته تون توانو ٿيين.
9
جي پائيين پرين مڙان[128]، سک چوران ڪي ذات[129]،
جاڳڻ جشن[130] جن کي، سک نه ساري رات،
اجهي ٻجهي[131] آئيا، وائي ڪن نه وات،
سلي[132] سوريءَ چاڙهيا، بيان ڪن نه بات،
توٽي ڪسن ڪات، ساڳي سلن[133] ڪين ڪي.
10
تڙي[134] طبيبن گهايل گهران ڪڍيو،
چڪيا[135] چاڪ چهون[136] ڪري، ڪڙُيون مورُ نه ڪن[137]،
دوس[138] جي درسن سين، پئي ٺارُ[139] ٿين[140]،
وِرِچيو ويچ وجن، آءُ ته پريم اُبهان[141].

11

ويچنِ ويٺي ئي، دوسُ پيهي در آئيو،
صحت جي سرير ۾، ڪل[142] ڪرين[143] پيئي،
پيڙَ پري ويئي، اچڻ ساڻ عجيب جي.

12

وڃي جن وڃياس، وري ويڄ ئي سي ٿيا،
ترٽُ ٻڌائون پٽيُون، روز ڪيائون راسِ[144]،
هينئڙا! تنين پاسِ، گهارِ ته گهايلُ نه ٿيين.

13

هاريا[145] ويڄ، مياس! سڌ نه لهن سور جي،
پريان ڪي چونڊياس[146]، ته ترس طبيبن ڇڏيو.

14

ويڄ! مَ ٻُڪي ڏي، الا! چڱي مَ ٿيان،
سڄڻ مان اچي، ڪرلاهُو[147] ٿي ڪڍهين.

15

ويهڻُ ويچنِ وٽ، جي سکين ته سگهو[148] ٿيين،
اڳين عادت مٺ، ته اگها! عاجزُ نه ٿيين.

16

هئين ته ويچنِ وٽِ، تون ڪيئن جيءَ جڏو[149] ٿيين،
سرُ ڏيئي ۾ سٽِ، ڪُهه نه ڪيئي ڊيڙا؟[150]

17

ڪُنيس ڪويچنِ[151]، تن طبيبَ نه گڏيا،
ڏيئي ڏنپ ڏڏنِ[152]، ڏيلُ ڏُڪوئيو.

18

دارُون ۽ ڪارُون[153]، جان ڪي ڪيا ويچ مون!
ٻُڪي ڏيندا ٻاجھ جي، نهاري ناڙُون[154]،
جن جُون سيڻَ لَهنِ سارُون[155]، تن تان ڏکندو ڏور ٿئي.

19

اگھنِ مِڙِي اَڄُ، ڪيو سَڏُ صِحَتَ ڪي،
ڏُورِ ڏُکندا پَڄُ، مهريءَ[156] مُنهن ڏيکاريو.

وائي

اچي سار لهيج، ساڇن سور ٿُماري[157] آئون ماري!
سُور ٿُماري جي مران، تان مُون ڏوھ نه ڏيج،
ساڇن سور ٿُماري ائون ماري!
ڏِيَنِ پَري هٿڙا[158]، دارُون دوستَ ڪَريج،
ساڇن سور ٿُماري آئون ماري!

---

[1]. جاڳائي

[2]. اندر ۾ محبت جو مچ مچائي پوءِ پاڻ ڪدي ويا.

[3]. درد، بيماري

[4]. درد، بيماري

[5]. اصل، بنھ

[6]. طبيبن جو اچڻ

[7]. بيماري، در

[8]. وڏيڪ، عجيب، علحدو

[9]. نگھبان، خدا جو نالو

[10]. دوا جو نالو

[11]. مفيد دوا

[12]. مهل

[13]. تنهن کي

[14]. صاف ڪري، چڪاسي

[15]. ڪان سواءِ

[16]. جواب، جواب ڪان سواءِ، خاموش

[17]. شفا ڏيندم

[18]. جنهن کي وڻيئي تنهن کي عزت وارو ڪرين ۽ جنهن کي وڻيئي تنهن کي ذليل ڪرين (ق-ش-3، 25).

[19]. مخفي طور

[20]. ڪارڻ

[21]. سوره والعصر جو پويون لفظ يعني ’صبر‘

[22]. ائين ئي

[23]. چيائون

[24]. چو

[25]. ڏنو

[26]. منائيءَ ڪان

[27]. خاموشي، ماٺ.

[28]. دل لائي، خبرداري سان

[29]. توکي سور ڏنائون

[30]. ڪيئن

[31]. ڏارين

[32]. پچار، يادگيري

[33]. ياد ڪريو مون کي، تہ آءٌ بہ اوهان کي ياد ڪريان (ق-ش، 2، 102)

[34]. ياد ڪرڻ

[35]. مرکي

[36]. مون ڪان

[37]. چا، نہ آهيان مان اوهان جو رب؟ (ق-ش، 7، 172)

[39]. هل، وڃ

[40]. خودي يا هستي سمجهڻ

[41]. جواب

[42]. ساه اهائي

[43]. آسرو، اُميد

[44]. ڪڏهن

[45]. خبرچار

[46]. زخمي ڪن، نيزو هڻن

[47]. ڪپي ۽ ڪوري، وڍي.

[48]. وچوڙو، عشق جو عذاب

[49]. وراهين

[50]. اي قتيل

[51]. خريد ڪر

[52]. دل گهريو حڪيم تيندو

[53]. منهنجي

[54]. دوا

[55]. بيماري، درد

[56]. اندر مان

[57]. هوشيار، قابل.

[58]. آزار، درد

[59]. انواع، ڪئين نمونا (قسم)

[60]. سنيون ڳالهيون، ذڪر

[61]. پڪارون، ڪوششون

[62]. دوا

[63]. بين ڪان

[64]. تون ئي

[65]. بيمارن جو (ڊنلن، اگهن)

[66]. دوا

[67]. ڪريو.

[68]. جڪي بہ

[69]. پوئتي هٽاءِ. قياس ڪر (بس ڪر. بند ڪر. هٽاءِ. م.)

[70]. مهرباني ڪر

[71]. زخم جي ڪري

[72]. اونهي، جهڪي، ڳجهي، ويچاري

[73]. چوان

[74]. ٻنگ يا ڪمان جي ور مان

[75]. تير

[123]. كوشش كري، حيلو كري
[124]. چاليون، ڦلا
[125]. نادان، هار كاڌل
[126]. كري پيجي، نقصان
[127]. بدن.
[128]. مِلان
[129]. روش، ڍنگ
[130]. مزو، خوشي
[131]. ٽكي ٽٽي، رُلي پَٽكي
[132]. سوراخ كري، عذاب ڏئي
[133]. سَلِينِ، مَجينِ، بڌائين
[134]. گهر مان
[135]. كڙهيا
[136]. چيهيون، چيرَ
[137]. ڦٽ اصل نٽا ڇٽن
[138]. دوست
[139]. آرام اچي
[140]. وڍن، ڦٽن
[141]. اُٽي بيهان، چاق ٿيان
[142]. سڌ
[143]. لڳن ۾
[144]. نؤبنو.
[145]. هارايل، ناكام
[146]. چونديس

[95]. راضي
[96]. آخري منزل
[97]. آخر، نيٺ (گهڻو)
[98]. تندرست ماڻهن
[99]. گوڙها
[100]. گذري
[101]. كنجهن، كڙكن
[102]. رنجور (ف)، بيمارَ
[103]. امر كيل بيماري
[104]. دائمي درد، عشق هميشه جو آزار آهي
[105]. بيمارن، عاشقن
[106]. كنجهكار
[107]. ڏنگيا
[108]. سور، درد.
[109]. تنوار، وائي، خبر.
[110]. ڏيهه جي ماڻهن
[111]. گمراه ٿيا، عاجز ٿيا،
[112]. حكيم،
[113]. دوائون
[114]. زمين
[115]. كان سواءِ
[116]. تكرار كيائون
[117]. پرهيز
[118]. صلاح، نصيحت.
[119]. ڳاريا، جهوريا
[120]. ذات، پٽيءَ، هرگز
[121]. دوا درمل كان
[122]. پاسو كيائون

[76]. بهانو (سبب)
[77]. ملاقات، گڏجاڻي
[78]. ناوَكَ، تير جي نوك (چهنب، چوٽ. م.)
[79]. قابليت (علم، هنر.م.) منجهيو پون
[80]. مهرباني (رحم. پاجهه. م)
[81]. جيكر.
[82]. كمان كي كشي
[83]. وَنگ، تير جو گوشو يا چيڙو (جيكو كمان جي زهه تي چاڙهجي)
[84]. آءٌ پانيان ٿو (سمجهان ٿو)
[85]. تير يا كان لڳل ماڻهو
[86]. هٿ (متي اُپڙي، (كُر كٽي: كنڌ كٽي، پُڙي) متي اُڇلي
[87]. تير
[88]. علاج
[89]. ڦٽيلن
[90]. دل ۾
[91]. وڍيلن جي
[92]. جيتوڻيك
[93]. سانجهي
[94]. اجا پيا مرهم پٽي كن.

[147]. خبر لهڻ وارو، شفا ڏيڻ وارو
[148]. چڱو ڀلو
[149]. اڳهو
[150]. سر عيوض ۾ ڏئي، سر جو سودو ڪري ڇونہ علاج ڪيئي؟

[151]. ڇٽ طبيبن
[152]. اڻ ڄاڻن، موڳن
[153]. ڏانهون
[154]. نبضون
[155]. سار جو جمع، پَرگهور.
[156]. مهربان، مهر ڪندڙ

[157]. تمهاري، توهان جي، تنهنجي
[158]. دوائون هٽن ۾ ڪٽي

# داستان ٽيون

1

هَئي هَئي! وَهي هَاءِ[1]، من ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوش جلاجئيا، ٻڪين[2] ٻري باھ!
پسو مچ مٺاءِ[3]، جي ويساھ نه وِسهو[4]!

2

هَئي هَئي! وَهي هُوءِ[5] من ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوش جلائيا، ٻڪين مُڪي ٻُوءِ!
اچي پسو روءِ[6]، جي ويساھ نه وِسهو!

3

ڪاندين ٽاندين ٻاٻُرين[7]، پچان مَرُ پيئي!
جيرا، جگر، ٻڪيون، سيخُنِ ۾ ٿيئي!
ويڇنئون ويئي[8]! ٿي وهيٽي[9] سڄٽينِ!

4

سَرُ[10] جو سَجيو[11] سڄٽين پَرُ پيڏيءَ[12] ڏيئي،
ڪانَ ڪرنگهرُ[13] ڪپيو، پکن سِرِ[14] پيهي،
جيرا، جگر، ٻڪيُون، پاساڙا[15] ٻيئي[16]،
ويڇنئُون ويئي، ٿي وهيٽي سَڄَٽين.

5

سر جو سڄيو سڄڻين، ٻنگان[17] ٻاڻُ[18] پري[19]،
ويو وجودان[20] نڪري، ڪڙ ڪڙا ڪانُ ڪري!
پُڇو پيرَ پري، ته ڪِي ٿريو هَٿُ حبيبَ جو؟

6

سَرُ جو سڄِئو سَڄڻين، ٻيهر ٻاڻُ پري،
چمڪيو[21] سو چوهَ مان، ڪڙڪڙ ڪانُ ڪري،
جيرا جگر، ٻڪيون، لنگهي پيو پري،
لڳو جيءَ جڙي، تاٽيان[22] تيرُ نه نڪري!

7

سَرُ جو سڄيو سڄڻين، سيگ[23] منجهان سيلو[24]،
ٿنگرُ[25] ٿڪيو[26] ڪينڪي، پار لنگهيو پيلو[27]،
هَٿُ سين حِيلو، جانب جيڏو ئي ڪيو.

8

ڏَڳايومِ[28] ڏَئين، ڇيرو[29] اَندرِ ڇِندڙي،
لڳي سيخ وُجود ۾، سندي نينهن[30] نئين،
مُشاهدي تهين، مون کي وڌو مَچَ ۾.

9

پُڄُ پَتنگنِ کي، سنديُون ڪامَڻَ[31] خَبرُون،
آٽيو وجهنِ آگ ۾، جِيُ پنهنجو جي،

جيري جنين جي، لڳا نيزا نينهن جا.

10

پَتَنگ چايين[32] پاڻَ کي، ته اَچي آڳِ اُجهاءِ،
پَچَڻَ[33] گهڻا پچائيا، تون پچڻ کي پچاءِ،[34]
واقفُ ٿي وِساءِ، آڳِ[35] نه ڏجي عامَ کي.

11

پَتَنگُ چايين پاڻَ کي، ته جيري پئو چاٽي،
تان تان تاڻِج تَوَ[36] ڏي، جان آڳِ نه اُجهاٽي،
وِسَهه وِهاٽي[37]، آڳِ نه ڏجي عامَ کي!

12

پَتَنگُ چايين پاڻَ کي، پسي مچُ مَ موٽُ،
سهائي[38] سُپَرين جي، گهڙُ ته ٿيين گهوٽُ،
اَجان تون اَروٽُ[39]، کُوري خبر نه لهين.

13

پُري[40] پتنگ آئيا، مڙي مٿي مچ،
اوڏا ٿيا آڳِ کي، سڙيا مٿي سچ،
سندس ڳچيُنِ ڳچَ، ويچارن وچائيا.

14

پُرِي پَتَنگ آئيا، سري وٽ ساهي[41]،
اچي پيا آڳِ ۾، ڪُڏي سپ ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، ڪاٽا کُوري وچ ۾.

15
پُري پَتَنگَ آئيا، سري سهائي هيٺ،
ٿيندا ڏيٺاري ڏيٺ[42]، مٿو ڏيندا مچ کي.
16
پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نه لچيا[43]، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ[44]، ويچارن وڃائيا.
17
چڙهيو چڪاسِن چاءِ[45]، آڳ برندي آئيا،
وِهُسَنِ[46] واڙيءَ ڦُلَ جيئن[47]، محبتي مچ لاءِ،
آٽي پاڻُ آڙاءِ، ڪٽي ڪوري وِچ ۾.
18
جي تتو تنُ تَنُور جيئن، ته چندي ساڻُ چماءِ[48]،
آٽي آڳ ادب جي، ٻاري جانءِ اجلاءِ،
پُرقِئا اندر بازيُون[49]، پنهنجيون سڀ پچاءِ،
لُڇَنُ لنؤُ[50] لطيفُ چي، پَڌَرِ هَڏِ مَ پاءِ،
متان لوڪ لکاءِ[51]، وصالان وڃُ پئي[52].
19
اجا تنُوراءِ[53]، ڪالهه[54]، ڪيياسُون سچٽين،
پُڻ تاياُئون تڪڙو، وحدتَ جي وڏاءِ[55]،
مَحَبَتِينِ مٿاءِ، مَڃُ مُورائِين[56]، نه لهي!

20
يَچائي پهاڻُ[57]، جَنِ رَساٽئو[58] رُڪَ کي،
تَنين سنڌو چاڻُ، آهي آڳڙين[59] کي.

21
ڏَنءُ ڏَنءُ[60] ڏَمَڻُ وارَ[61]، اَڄُ پُڻ آڳڙين جي،
ٻاري مچُ مجازَ جو، اوتيائُون آڳار،
ڏُوڏِيا[62] ٿِيُ مَ ڏارَ، جِم[63] ڪچو رُڪُ ڪَٽيون
ٿئي.[64]
22
ڏُوڏا! تون نه ڏَنئين، آڳِ اوڏو نه وڃين!
اُلا جي عشقَ جا، سي تان تون نه سهين،
اُپو ايئن چُئين[65]، ته آئون آڳِريون آهيان!
23
سِرُ سانداڻِ ڪِرِي، پُڇجِ گهرُ لُهارَ[66] جو،
ڏَڪَنِ هيٺ ڏَري، مان گڏيئي رُڪَ سين.
24
سهين[67] جيئن سنداڻ، ڏَڪَنِ مٿي ڏڪڙا،
وَهه[68] وجائي پاڻِ، ڏي ڏُباڻُون[69] ڏگرين[70].
25
هَئي! ٻرَ اَڱارَنِ، ٻڏاهِين[71] ٻرَن جي،

هِڪُ ڪُوري ڪنِئيا[72] ٻيو ڏُوڏي[73] منجهه ڏَڳِنِ[74]،
پاڻان لُهارَنِ، ميڙي رَڪِيا مَچ لَئي.
26
ٻارِيو اُجهائين پرين، اُجهايو ٻارِين،
مون ڪي ٿا مارين، لُئا[75] لُهارنِ جا.
27
اَڄ آڳِڙِيا آئيا، سُوڏا[76] سِراٽي[77]،
پياري پاٽِي، تيغُون ڪندا تِڪِيُون[78].
28
اَڄُ آڳِڙِيا آئِيا، سائُو[79] ڪي سُڄاڻَ،
لاهِيندا مورِياڻَ[80]، رُڪُ ڪَرِيندا[81] پَڌرو.
29
ڪَٿُ ڪَڙهي، لوهه ٻَري، ڏُوڏا جِت ڏَڳِن،
مُترِڪَنِ مُنهن[82] ڪيڍيا، سانداٽِيُون سَڪَنِ[83]،
اَڄ پُٽِ اَڳِڙِينِ، ميڙو آهي مَچَ تي.
30
سَرَها ڏِٺَمِ سي، جَنِ ساڃاهه[84] سِراٽِ سين،
تيغَ تَنِين جي ڪي، ڪَٿُ نه لڳي ڪَڍهين.
وائي.
جِيءُ جِياريو، جيءُ جِياريو، ڪِينَ
مُنهنجَهڙو[85] هارِيو[86].

منهنجو جيءُ جياريو.
پرِيَنِ جِيَ پَچارَ، سيڻَنِ جي سنپارَ، جڏڙو جيءُ جياريو،
منهنجو جيءُ جياريو.
اُجِئو تَنُ عَمِيقَ[87] مان، پِرِينِ پُوچ[88] پِياريو،
منهنجو جيءُ جيارِيو.
مَرَضُ مَرِيضنِ تان، اشاري ساڻُ اُتاريو[89]،
منهنجو جيءُ جيارِيو.
ڪَرَمَ ڪَرِيمَنِ جي مون ڪي، اَهُڪِيَ مان اُڪارِيو[90]،
منهنجو جيءُ جيارِيو.
سئون مُنهن ڪِري[91] سُپرِين، آئين[92] نِرَمَلَ
نُورَ[93] نهاريو،
منهنجو جيءُ جيارِيو.
سائِلَنِ جيئن سَڏَ ڪَري، ائين طالِحَن[94] ڪي تاريو،
منهنجي جيءُ جيارِيو.

# داستان چوٿون

1

ايڪُ[95] پِيالو بَه جَڻا، عِشقُ نه ڪري ايئن،
ليڪيا جي لِڪَّ ۾[96]، سي قُربَ رَسندا ڪيئن،
هُئَڻَ[97] ڪِيا هيئن، وانجئا[98]، پسُ! وِصالَ ڪان.

2
ايڪُ پِيالو، پِه چِٽا، عِشقُ نه ايئن ڪَري،
آتي[99] سي ايڪُ ٿيا، جي گَتا[100] نينهن ڳَري[101]،
ڏُئي[102] ڏارَ ڏَري، خُلّت[103] خَنجَرُ آئيو[104].
3
ايڪُ پِيالو، پِه چِنا، عشقُ نه ڪري اَڏَ،
اِيَ تان ساعِرَ[105] سَڏَ، ڪَيئي جا[106] قوال سين.
4
جيڏاهن قاتِلَ ڪوڙَ[107]، اَڪيُون اوڏاهين ڪَٽـي،
وِهُ[108] تَنِين جِي ووڙَ[109]، جَنِين سانگُ[110] نه ساهَ
جو.
5
اَڪيون اوڏاهين ڪَٽـي، جيڏانهن قاتلَ ڪُلِ[111]،
مَٿو ڪَنِ نه مُلِ[112]، پِڪَ[113] برابر پانهنجو.
6
قاتِلُ[114] ڪمائي ڪري، وِهُ ماڪِي جي ڪَنِ،
وَٺان ويهِي تَنِ، پيچ[115] ڪي پياليُون.
7
هوندو هَڏِ مَ سنڌِ، لاءِ پياڪَنِ پانهنجو،
پُوڄ[116] پِيارڄِ پهيڙا[117]، ويندا وَٺيو ڪَنڌِ[118]،
ته هَٿَ تنهنجي هَنڌِ[119]، موڪِي[120]! ڪو مانُ لَهي.

8

هوندو هَڏِ مَ رَڪُ، لاءِ پياڪَنِ پانهنجو،

وَٽِي واٽاڙُئَنِ[121] کي، تان پياري پَرَڪُ،

سا لِڪَ[122] لهي ٿِي لَڪُ، جا تو ايندي اُنِ سين.

9

گهٽَن[123] ۽ گُهٽَڪِنِ[124]، وَٽِيُون پِيَنِ وِهه

گاڏُيُن[125]،

بَرخيز بده[126] ساقِي، پِيارِ کي پِرِينِ،

پِڪين[127] نه پَرچَنِ، مَٿَ تَڪيائون مَنجهيان[128].

10

آڻي اُتَرَ واءَ، موڪِيءَ[129] مَٿَ اُپَٽِيا[130]،

مَتارا تنهن ساءَ[131]، اَچَنِ سِرَ سَنباهِيو.

11

وِجِهجِ واٽاڙُئنِ تي، ميخاني[132] جي ماڪَ[133]،

ٿيندي سُڌِ سَيَڪَنهِين[134]، هنڌِ هنڌِ پُوندي[135] هاڪَ،

پِرهَ جا پِياڪَ[136]، جُهُ سي[137] اَگَٽِ آئيا.

12

جُهُ سي اگَٽِ آئِيا، ته سَرو[138] ڪَندا سُجَ،

سائِي ٿيندِيَنِ اُجَ، هِي پيتو، هُو آڻِ ڪِي.

13

موڪي[139] چوڪي[140] نه ٿئي، اصل
اوچي[141] ذات،
وَٽيون ڏيئي وات، متارا[142] جنهن مارِيا.
14
مَتارا مَرِي ويا، موڪي! توڪي! تون نَه مَرين،
ڪيهي[143] پَرِ پَرين[144]، ڏُکي ڏاتارَنِ[145] ري؟
15
متارا مَرِي ويا، موڪي تون پِي مَرُ!
تنهنجو ڏوس[146] ڏَمَرُ، ڪونه سَهَندو اُنِ ري!
16
سَري[147] ڪين ڪيون، ويڙ موڪيءَ جي ماريا،
ڪو جو سُخنُ ڪلاڙَ[148] جو، پتي تي پيون[149]،
تنهان پوءِ ٿيون، مرڻُ مَتارنِ ڪي!
17
اَجا ڪُوري ماڳ[150]، مَٽَ، ڪُنِڪا، ڪَٽَ گهڙا،
لاهي ويهه مَ لاڳَ[151]، موڪِي مَتارن جا.
18
ڪَنڌِ ڪَٺارو[152]، مُنهن[153] وَٽِي، عادَتَ جَنِين ايءَ،
تَنِين تِڪُون ڏِنيُون[154] جُنبِي[155] مَنهجان جيءَ،
سَرو[156] تَنِ سَبِيءَ[157]، جَنِ حاصُلُ ڪِيو
حالَ[158] ڪي.

19

موڪيءَ[159] مٿو نه گھريا، وِھ نه وِھاٿيا[160]،

سُرڪِيءَ ڪاڻ سيّدُ چي، اُتي ٿي آٿيا[161]،

جي ڳالھين ڳڱاٿِيا[162]، تَن بَٿِنِ[163] پاسي

ٻُٽيُون[164].

20

سِرُ ڏيئي سَٿِ جوڙِ[165]، ڪنھن پَرِ

ڪَلاڙَنِ[166] سين،

ڪاتِي ڪَرٿُ[167] ڪَپار ۾، خَنجَرُ آٽي ڪوڙِ،

مَرَٽا منھن مَ موڙِ، وَٿِي ٿِي وَڍِ لَھي[168]!

21

وَٿَ وَٿَ وَٿِيءَ ۾، مَٿَ مَٿَ مَنڌُ پيو[169]،

قَدرُ ڪيفَ[170] ڪلاڙَ[171] جو، پِياڪَنِ پيو،

اَچِن دُرسُ دُڪانَ تي، ڪنڌُ قَبولُ ڪِيو،

سُرَھا سَرُ ڏِيو، چَڪَنِ سُرِڪَ سَيّدُ چي.

22

آتِي[172] ٿِي اَڱارُ، ڪامِي ڪِرادارَنِ[173] سين،

پَسين سي پَتارَ، پُرِ پيتوئي جَنِ سين.

23

ڪلاڙِ نِئُون ڪاءِ[174]، مَتِ نه سڪين، مون هينيان[175]!
رُوئندي[176] راتِ وِهاءِ، چِڪائيندي بَنِيون.
24
موڪِيءَ مَٿَ اُپَٽِيا، اچا اگڙ ڏار،
اِيندا تو دَربارِ، وِهَ پِيئندا وَٿِيون.
25
موڪِيءَ مَٿَ اُپَٽِيا، سَويرا صُبوحِ،
اُچي[177] جي، عبداللطيفُ چي، باسُ نه پُهتِئي بوءِ؟
ڪَڙُو جي ڪَڪُوه، ته به وَٿِ سِرَ[178] گُهرَنِ وَٿيون.
26
وَٿِ سِرَ گُهرَنِ وَٿِيُون، ڏَڙَ سُرڪيينِ ڏُچَنِ[179]،[180]
بدان شين بُشن، اي پيالو پرين،
اُچي جي عبداللطيفُ چي، وَٿي وَڌِ گُهرَنِ،
پِڪين نه. پَرِچَنِ، مَٿَ تَڪِيائُون مَنجهان.

# وائي

وائي دوسُ پيهي در آئيو، ٿئو ملڻ جو ساعيو[181]،
ڏينهن پڃاڻُون آڻي اسان کي، مولي مُحبُ مِلائيو،
ٿِيو مِلَڻ جو ساعيو.
وِيو وِچوڙو، ٿِيو ميلاپو، واحدَ واءُ وَرائِيو،

ٿيو ملڻ جو ساعيو.
هو جنهين جو ڏسُ ڏوراڏو[182]، اوڏو اَڄُ سو آئيو،
ٿِيو مِلَڻ جو ساعيو.
عبداللّطيف چي اَچِي عَجيبَنِ، پاڻَ فَضُلُ فَرمائيو،
ٿِيو مِلَڻ جو ساعيو.

# داستان پنجون

1
صُوفِي[183] سالِمُ سي وِيا[184]، جي اَڪثر[185] سين
اَڏيارَ[186]،
بازِي بازِندَنِ[187] ڪي، آهي اَويسارَ[188]*،
پرِيان سين پَهَڪارَ[189]، رِندِيءَ[190] رَساٽي
ڪِيا[191].
2
صُوفِيءَ سَيرُ[192] سَپَنِ ۾، جيئن رَڱُنِ ۾ ساھ،
سا نَه ڪَري ڳالهڙِي، جيئن پَرِيُون پَرُوڙي پساھ[193]،
آهِسِ[194] ايءُ گُناھ، جي ڪا ڪري پَڌَرِي.

3
ڏِني ڏُکويا، اَڻَ ڏِني راضِي ٿِيا،
صُوفِي تي[195] ٿِيا، جيئن ڪينَ[196] ڪنيائون پاڻ سين.

4
صُوفِي لاڪُوفِي[197]، ڪونَه. پانئيس[198] ڪيرُ،
مَنجهان ئِي مَنجِهِ وِڙهي، پَڌَرِ[199] نَه آهِسِ پيرُ،
جَنِين ساٽُسِ ويرُ، ٿِئي تَنِين جو واهَرُو.
5
صُوفِيءَ صافُ ڪيو، ڏوئِي
وَرَقُ[200] وُجود[201] جو،
تنهان پوءِ ٿِيو، جِيئَري پَسَڻُ پِرينءَ جو.
6
صُوفِي چائين، سَڌَ ڪرين، صُوفينِ اِيَءَ نه صَلاحَ[202]،
ڪاڻي رَڪُ ڪُلاهُ[203]، وِجُهه اُچلي آڳِ ۾.
7
جي ڪُلاهُ رَکين ڪَنڌَ تي، ته صوفِي سالِمُ ٿِيءُ،
وِهُ[204] وَٽِي هَٿِ ڪَري، پُرِ پيالو پِيءُ،
هَنڌُ تَنِين جو هيءُ، جَنِ حاصُلُ ڪِيو حالَ[205] ڪي.
8
جُسي[206] ۾ جَبّارَ[207] جو خَفِي[208] خِيمُون کوڙِ،
جَلّي[209] تون زَبانَ سين، چار ئي پَهرَ چورِ[210]،
جڪرَ سين فُرقانَ[211] ۾، اِسمُ اَعظمُ[212] ڏورِ،
پِيا دَرَ وَڃِي مَ وؤڙِ[213]، اِيُ
اَمُلُ[214] اِئانِين[215] سَپَجي[216].

9

عالَمُ آئُونءَ[217] ساڻُ، پريو ٿو پيرَ ڪري[218]،
پاڻَ[219] نه آهي ڇاڻَ[220]،
ماندِيءَ[221] مَنڊُ[222] پَکيڙِيو.

10

طالِبُ ڪَثَرَ[223] سُونهن سَرُ[224]*، اَندرِ
رُوميءَ[225] راءِ،
ماڙُهو[226] اِتِ ڪِياءِ[227]، مَنڊُ نه پَسين مَنڊِيو!

11

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيَءَ رومِيءَ جي رُوءِ[228]،
جَنِين ڏِٺي جُوءِ[229]، تَنِين ڪُڇيو ڪينِڪي.

12

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، رُومِيءَ ڇيو آهي،
تاڙِي[230] جي لاهي، ته
مَنجهئين[231] مُشاهِدو[232] ٿئي.

13

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءُ رومِيءَ جي رِهاڻِ،
پِهرين وِڃائِڻُ پاڻِ[233]، پَسَڻُ پوءِ پَرِيَنِ کي.

14

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جِي راحَتَ،

جَنِين ڏِنِي سَتَ[234]، تَنِين ڪُچيو ڪِينِڪي.
15
طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جِي اوطاقَ،
جي پچي دَرُ فِراقَ، ته منجهئين مُشاهدو ٿئي.
16
ظاهر ۾ زاني[235]، فڪر منجهه فنا ٿيا،
تنين کي تعليم[236] جي، ڪوڙِهه[237] اندِر
ڪانِي[238]،
حَرَفُ حَقّانِي، دَورُ ڪِيائون[239] دِلِ ۾.
17
جَنِ کي دور درد جو، سَبَقُ سُورَ[240] پڙهَنِ،
فِڪرَ قُرهِي هَٿَ ۾، ماٿِ مُطالعو ڪَنِ[241]،
پَنو سو پڙهن، جنهن ۾ پَسَنِ پرينءَ کي.
18
سا سِٿَ سارِيائون، اِلفُ جنهن جي اَڳَ[242]،
لا مقصُودَ فِي الدّارَين[243]، اِنَ پَرِ اُتائُون[244]،
سَڳُرُ[245] سوٿائُون[246]، ٿِيا رَسِيلا[247] رَحمانَ
سين.
19
ٿِيا رَسِيلا رَحمان سين، سَڳُرُ سُونهين[248] جي،
آئِيون تَنِين کي، واڌايُون[249] وِصالَ جُون.

20

سا سِٽَ نه سارِين، اَلِفُ جنهن جي اَڳَ ۾،
ناحَقُ نِهارِين، پَنا پِيا پرينءَ لَئي.

21

اَڪَرَ پَڙهي اَپاڳِئا[250]، قاضِي ٿِئين[251] ڪئِاءُ[252]؟
پيرِيين[253] ۽ پائيين[254]، ايڏا[255]، ايئن نه
آءٌ[256].
اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پُڇجِ عَزاِيلَ کي[257].

22

عاشِقُ عَزازِيلُ پيا مِڙَئي سَدَّڙِيا،
مَنجهان سِڪَ سَبِيلَ[258]، لَعنتِي لالُ ٿِئو[259].

23

وِسَريومِ سَبَقُ، پِهرين سِٽَ نه سَنپَران[260]،
اَجا هِيءُ وَرَقُ، هَئي! مُطالِعُ[261] نه ٿِيو!

24

ڪيو مُطالعُ مون، هُو جو وَرَقُ وِصالَ[262] جو،
تنهن ۾ تون هِين ٿُون، ٻِي لاتِ نه لَحظي[263] جيتري.

25

جو مون پَڙهيو پاڻ لَئِي، سَابِقُ[264] جو،
پِهرين سُڄاتُم پانهنجي، نَفسَ جو نِهو[265]،
جت عَرِفان[266] اصلَ ۾[267]، ٿي رُوحَنِ روزُ ڪيو،

وَرِي وَرَقُ پيو، گڏيُمِ وَڏِ[268] وِصالَ جو*.
26
اَڪَرَ چُتي[269] هيڪڙي، ٻَهُون[270] جي نه
ٻُجَهنِ[271]،**
ڪوهُ ڪِبو ڪي تَنِ، سَچِي سُٽائي[272] ڳالهڙي.
27
پَڙِهيو ٿا پَڙَهنِ، ڪَڙَهنِ[273] ڪينَ قُلُوبَ ۾[274]،
پاٽان ڏوهه چَرَهنِ، جِيَ وَرَقَ وَرائِنِ وِتَرا[275].
28
پَڙهيو پَڙهيجاهُ،[276] سبقُ اِنهين[277] سُورَ جو،
مِيمُ[278] رَکِجاهُ[279] مَنَ ۾، اِلفُ[280] تنهن
اَڳِياهُ،[281]
چِتان[282] چوريجاهُ[283]، اِها لاتِ لَطيفُ چي.
29
اَڪَرُ پَڙهُ اَلِفَ جو، وَرَقَ سَڀِ وِسارِ،
اَندَرُ تُون اُجارِ، پَنا پَڙهندين ڪيترا.
30
جيئَن جيئَن وَرَقَ وَرائيين، تيئَن تيئَن ڏِنو ڏوهه،
تِنهن ڪَهڙيءَ[284] ڪِبو ڪوهُ، جي
رَهِٽيءَ[285] رهيو نه سُپرِين.
31

ڪاتِبَ[286] لڪين جيئن، لايو لامُ اَلِفَ سين،
اَسان سَڄَڻُ تيئن، رَهيو آهي رُوحَ ۾[287].
32
ڪو[288] ٿو ڪاڳِرَ[289] ڪورِيين ويٺو وچايين مَسُ،
ڏورِ[290] تِئائِين[291] ڏسُ، اَڪَرَ جِئائِين[292] جُڙيا.
33
تِهَڙا چالِيها[293] نه چالِيه، جِهَڙو پَسَڻُ پرينءَ جو،
ڪِهَڙي ڪاتِبَ! تون ڪرِيين، مٿي پَنَنِ پِيه[294]،
جي وَرَقَ وارين وِيه، ته اَڪَرُ اُهوئِي هيڪڙو.
34
تَنُ ڪُڏِي[295]، مَنُ جُجِرو[296]، ڪِيمَ چالِيها رَڪُ،
ڪُه[297] نَه پوڇيو پوڇِيين، اَنَئِي پَهَر اَلَڪُ[298]،
تان تون پاڻُ پَرَڪُ[299] سَپَڪَنهِين ڏانهن سامهون.
35
سَپَڪنهين ڏانهن سامهون، ڪو هنڌُ خالِي ناهه،
اَحَد[300] جي آرَڪَ[301] ٿيا، سي ڪاٿِرَ[302] ڪِبا
ڪاه[303]،
مُحِبُ مَنجِهِين،[304] مَنَ ماه[305]، مُون
اَچاٽِنِديءَ[306] اُچهيو[307].
36
هارائِجِ هِنئيين[308] ۾، اَلِفَ سَندي اوڙَ[309]،

ته ڪِتابَن جِي ڪوڙَ[310]، مَنجهان ئِي مَعلومُ ٿِئي.

37

ڪوڙيين ڪِتابَن ۾، حرفُ مِڙوئي هيڪُ،
جي تو نَظَرَ نيڪُ، ته بِسمِ اللهِ ئِي بَس ٿئي.

38

اورِيائين[311] اوچون ڪَري،[312] مُنجهايا مُلَنِ،
سي پرِيَنَئُون[313] پاسي ٿيا، ڳِھ ڳِھ[314] ڳالهيون ڪَنِ،
ساهان اوڏو سُپِرِين، لوچيو تان نه لَهنِ،
دَمُ نه سُڃاڻَنِ، دانهُون ڪَنِ مُلَنِ جيئَن.

39

مُلئين[315] مُنِي، ماءُ! جنهن پِتو ڦِتو پيٽَ ۾[316]،
سُڃاڻِي اَللهُ، ٿُپِي ڏِنائين ڏوڙِ ۾.

40

اَحد، اَحمَدُ پاڻَ ۾، وِچان مِيمُ فَرَقُ،
آهي مُستَغَرقُ[317]، عالَمُ اِنهِيءَ ڳالهِ ۾.

[1]. اونهي ۾ ڳجهي دانهن پئي نڪري

[2]. ٻُڪين ۾، ڳردن ۾

[3]. منهنجي متان

[4]. منهنجي چوڻ تي اعتبار نہ ڪريو

[5]. دانهن

[6]. منهن، شڪل، روبرو.

[7]. ڪنڌيءَ ۾ ٻبر جي ٿاڻن تي

[8]. ڳالهہ حڪيمن جي هٿن مان نڪري وئي

[9]. وس ۾، اختيار ۾

[10]. تير

[11]. نشانو ڪيو، چتيو

[12]. ڪرائي جي هڏي يا ٻانهن تي رکي

[13]. پنيءَ جو ڪندو، ڪرنگهو

[14]. پکن سان، ڪنين سوڙو

[15]. پاسريون

[16]. ٻَئِي

[17]. ٻنگ يا ڪمان مان

[18]. تير

[19]. زور سان

[20]. بدن مان

[21]. چم چم ڪيو

[22]. چڪيان.

[23]. ڪمان

[24]. تير

[25]. تير

[26]. ترسيو

[27]. تير

[28]. مون کي ڏڳايو يا جلايو

[29]. باهہ

[30]. نينهن، عشق

[31]. بيتاب ٿيڻ

[32]. چوائين، ڪونائين

[33]. باهہ

[34]. عشق جي باهہ سان رواجي باهہ کي لهسائي ڇڏ

[35]. ٻاقوڙ، راز، ڳجهہ

[36]. سِيڪ، تپش، گرمي

[37]. ويساهہ يا اعتبار ڪر، تہ اجها کي اجها گذري.

[38]. روشني، تپش، باهہ

[39]. ڪچو، اڻ واقف

[40]. هلي، مڙي

[41]. سهائي، روشني، باهہ

[42]. محبوب جا واقف ٿيندا، يعني مشاهدو ماڻيندا

[43]. لِڇڪيا، هبڪيا، لُڏيا

[44]. گهٽا ٽڪرا.

[45]. چاهہ، عشق،جنون

[46]. خوش ٿين، ٻَهَڪنِ

[47]. لوڙهي ۾ ولين جي گلن جيئن

[48]. تحمل سان اُجهاءِ (چندبو هٽي آهستي آهستي اُجهاءِ، تَڪڙ نہ ڪَرِ!)

[49]. مراقبي ۾ عشق جي راهہ جون منزلون

[50]. لڇڻ ۽ لنؤ، ٻنهي کي

[51]. ماڻهن جي معلوميت

[52]. وصال جي آڌو اڇي

[53]. تنور مان

[54]. ڪالهہ

[55]. واڌ، زيادتي کان

[56]. ڪڌهين بہ

[57]. ڀهڻ، پٽر، ڪچو ڌاتو، سالڪ جو خاڪي وجود

[58]. رسايو، بنايو، ناهيو

[59]. لهارن، ڪامل مرشدن.

[60]. ڌمڻ جو آواز

[61]. ڌنوڻ جو وقت (ڌنوڻ جي وارو وار، لاڳيتو ڌَمَڻ ڌنوَڻ جو عمل)

[62]. ڌنوڻ وارو، نئون طالب (ڌنوڻ وارا! سيڪڙاٽ لوهارَ! نوان طالب)

[63]. (جيئن) متان

[64]. طالب باهہ کان ڌار نہ ٿي، متان ڪچي لوهہ وانگر مترڪي جي ڏڪ لڳڻ سان ڀچي ذرا ذرا ٿي پوين، يعني پريشان ٿي وڃين.

[65]. چَوين

[66]. لوهار

[67]. برداشت ڪرين

[68]. عشق جو جوش

[69]. مهميزون، ضربون

[70]. ڪاٺ جي مترڪن کي

[71]. ٻن پاسن کان، بہ دفعا يا بہ ڀيرا

[72]. ساڙيا، جلايا

[73]. ٻرڪي، شعلي، باهہ

[74]. ٻرن.

[75]. اُلا

[76]. صادق، سچا

[77]. سراڻ وارا

[78]. ترارن کي آبدار ڪري تکو ڪندا.

[79]. سچا

[80]. ڪٽ، دل جو ميل

[81]. ڪندا

[82]. منهن

[83]. ڏکن، ڏِڄن، هِراسجن

[84]. سجاٽپ

[85]. منهنجو جيءُ

[86]. مون کي نااميد نہ ڪريو.

[87]. اونهو سمنڊ

[88]. گهٽو، ججهو (گهٽي، ججهي)

[89]. لاهيو، دور ڪريو

[90]. پارُ ڪَيو.

[91]. سڌو نهاري، پرچي

[92]. اوهين

[93]. تڏي روشني واري نظر (سان)

[94]. بدبختن

[95]. هِڪُ، هڪڙو،

[96]. جن پنهنجو وجود نہ وڃايو آهي، خوديءَ وارا

[97]. خودي

[98]. وانجهيا، محرومتيا، دور ٿيا، يا نااُميد ٿيا.

[99]. رڃي، ڳري

[100]. ڳُچي ويا، پيهي ويا

[101]. چنبي ۾ يا ڳؤري، سخت

[102]. دوئي (ف) ٻيائي

[103]. دوستي، محبت

[104]. محبت جو خنجر ٻيائيءَ کي وڃايو، عاشق ۽ معشوق کي هڪ ڪيو ڇڏي.

[105]. شاعر (هڪڙي پيالي مان بہ ڇٽا پين اها سڌ تون قوال سان ڪري سگهين تو مگر معشوق سان نہ)

[106]. جيڪا

[107]. گهٽا

(ويهون، Scores، گهٽا)

[108]. زهر

[109]. ڳولا

[110]. سانگو، پرواهہ

[111]. سيني دنيوي شين کي ترڪ ڪندڙ

[112]. ملهہ، ڪٿ

[113]. ٿُڪ، ذري برابر، سُرڪي.

[114]. قاتل زهر

[115]. پيئجانءِ

[116]. گهٽو

[117]. واٽهڙو، پانڌيئڙو، سالڪ

[118]. پر، پاسو

[119]. تنهنجي جاءِ تي

[120]. شراب وڪڻندڙ، نالو پير مغان، ساقي.

[121]. واٽهڙن

[122]. ذري، تورڙي

[123]. ٽڙيءَ

[124]. ڳيتون ڏين

[125]. زهر ڳڏيل

[126]. اتي ڏي

[127]. سرڪين سان

[128]. اندرِيان، جيڪي اندر لِڪائي رکيل آهن.

[129]. پير مغان

[130]. ڪوليا

[131]. چشڪي، مزي

[132]. شراب خاني

[133]. چنڊا، گهم

[134]. سپ ڪنهن کي

[135]. پوندي، ٿيندي

[136]. پيڻ وارا

[137]. جڏهين اُهي

[138]. شراب.

[139]. شراب وڪڻندڙ

[140]. چڱي، سٺي

[141]. ڪني، هلڪي

[142]. جنگ جوان، نالا

[143]. کهڙي

[144]. کهڙو رستو اختيار ڪرين. (پلجين، تڳين)

[145]. سخين، سالڪن

[146]. عتاب

[147]. شراب

[148]. شراب چڪائيندڙ

[149]. غيرت آين

[150]. هنڌ جاءِ

[151]. لاڳاپا، دوستي

[152]. خنجر

[153]. وات ۾

[154]. پيتو

[155]. گھٽو، جوش ۾ اچي

[156]. شراب

[157]. تمام گھٽو

[158]. وجد جي حالت

[159]. پير مغان

[160]. موڳا ڪيا

[161]. ڳاهٺ ٿيا

[162]. ڳگ ڪيا، غرق ٿيا

[163]. ڀَٺِين، شراب ڪڍڻ جي مڪانن (Breweries)

[164]. قبرون

[165]. سودو ڪر

[166]. ڪلالن، شراب، چڪائيندڙن

[167]. وڏي ڪارائي

[168]. شراب جو پيالو تنهنجي سر ڪان قيمت ۾ زياده آهي.

[169]. وٺيءَ وٺيءَ ۾ نئين لذت آهي ۽ مٽ مٽ ۾ نئون شراب آهي

[170]. نشي جي لذت

[171]. شراب

[172]. سڙي، خاڪ ٿي

[173]. خريدارن، سچن عاشقن

[174]. ڪاٻہ

[175]. اي منهنجي دل!

[176]. روئيندي

[177]. عمدي شراب

[178]. سر جي عيوض

[179]. لڌن (چوندجن)

[180]. سِرَ جي عيوض (شراب جون) وَٿيون گهرن ٿا ۽ (سندن) ڏڙ سُرڪين جي عيوض چوندجَن ٿا.)

[181]. سعيو، تياري

[182]. ڏوراهون، پري.

[183]. سالڪ

[184]. منزل مقصود تي پهتا

[185]. گھٽائي، ڪثرت

[186]. پاسو ڪندڙ

[187]. عشق جي رانديگرن

[188]. نہ وسرندڙ* عاشق ڪي اهڙو ڪتيو يا فائدو حاصل ٿئي تو جو وسرڻ جو نہ آهي.

[189]. هم صلاح

[190]. مستي، قلندري

[191]. اهڙن شخصن ڪي رنديءَ دوست سان هم صلاح ڪيو.

[192]. سَير، پَهچَ، موجودگي، پهچڻ ۽ اتي هجڻ جي سَگهہ (صوفياڻو اصطلاح)

[193]. جيئن لاالله جي ذڪر جي منزل ڪي رسي، راز پروڙي

[194]. آهيس

[195]. ٺڏهين، تنهن ڪري

[196]. نيستي.

[197]. بنا ڪنهن ڪوفي يا فرقي جو

[198]. سمجهيس (پسند ڪريس)

[199]. ظاهر

[200]. پنو، پردو

[201]. هستي

[202]. طريقو، مرڪ

[203]. ٽوپي يا تاج (صوفين جو)

[204]. زهر

[205]. وجد جي حالت

[206]. وجود

[207]. جبرو، ڏاڍو، خدا تعاليٰ جو نالو

[208]. ڳجهو، مخفي ذڪر

[209]. ظاهر، چٽو، ذڪر جلي ڪري

[210]. هلاءِ، اُڇار

[211]. قرآن شريف، حق ۽ باطل ۾ فرق ڏيکاريندڙ

[212]. الله جو وڏو نالو

[213]. رل، ڳول

[214]. بي بها

[215]. اِتائين

[216]. پيدا يا حاصل ٿئي.

[217]. خودي

[218]. گمراهه، ڦري ٿو

[219]. اسان کي (پاڻ کي)

[220]. سمجهه، پروڙ

[221].جادوگر

[222]. طلسم

[223]. ڪثرت، گهڻائي

[224]. اصل، منڊ* سونهن (مطلق جمال، خدا) اصل آهي ۽ ڪثر (ساري ڪائنات) سندس ڳولائو آهي.

[225]. مولانا جلال الدين رومي شاعر صاحب جي مثنوي

[226]. ماڻهو

[227]. ڪتان (آيا)

[228]. رايو

[229]. مڪان

[230]. حجاب، اڻ ڄاڻائي جو پردو

[231]. اَندرَ ۾ ئي، پنهنجي پاڻ ۾

[232]. ديدار

[233]. هستي، خودي

[234]. سچي حقيقت، خدا.

[235]. زنا ڪندڙ، گنهگار، (ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي مرتب ڪيل ’شاهه جو رسالو‘ ۾ هيءُ پڙهڻي ’ظاني‘ مقرر ڪئي* جنهن جي وضاحت مختلف قلمي رسالن جي بيت ڪندي هن ريت ڪئي اٿن، ’ظاني‘ (شڪ ڪندڙ، شڪي) صحيح ۽ سهڻي آهي ۽ يقيني طور اها ئي اصل پڙهڻي هئي، پر ڪاتبن ان کي ’زاني‘ ڪري لکيو. (شاهه جو رسالو مطبوعه پٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 1989- ص 225).

[236]. سچو علم، معرفت

[237]. اندر، ڪُک

[238]. تير، ڪان

[239]. وري وري پڙهيائون. (هي بيت شاهه جو نٿو ڀانئجي.)

جيڪڏهن باقي
سيڪجهه سمجهي نہ
وجي.
[272]. ٻڌائي
[273]. دل ۾ هنڊائين
[274]. دل ۾
[275]. ويترا،
[276]. پڙهجو گهٽا
[277]. انهيءَ
[278]. پهريون اکر
محمد صلعم جو.
[279]. رَڪِجو
[280]. اللہ جو پهريون
اکر
[281]. اڳيان
[282]. دل سان
[283]. تون پڙهج.
[284]. قول، خالي زبان
سان اچارڻ يا چوڻ
[285]. عمل
[286]. لکڻ وارا
[287]. جيئن الف ۽ لام
ڳنڍي 'لا' لکيو آهي،
تيئن سچڻ بہ اسان
سان ڳنڍيو پيو آهي،
جدا ناهي
[288]. چو (ڪوه)
[289]. ڪاغذ

[258]. تمام گهٽي
[259]. اهو لعل لعنتي
تيو، تڙجي ويول.
[260]. ياد ڪريان،
ساريان
[261]. پڙهڻ (مطالعو)
[262]. ميلاپ
[263]. رتي، ذري.
[264]. اڳيون
[265]. خزانو، مڪان،
آکيرو
[266]. معرفت، سڃاڻپ
[267]. ازل ۾، عالم
ارواح ۾
[268]. وتي، وڇوڙو،
ڦٽ * جدائي جي
وتيءَ کي وري ڳڏي
ڇڏيم.
[269]. ڇُهڻ سان
[270]. وڏيڪ، پيو،
باقي سيڪجهه
[271]. جيڪي هڪ اکر
چوڻ سان گهٽو نہ
سمجهن، جيڪي
اشاري مان نہ
سمجهن.
** هڪڙوئي اکر
ڳَن پوڻ سان

[240]. سورن جو سبق
[241]. پڙهن
[242]. 'الست بربڪم
قالو بليٰ' وارو جملو
(جنهن جو پهريون
اکر الف آهي) ياد
ڪيائون
[243]. اللہ کان سواءِ
انهن جو ٻنهي جهانن
۾ ڪو مقصود
ڪونهي
[244]. چيائون
[245]. سوڙهو پيچرو،
سرحد
[246]. ڳوليائون
[247]. راضي، خوش
[248]. ڳولين
[249]. مبارڪون
[250]. اي نياڳا!
[251]. تيئن
[252]. ڪٿان
[253]. ڦيراتيون ڏئين
[254]. خودي هلائڻ، پاڻ
پائين
[255]. ايڏانهن
[256]. ائين نہ اچ
[257]. عزازيل (ابليس
يا شيطان کان)

[290]. ڳول

[291]. تتائين

[292]. جتائين

[293]. چاليهن ڏينهن جو روزو

[294]. ڳاهٺ، سوڙهه

[295]. ننڍي مسجد

[296]. مسجد جي هڪ ڪوٺڙي، خلوت گاهه

[297]. چو (ڪوهه)

[298]. ڳجهو، جو ڏسڻ ڪان پري هجي، خدا

[299]. سڃاڻ* پاڻ سڃاڻ، خدا کي سيڪنهن سامهون ڏسين يا هرهڪ ۾ خدا ڏسين.

[300]. خدا ڪان

[301]. الڳ، غافل

[302]. ڪائنر، ڳيدي

[303]. ڪيڏانهن

[304]. اندر ۾ ئي

[305]. ۾ آهه

[306]. ابوجهه

[307]. پروڙيو

[308]. دل

[309]. ليڪ

[310]. ڪوڙي، ويهه

[311]. حال اورين، ويجهڙائي ڪان

[312]. اتڪائي، منجهائي

[313]. دوست ڪان

[314]. اجايون، بيهوديون (ڳاهه ڳاهه، قسمين قسمين)

[315]. ملن (مُلان جي)

[316]. اندر ۾ زهر چڙهي ويو.

[317]. غرق، منجهيل (هنڌن تي، جاين تي)

# وائي-1

وَنَڙِئو هوتَ وَڃَنِ، وو! ڄَهلِيان، پَلِيان، هينئڙو نَه رهي!
آئون ڄَنِين ڄِي آِيان، ڪَڙِي مَ ٿِيان تَن،
ڄَهلِيان، پَلِيان، هينئڙو نَه رهي!
گهورِيان گهٽِين پَتِيين سدِي ٻاڄَه ٻِيَن،
ڄَهلِيان، پَلِيان، هينئڙو نَه رهي!
مَرُ[1] مران، مارِينِ مُون، پُرزا پُرزا ڪَنِ،
ڄَهلِيان، پَلِيان، هينئڙو نَه رهي!
آئُون مُيائِي گهورِئِي، جي مان مُحبَ مِلَنِ،
ڄَهلِيان، پَلِيان، هينئڙو نَه رهي!

## وائي-2

وِسارِجَ مَ ويڙَ جوپَنُ ٻه ٽي ڏينهڙا.
لُوٺِيُون[2] سَهَنِ لوڪَ جا، وهاٽِيَ[3] ٿيون ويڙَ،
جوپَنَ ٻه ٽي ڏينهڙا
اَصلِ اَسارِنِ[4] جا، سُتي وِئَڙا سيڙَ،
جوپَنَ ٻه ٽي ڏينهڙا
جيڏِيُون جي مان وِسَهو، نِندَ مَ هيريو نيڙَ،

جوپِنَ به ٿي ڏينهڙا
راتڙِيُون جاڳِن جي، سي آئون ڪَندَڙي سيڻَ،
جوپِنَ به ٿي ڏينهڙا
آڌِي رات اُٿِي ڪَري، جَهلِ ٿُون ننڊان[5] نيڻَ،
جوپِنَ به ٿي ڏينهڙا

## داستان ڇهون

1

دائُودِي[6] دَيُون[7] ڪَري، رَڪَنِ[8] ڪونِهي رَنگُ[9]،
گهوڙِيءَ هيٺِ اَيَنگ[10]، ڪاهِيو پاڳَرِئين[11] هَٽِي.

2

دائُودِي دَيُون ڪَري، رَڪَنِ ڪونِهي چيٺُ[12]،
گهوڙِيءَ هيٺِ سُچيٺُ[13]، ڪاهِيو پاڳَرِئين هَٽِي.

3

او قابِيلَ[14]! اکين ۾، توکي بارِي[15] بان[16]،
اُپو اَڳِرايُون ڪَرين، ماڳِ[17] هَٽِيو مَستان،
جانِبَ! تون رِيانَ، اَکَينِ سين ايڏا ڪَرِين!

4

او قابِيلَ! اکين ۾، توکي تِکا تيرَ،
ساڄَنَ! اِنهين[18] سِيگَ[19] سين، قُٽِيَئِي گهٽا فَقِيرَ،

پيو مَ مارِج مِيرَ! تنهنجو پهريون ئِي پُورو ٿِيو*.

5

او قابِيلَ! اکين ۾ تِير تِکا توکي،
ساڄَنَ اِنهين سُورَ ڄِي، ڪَلَ نه آ[20] ڪنهن کي،
مارين ٿو مُون کي، چارهي لوه[21] لَطيفُ چي.

6

او قابِيلَ! اکين سين، تِيرَ چَلايا تو،
پِيو مَرُ ماري سو، جنهن جو پکهريون پُورو نَه ٿئي.

7

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، ته سينو سِپَرَ[22] رَکُ،
مُنهَن ۾ معشوقَنِ جا، چاڪَ[23] چَٿَڪا[24] چَکُ،
سُورِي پانءِ مَ شَڪُ، عاشِقُ ٿِيءُ ته اُبَهين[25].

8

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، ته سِينو سِپَرَ ڏيج،
مُنهَن ۾ معشوقنِ جا، جهالُو[26] ٿي جَهليج،
پاهان[27] پَگ[28] مَ ڏيجِ، عاشقُ ٿِيُ ته اُبهين.

9

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪمانَ ۾، ته نَئِي ڏِج سِينو،
ڪجي نه ڪِينو[29]، وَڃِي دَرِ دوستن جي.

10

پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، مِيان! مار مَ مون،

مون ۾ آهين تون، مَتان تنهنجو ئي توکي لڳي.
11
ڪَيو [30] ڇَڏِينِ ڪانُ، هَڏِ نه هَٽائِينِ ٿا،
ٿِيا جي نِيشانُ، ته پهرئين سان پُورا هئا.
12
لورِي[31] جِتِ لَڳُومِ، اُتِ اُپوئِي آهيان،
سُورِهيه پِرِين سَندومِ، مانَ ٻاجهائي ٻِيو هَٽي!
13
مَحَبتَ جي ميدانَ ۾، عاشقَ! ٿيءُ اَچام[32]،
سَمُهان[33] سَلَ[34] سيّدُ چي، ڪَندَءِ تِيرَ تَمامُ،
ڪَهِجِ ڪو مَ ڪلامُ، جِمَ[35] دوسَنِئُون[36] دُورِ ٿِيين.
14
مَحبَتَ جي ميدانَ ۾، اَچي پيرَ پِيانِ،
سِرَ وَڍِنُ، ڌَرَ ڌارَ ڌَرَنُ، اِيءُ سِينگارَ سَندانِ[37]،
ڌِيندا مون ڌِنانِ[38]، مَٿان مَحبُوبَنِ لَئي.
15
مَحَبتَ جي ميدان ۾، ڪَرِ پَڙاڏو پَٽُ[39]*!
سرو سوريءَ، ڌر ڪَنگرين[40]، متان ڪُڇين
ڪَٽُ[41]!
عِشقُ نانگُ نِپَٽُ[42]، خَبَرَ ڪاڏَنِ کي پوي.
16

مَحبَتَ جي ميدان ۾، سَرَ جو سانگُ مَ ڪَرِ،
لاهي سِرُ، لَطِيفُ چي، دوسَنِ[43] اَڳيان ڌَرِ[44]،
عِشقُ نانگُ اَپرَ،[45] خَبرَ ڪاڌَنِ ڪي پَوي.
17
مُحَبتَ جي ميدانَ ۾، سِرَ جو ڪَرِ مَ سانگُ،
سُورِيءَ سُپيرِينِ جي، چَڙهه ته ٿيين چانگُ[46]،
عِشقُ آهي نانگُ، خَبَرَ ڪاڌَنِ ڪي پَوي.
18
محبت جي ميدان ۾، ڪُڌِي پئو ڪاهي،
چَڙِ آسانگا[47] اَرواحَ جا، لاهُوتِيِ[48]! لاهي،
عِشقُ نانگُ آهي، خَبَرَ ڪاڌَنِ ڪي پوي.
19
عِشقُ نه آهي راندِ، ته ڪِي ڪَنِسِ ڳِپَرُو[49]،
جِيءَ، جُسي ۽ جانِ جِي، پَجي جو هيڪاند[50]،
سِسِي نيزي پاندِ[51]، اُچلِ ته اَڏَ ٿِئي.

# وائي

عِشقُ تَمامُ[52]، بِرهُ، وو! مَين لُونِي[53] يارَ لوڪو!
سيجَ سُتِي نُون جَهپَ[54] نه آوي، نيٽين نِندَ حَرام،
وو! مَين لُونِي يارَ لوڪو!

راتيان جاڳڻُ، صاحِبُ سَنڀالڻُ، اِي فَقِيران
دا[55] ڪامُ[56]،
وو! مَين لُوٺِي يارَ لوڪو!
مَتِ عَقُلَ دِي مُنجِھ ڳِئِي[57]، آيا عِشقُ اِمام[58]،
وو! مَين لُوٺِي يارَ لوڪو!

# داستان ستون

1
عاشِقَنِ اَللهَ جي، مَحَبتَ رَڪي مَنِ،
سَندِي سِڪَ پِرِيَنِ، تَنَ ۾ آهي تَنِ جي.
2
عاشِقَنِ اَللهَ جي، سدا وائي وات،
فاذڪُرُوني اَذڪُرُڪُم[59]، تَنَ ۾ اِها تات،
اِن ڪان ڪا نه سات[60]، سَجَڻُ ويلَ[61] نه وِسَري.
3
عاشَقَنِ اللهُ، ويرو تارِ[62] نه وِسَري،
آھ ڪَرِيندي ساھ، ڪَڍِھن ويندو نِڪَرِي.
4
عاشِقَنِ آرامُ، ڪڍِھن تان ڪونه ڪيو،

طَعني ڪِيا تمامُ، حَبِيباڻي[63] هيڪَڙي.
5
عاشِقَ ايئن نه هُونِ، جيئن تون سَچِين اَگِّرين[64]،
وَڃِي دَرِ دوسَنِ جي، رَتُ ڏيهاڙِي رُون[65]،
پِيءَ پَرِ ڪنهن نه پُونِ[66]، ماڪُرِ[67] محبُوبَنِ سين.
6
جان عاشق مَٿي رَتُ*، تان دَعويٰ ڪري مَ نينهن جي،
سائو مُنهن[68]، سُونهن ڳَئي[69]، سِڪَڻَ اِيءَ شَرَطُ،
نه ڪِين[70] گوڏِ گَرَتُ[71]، مَٿان[72] سِر سَؤدا
ڪري[73].
7
اَچا تو مَنجهاءَ، ڪَڪَ چُتي[74] رَتُ نِڪَري!
مُنهَن ۾ مَحبُوبَنِ جا، ڪيئن جَهلِيندين گهاءَ؟
سو ٿُون ڪُڇاڙِئاءَ[75]، سِڪَڻَ جُون سَڌُون ڪَرين؟
8
سِڪَ نه آهي سُٿَرِي، ڪَڻُ پَرُوڙي پيرُ،
ڪُسَڻَ ڏاران ڪيرُ، ڪَري سَڌَ سِڪَڻَ جِي؟

9
سِڪَڻَ اِيءَ نه سَڌَ، جِيئَن لِڪيو لِياڪا[76] پائين،
پَئي پِرِيان جي نه ٿيين، مٿي اَگَڻَ اَڌَ؟

اِيءَ پُڻ ڪُوڙِي سَڏَ، جيئن ڪِليو، ڪايو، سُمهين[77].

10

سِڪَڻُ ۽ سُورِي، ٻَئِي اَگَرِ هيڪَڙي*،
وِهَڻُ واٽَڙِيَنِ تي، ڪارَڻُ[78] ضَرُوري،
ٻنهين[79] جِي پُوري[80]، جِيءَ ڏِني رِيءَ نه ٿيي.

11

جي ڪِين سِڪَڻُ سِڪُ، ناتَ[81] پَسُ سِڪَنديين[82]،
پاسي تَنِين مَ لِڪُ، نينهن نه سُڃاڻَنِ جي.

12

عاشِقَ! معشوقنِ جي، وَٺِي ويهه ڳَرِي[83]،
جِمَ وِرِچِي ڇَڏِيين، سَندِي دوستَ دَرِي!
ڏيندا ٻُڪي[84] ٻاجَهه جي، وِيندَءِ ٿَپَ ٿَرِي[85]،
اَسان تان نَه سَرِي، تو ڪيئن سَري سُپِرِين؟

13

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٺي ويهج سيرُ[86]،
اَچِي پُڇَندُءِ پاڻَهِين، پرتان[87] پَري پيرُ،
پَلاڻِنِ جو پير[88]، رَهَبَرُ ٿيندءِ راهه ۾.

14

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٺي ويهج دَرُ،
اَچِي پُڇندُءِ سُپِرِين، لَهندُءِ سَرَ[89] سَيَرُ[90]،
پَلاڻِيءَ جو پَرُ[91]، رَهَبَرُ ٿيندءِ راهه ۾.

15

عاشِقَ! معشوقنِ جو، ونِي ويه دُڪانُ[92]،
پَئِجِ پيشِ پرِيَنِ جي، پَٽِيءَ وِجهي[93] پاڻُ،
ته ٿُون تَنِين ساڻُ، سدا رهين سُرخُرو.

16

عاشِقَ! معشوقنِ جو، ونِي ويهج گهٽ[94]،
جِمَ وِرِچِي چَڏِيين، موڪِيءَ[95] سَندو مَٽُ،
ڪري سِرَ جِي سَٽُ[96]، پِيجِ ڪي پِيالِيُون.

17

عاشِقَ! معشوقنِ جو، ونِي ويهجِ رَند،[97]
پِيارِيندَءِ پاڻِهين[98]، مَيخاني جو مَنڌُ[99]،
ڪِيمَ ڪَڍِج تون ڪَنڌُ، اوڏو ٿِي اُن ڪي.

وائي

سُپيرِيان جي سونهن جِي، ڳالِ ڪِينَ وَڃي[100]،
وَڃِي دَرِ دوسَنِ جي، سُورِي سِرُ هَڃِي[101]،
عاشِقَ اَنگُهنِ[102] چڙهيا، ٻيو سَپُڪو پَڃي،
پُڇِجِ پوءِ پرِيتَّو، پِهرِين سِرُ سَڃي[103]،
عاقِلَ ئِي اوچُون[104] ٿِيا، پورو[105] ڪين
پَڃي[106].

# داستان اٺون

1

هَر هَر هَرائيِ[107]، وَڃَڻُ دَرِ دوستنِ جي،

پاڙي ڏانهن پَرِيَنِ جي، اُڃُ[108] مَ اَوائِي[109]،

اَلهڙ[110] ٿِي آچِ مَ تون، واٽاڙُنِ وائِي[111]،

لائِنِدَءِ لطيفُ چي، سُوران[112] سَرَهائِي،

ڳُجهو ڳالهائي[113]، پِرتِ وَڻِجي[114] پاڻَ ۾.

2

جان جان ناهه ضَرُورُ، تان تان طبيبُ ناهه ڪو،

جُهه سو سَرِيو[115] سُورُ، ڪَرَ ويجُ وَرِ پيو[116].

3

سُورُ جَنِين کي سَرِيو، سَرِي[117] تَنِ صِحَتَ،

مُٺِي مُصِيبَتَ، آهي عاشقن کي.

4

سيئي سُور طبيبَ، جنِين سُورَ سَڄَ ڪِي[118]،

جو لِکِيو هُتِ[119] لطيفُ چي، سوئي ڪَنِ قَريبَ[120]،

جي نوازِيا نَصِيبَ، دارُونءَ[121] سي دُوستُ ڪِيا.

5

جي پِياري پاڻَ، ته ڪَرَهو[122] ٿِي پاٽِي پِيِين،

اَڳِي اَنِ نياڻَ[123]، اَڻَ ڪونِيو ڪونَه گِهڙِي.

6

اَٽَ ڪِي[124] عَيان[125] نه ٿيي، ڪِي[126] پَروڙي ڪونَه[127]،

سَچِي جيهِي سونَ، مُنهن نه پيئِي[128] ماڙُهين[129].

7

اَٽَ ڪِي عَيان نه ٿيي، ڪِي پَروڙي ڪونه،

سا سُونهِين[130] ٿي سونَ[131]، اَمُرُ[132] عَطا جنهن جو.

8

جيڪِي ڏِنائُون، سو مان گُٽُ[133] گَنڍِ[134] ٿيو،

مون کي پُڇيائُون، ٿوڪي اِنهِين[135] ٿوڪَ سين[136].

9

جيڪي ڏِنائون، سو سِرُ ڏيئِي سَه چندڙا[137]!

مَ چَئو چِنائُون، اِي پُٽ گَنڍِيو سَچِٽين.

10

جيڪِي ڏِنائُون، سو سَپَوئِي صِحَتَ،

مَ چَئو آزارُ اُنَ کي، مَ ڪِي مُصِيبَتَ،

ڪُهَٽُ قَرِيبَتَ، جو ڪونَٽُ پَرِ پِرِينِ جِي.

11

چِنَنَ توءِ مَ چِنُ، پاءِ اُميري[138] اُنِ سين،

جي هُو اَوَڳڻ ڪَنئِي اَسُونهِين[139] تون ڳُڻان ئِي
ڳُڻُ[140]،
پاندُ جَهلِيو تون پَنُ، هَنِ سُونهاري سَڱَ[141] ۾.
12
نَمِي کَمِي نِهار تون، ڏَمَرُ وڏو ڏُکُ،
مَنجهان صَبُرَ سُکُ، جي سَنوارِيا! سَمُجهين.
13
نَمِي کَمِي[142] نِهار تون، ڏَمَرُ ڏولائو[143]،
ٿِيَئِي ساڃائو[144]، جي اُپِيين اِنَهين پيرَ تي*.

14
ڏَمَرَ پاسو ڏَکَ سين، کاندِ کَٿُورِي هوءِ[145]،
وَاللهُ مَعَ الصّابِرِينَ[146]، آگو[147] اِيهين[148] چوءِ.
15
کَمُ[149]! کَمَندَنِ کَٿيو، هارايو هوڙَنِ[150]،
چَکِيو نه چُوندَنِ[151]، هُو جو ساءُ[152] صَبُرَ جو.
16
کمَندَڙَنِ گهرِ کِين[153]، چَوندڙَ[154] چڱا نه ٿيا،
ويٺِنئُون[155] وِيڌُ[156] پَئي، هَٿِ نه اَچي ڪِين.[157]
17
هُو چُونِئي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي،

اَگ‍ِ[158] اَگِرائِي جو ڪري، خطا سو ڪائي،
پاندَ ۾ پائي، وِيو ڪِيني وارو[159] ڪِينَ ڪِين.
18
هُو چُونئِي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي وِيڻُ،
سَيِّنِي سين سَيِّدُ چي، مَنُ ماري ڪَرِ مِيڻُ،
ڪانِڌَ وَڏائِي ڪِيڻُ[160]، ڪِيني مَنجهان ڪِينَ ٿِئِي.
19
ڪَنِين ڪينَ پرائِيو، ڪِيني مَنجهان ڪِين،
جي هوءِ سَٽاڻِي سِيگ[161]، ته زِهَ چِني جو ڪو ٿئي*.
20
سُڻِي وِيڻَ ڪَنَنِ سين، وَرائِجِ مَ وَرِي،
هادِيءَ جي هِدايَتَ جِي، آهي اِيءَ گِرِي[162]،
تَنِ سَڃي ساهه سَري[163]، جَنِ مارِيو نفسُ ماٺِ سين.
21
چُوَندن ڪيمَ چَئيجِ، وِيڻَ وَرائي سامهون،
ڪا مَت[164] قِيمتَ جهڙِي، روزُ ڏَمَرَ ڪي ڏيج،
وِيڻُ مَ وَرائيجِ، ته سَپَ دَرِ سُهاڳِي[165] ٿِيين.
22
ڪِينَ مائِيندا[166] مَنّ ۾، خودِي ۽ خُدا،
بِنِ تراڙِنِ جاءِ، ڪا آهي هيڪَ مِياڻِ ۾؟
23

اَڻَ- چُوَندن مَ چَئو، چُوَندِن چَيو وِسارِ،
اَنَئِي پَهرَ اَدبَ سين، پَرِ اِهائِي پارِ،
پايو مُنهن مُونَن[167] ۾، غُربَتَ ساڻُ گُذارِ،
مُفتِي[168] مَنجھ وِهارِ، ته قاضيَ ڪانيارو[169] نه ٿِيين.

24

جَنين سندِي پوڌ[170] ۾، پَتو پَتين[171] جيءُ[172]،
تون تَنِين سين سيءُ، اوڏا اَڏي پڪَڙا.

25

ويٺي جَنِين وَٽِ، ڏُکَندو[173] ڏاڍو ٿِئي،
سا مجلَس ئِي مَٽِ، جي حاصلُ[174] هوءِ هزارَ جو.

26

ويٺي جَنِين وَٽِ، ڏُکندو ڏُورِ ٿِئي،
تون تَنِين سين ڪَٽ[175]، اوڏا اَڏي پَڪَڙا.

وائي

يارَ سَجَڻَ جي فِراقَ، ڙِي جيڏيُون! آئون مارِي،
درِ دوسَنِ جي ڪَئين جو هُوندا، مُون جيها مُشتاقُ،
ڙِي جيڏيُون، آئون ماري.
جاٽي ڪاٽي مَحبوبَن جي، آهه حُسنَ جي هاڪَ،

ڙِي جيڏيُون، آئون ماري.
سُرمو سَهِي ڪَرِ اکين جو، خاصُ پِريان جِي خاڪَ،
ڙِي جيڏيُون، آئون ماري.
عبداللطيفُ چي، پِرِين اَسان جو هَميشه حُسناڪَ[176]،
ڙِي جيڏيُون، آئون ماري.

[1]. پل

[2]. رليل، ڪاٽيون، ناڊان عورتون

[3]. پرھ ڦٽي.

[4]. ويسلين، غافل زالن (اَسارَينَ، سارينڊڙن)

[5]. ننڍ ڪان

[6]. حضرت دائود جھڙو

[7]. جلوا

[8]. مسڪينن

[9]. حال ڪونھي

[10]. بي پرواھ، مستانو

[11]. پاڪرين ڪي، خادمن ڪي

[12]. خوديءَ جي چاڻ

[13]. خوديءَ وارو، هوشيار

[14]. حضرت آدم جي پٽ جو نالو، جنھن پنھنجي ڀاءَ ھابيل ڪي قتل ڪيو ھو، قاتل

[15]. ڳرا

[16]. تير

[17]. پوري هنڌ تي.

[18]. انھيءَ

[19]. ڪمان

*پھريون ئي تير ڪافي آھي.

[20]. آھي

[21]. تير ھٽي

[22]. ڍال

[23]. چير

[24]. ڏنگ، زخم

[25]. تون بيٺو ھج

[26]. سھڻ وارو، پڪو، پختو (جھليندڙ

[27]. پنتي، پويان

[28]. پير.

[29]. بخيلي، بغض

[30]. گسايو

[31]. لرزش ڪندڙ، تير

[32]. نشان، ھدف

[33]. سامھان، سڌا

[34]. سوراخ

[35]. متان

[36]. دوستن ڪان

---

[37]. سندن

[38]. انھن ڪي ڏنم

[39]. ميدان ۾ * محبت جي ميدان ۾ اھڙو نعرو ھڻ جو ميدان ۾ پڙاڏو تي پوي.

[40]. ڪنگرن تي

[41]. ھرگز

[42]. بلڪل، ننو

[43]. دوستن

[44]. رک

[45]. بي حد

[46]. چڱو ڀلو، ڪامل

[47]. پيار، اُمدون، آسرا

[48]. سچا عاشق

[49]. بار، چوڪرات

[50]. ميلاپ، گھٽائي

[51]. نوڪ تي، ويجھو.

[52]. پرپور

[53]. ڦُري، مُني

[54]. ننڊ

[55]. فقيرن جو

[56]. ڪم، مرڪ

[57]. وئي ھلي، پئي (وجي ڪڏ ۾ پئي!)

[58]. رهبر
[59]. مون کي ياد ڪر
تہ آءٌ توکي ياد ڪريان
[60]. لحظو (ساعت)
[61]. وقت (گھڙي، پل).
[62]. ڪنهن بہ وقت،
همیشہ
[63]. دوستن جي
[64]. سجين لڳين،
تندرست
[65]. رُئن
[66]. پَوَن،
[67]. مقبول، پسند
* جيسين عاشق چڱو
پلو آهي.
[68]. منهن
[69]. وئي
[70]. ٺڪي
[71]. ناٽي جي ڳنڍ،
پئسو
[72]. انهيءَ جي مٿان،
باوجود
[73]. سر جو سودو تو
ڪري
[74]. ڇهڻ لڳڻ سان
[75]. چا لاءِ.
[76]. جهاتيون
[77]. سمهين

[78]. سبب، شرط
[79]. ٻنهي
[80]. پورائي
[81]. نہ تہ
[82]. سچن عاشقن کي
[83]. گھتي
[84]. دوا
[85]. ڳڳ ٿيندين، چڱو
پلو ٿيندين، (ڦتن جو
سُور ۽ ڪاڙهو
جَهڪو ٿي ويندءِ).
[86]. لنگھ
[87]. پيار جا حب مان
[88]. پندار
[89]. سار، سنڀار
[90]. سگھارو
[91]. زور، جوهر، تت
[92]. دڪان، هٽ
[93]. ڳچيءَ ۾ ڪپڙو
وجهي
[94]. لنگھہ رستو
[95]. پير مغان، شراب
وڪڻندڙ
[96]. سر عيوض ۾
ڏيئي
[97]. لنگھہ رستو
[98]. پاٺهي ئي
[99]. شراب.

[100]. ڳالھ وسرڻ
جهڙي نہ آهي
[101]. هٺجي
[102]. ڪندو، سوري،
تڪليف
[103]. تيار ڪري
[104]. پرزا پرزا، ڳترا
ڳترا
[105]. پولو، مونجهارو،
ٿوري سمجھ وارو
[106]. عشق جو اسرار
اهڙو اونهو آهي جو
سمجهي نٿو
سگھجي.
[107]. هلائي
[108]. تڪڙو هل
[109]. موڳي، نادان
[110]. ڪچو، نادان
[111]. راز، ڳالھ
[112]. سورن ڪان
[113]. ڳالهائي
[114]. ونڊجي
[115]. حاصل ٿيو، پيدا
ٿيو
[116]. هٿ آيو.
[117]. حاصل ٿي
[118]. نشان ڪيو، ياد
ڪيو

[119]. ازل ۾

[120]. دوست

[121]. دوا

[122]. اُٺ، جيڪو تمام گهٽو پاڻي پيئندو آهي

[123]. جانورن جي پاڻي پيئڻ جي جاءِ، تڙ

[124]. نہ ڪيل ڳالهہ

[125]. ظاهر

[126]. ڪَيَلِ (ڳالهہ)

[127]. نہ

[128]. زبان تي نہ آئي، واقف نہ ٿيا

[129]. عام ماڻهن ۾

[130]. رهبر

[131]. اها سوني عشق جي رمز انهيءَ جي رهبري ڪندي.

[132]. حڪم، نصيب

[133]. ڀلائي

[134]. هڙ، نقد

[135]. انهيءَ

[136]. جيڪي اسين توکي ڏينداسون سو ڀلائي سمجهي برسر ڪرڻ لاءِ تيار آهين.

[137]. اي منهنجي جند

[138]. چنل تند کي ڳنڍڻ

[139]. بي رهبر، اڪيلي

[140]. ڳڻ ڪري سمجھ

[141]. ناتو، سنگت

[142]. صبر ڪري

[143].اي سنواريل يا سڌريل!

[144]. ساڃاهہ، سڃاڻپ

* جي انهيءَ اصول تي عمل ڪرين.

[145]. صبر ۾ خوشبوءِ يا خوشي آهي.

[146]. خدا صبر ڪندڙن سان آهي (قرآن شريف).

[147]. آغا، ڏٽي

[148]. ائين

[149]. ڏيرج ڌر

[150]. هوڏ وارن

[151]. چوندڙن، تڪرار ڪندڙن

[152]. ذائقو

[153]. خوشي، سک، خير، ڀلائي

[154]. چوندڙن، تڪرار ڪندڙن

[155]. طعنن مان (ويڻن مان)

[156]. واڌ، نقصان

[157]. ڪِي، ڪجھ

[158]. اڳهين

[159]. حاسد، ساڙ وارو

[160]. چڱائي، ڀلائي.

[161]. سخت يا ڏاڍي ڪشيل ڪمان

* جيڪڏهين هن کي تمام ڇڪيل (ڪيني جي) ڪمان هوندي تہ تار ٽٽڻ ڪري هن کي نقصان ٿيندو.

[162]. ڳچيءَ جو هار، مٽيو

[163]. ساري بدن جا زيور مليا

[164]. صلاح، نصيحت

[165]. سياڳ واري

[166]. مايندا

[167]. گوڏن

[168]. فتويٰ ڏيندڙ

[169]. ڪاڻ (عتاب) وارو، محتاج.

[170]. قوت، ويڻن، طعنن

[171]. طرحين طرحين

[172]. جي چوڻ، حاضر سائين چوڻ

[173]. ڏک

[174]. لاپ، فائدو

[175]. گهار، گذار

[176]. حسن وارو، خوبصورت.

# سر کنڀات

**سر بابت:**

گجرات ۾، کنڀات نار تي، کنڀات نالي هڪ شهر آهي. هيءَ راڳڻي، اتي جي ڪنهن گوئيي جي رچيل آهي، تنهنڪري مٿس نالو سر کنڀات پيو آهي. هن سر کي ’کماچ‘ پڻ چوندا آهن؛ ۽ رات جي هڪ پهر گذرڻ بعد ڳايو ويندو آهي.

هن سر ۾، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون، اختيار ڪيون ويون آهن. گهڻي تفحص بعد، ثابت ٿيو آهي ته، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رد ڪيل بيتن مان ڪي حقيقت ۾ شاهه جا بيت آهن، اهي بيت اضافو ڪيا ويا اهن.

اضافو ڪيل بيت آهن:

داستان 2، بيت نمبر 24، 27 ۽ 41.

مضمون:

هن سر جا بيت، شاهه شايد جوانيءَ ۾ تڏهن چيا ٿا ڏسجنج، جڏهن کيس مجازي عشق جي چيڀٽ لڳي هئي، انهيءَ

ڪري ’قمر ۽ ڪرهي‘ کي عتاب ۽ خطاب ۽ بار تائين سنيهن پهچائڻ ۽ خبرن رسائڻ لاءِ تاڪيد ڪيل آهي.
روحاني راز:
هن سر ۾ شاهه، جيڪا ڪيس پيغمبر پاڪ ﷺ لاءِ محبت ۽ رسول اللهﷺ جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪرڻ جي تمنا دامنگير هئي، تنهن جو چٽو بيان ڪيو آهي. شاهه کي فخر موجودات، حضرت محمد ﷺ جي ذات با برڪات سا نهايت الفت هئي، تنهنڪري هن سر ۾، سونهاري سڄڻ جي شخصي سونهن ۽ اخلاقي حسن جي ساراهه ڪندي، هن حقيقت کي واضح ڪيو ويو آهي ته خدا تعاليٰ مديني جي مير لاءِ ملڪ ۽ ماڻهو خلقي، کيس انهن جو مهندار مقرر ڪري مڪو آهي. چنڊ جي سوپيا سپرينءَ جي سونهن ۽ سيرت اڳيان تڇ آهي، چاڪاڻ جو منجهس ’ناه پيشاني پرينءَ جي‘.
هيءُ هڪ تاريخي حقيقت آهي ته آنحضرت ﷺ جن جي جمڻ وقت، ڪفر جا قلعا لڏي ويا ۽ قيصر وڪسريٰ جا ڪنگرا ڪري پيا هئا. شاهه جو چوڻ آهي، ته نه فقط ڪافرن جون دليون ڪنبي ويون هيون پر فطرت پيا به ڪئين ڪرشما ڏيکاريا هئا. محمد صلعم جي آڏارپاءَ ۽ آجيان لاءِ، ’سورج ساخون جهڪيون‘ ڪيون هيون، ۽

’تارا ڪتيون تائب ٿيا‘ هئا ۽ چنڊ ڪتين سان ’پيهي ويو
پَرَلاءَ ۾‘.
رسول ڪريم ﷺ جن جي مدح بعد، شاھ صاحب چنڊ کي
پنهنجو قاصد بنائي ٿو، چاڪاڻ جو چنڊ ساڳئي وقت،
سونهاري سنڌ ۽ مديني منوره مٿان، پنهنجي نوراني نظر
وجهي ٿو، ۽ انهيءَ ڪري کيس سڄڻ ’تو اوڏا مون ڏور‘
آهن. شاھ صاحب کيس عاجزيءَ سان التجائون ٿو ڪري
ته ’الله لڳ، سرت ساري، منهنجو سنيهو ڏج ته،
منهنجيون اکيون ساري چمار، اوهان جي آسري ۽
اوسيئڙي ۾ آهن‘. چنڊ کي پيغام پهچائڻ جو طريقو پڻ
ٻڌائي ٿو، چي: ’پيرين هٿڙا وجهي، نرمي ۽ نئڙت سان
نياپو ڏج، متان محبوب کي مٺيان لڳي‘.
زيارت ڪرڻ جي خواهش، پنهنجي حبيب پسڻ جي
اُڪير، وهٽ نه وٺي سگهڻ جي عاجزي، ڪرهي ۽
ڪان نه هجڻ جي حقيقت ۽ منزل جي مفاصلي جي
شڪايت ڪندي چوي ٿو، ’پيرين آئون نه پڄڻي‘. اتي
هڪدم خيال اچيس ٿو ته، ’نفس کي چو نه ڪٽي ڪرهو
ڪريان؟‘ جڏهين نفس تي سوار ٿئي ٿو ته هو گيسر
ڪري ٿو. تنهن ڪري هن کي پنهنجو اصل ٻڌائي،
پلايون گهري ٿو. نفس آهي نجس، سو کيس جڏهن سنوت
نٿو ڏئي، تڏهن کيس آخرت جون اميدون ڏيئي، ريهڻ ريبڻ

جو ڪوششون ڪري ٿو. نفس جنهن کي لاٽي جي لغار لڳي پئي آهي، سو ڪڏهن لڪيو وڃيو لاٽو کائي، يعني دنيوي نجاست کائي يا دنيوي عيش عشرت ڪري. اهو ڏسي، شاهه ڪارون ٿو ڪري ته 'نپاڳي نفس رت رئاڙي، يعني تمام ڪڪ ڪري ڇڏيو اتم.' انهيءَ ڪري اسان کي نصيحت ڪري ٿو ته، 'نفس کي اهڙا ڪي ڏاوڻ ڏانءِ، جو پيو چري ۽ چنگهي'.

# سر ڪنڀات

## داستان پهريون

1

ڀَلا ڀَي آهِينِ، ڀِرِين ڀلائِيءَ ڀانهنجي،
سَڀاجها سِرِ چَڙهيو[1] ڏوراپو نه ڏِين،
مان ڏي مَدِيُون[2] ٿِينِ، سَڄَڻَ سَچاڻِ[3] ۾.

2

ڀيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، ڀَلائيءَ جا ڀيرَ[4]،
اَڱَڻِ اُڪَندِيُنِ[5] جي، ڏِئي ڀابوهي[6] ڀيرَ،

قَمَرَ[7] پاڙي[8] ڪيرَ، شمسَ[9] سُپيرِيَنِ سين.
3
ٿُون چَندِ! اُهوئِي، جو هُتِ پَسين ٿو پِرِينءَ کي،
آڏِتُ[10] چَئِجِ اُنِ کي، ڏِياءِ جو روئِي،
هيڪانڊِيءَ هوئِي[11]، سانگ[12] مَ پَوي سَڄَڻين!
4
مَرُ هيڪاندا هُونِ پِرِين، سانگِ مَ وَڃِنِ سيڻ!
رَهيا آهِين رُوحَ ۾، نِتُ جَنِين جا نيڻَ،
وِماسِيا[13] جَن ويڻَ[14]، ٿو تاريءَ[15] تَڳِي تَنِ
هِنُيون*.
5
راتِ سهائِي، پُون[16] سَنئِينِ، پَٽئين[17] وڏو پَنڌُ،
هَلَندي حَبيبن ڏي، ڪَرَها[18]! موڙِ مَ ڪَنڌُ،
بَنڌَڻُ[19] سوئِي بَنڌُ[20]، جو پَهُچائي پِرِيَنِ کي.
6
راتِ سَهائِي پون سَنئِين، پائِي! گُهرجي پَلُ[21]،
اَهُرَ[22] ۾ ايلاچِيُون،[23] چَندَنُ چَرِي چَلُ،
مُون توهين سين[24] ڳالهڙِي، پِئِي ڪنهين[25] مَ سَلُ،
هاهُرَ[26] ڪندو هَلُ، ته کِجايُون[27] کَرَنِ[28] کي.
7
راتِ سَهائِي، پُون سَنئِين، پِرِتِ[29] نَئِين، پنڌُ پُورِ[30]،

مِيا[31]! مَحبُوبَنِ جي، هَلِي وانءُ[32] حُضُور،
جي چِٽِڪَنِ[33] چِتَ ۾، سي ڪيئن سَجَڻَ ڏورِ،
اَللهَ لَڳِ اَسُورِ[34]، اُئان[35] ئِي ٿي آءُ ٿُون.
8
اَج پُنِ اَچائِي، چوڏهينءَ ماه چَندَ جِي،
مون گهرِ مون پرِيَنِ جي، اَچَڻَ جِي وائِي،
مون گهرِ واڌائِي، پيئِي کامَ[36] کَرَنِ[37] ۾.
9
اَجُ پُڻِ اُمارو[38]، چوڏِهينءَ ماهَ چَندَ جو،
مون گهرِ مون پرِيَنِ جي، اَچَڻَ جو وارو،
سَجَڻُ سوپارو، پيچَ پِنِيءَ[39] گهرِ ائِيو.
10
چوڏِهينءَ چَندُ اُپريو، اُوٽِيه پَسيسِ عامَ*،
مَٿَسِ[40] ناهِ مَلام[41]، جيڪِي پُچين پُڄُ سو[42].
11
چوڏهين چَندَ تون اُپرِين، سَهسين ڪَرِين سينگار،
پَلَڪَ پرِيان جي نَه پڙين[43]، جي حِيلَنِ ڪَرِيين هَزار،
جِهڙو تون سَڀَ جَمارَ، تَهِڙو دَمُ دوستَ جو.
12
سَهسين سَجَنِ اُپِري، چوراسي چَندَنِ،
بِاللهِ[44]، ري پرِينِ، سَڀَ اُونداهِي پانئيان.

13

چَندَ! تنهنجي ذاتِ، پڙيان نه پَرِيَنِ سين،
تون اَچو ۾ راتِ، سَڄَڻُ نِتُ سوجِهرا.

14

چَندَ! چِٽائِي[45] تُنهنجي، سِياهِيءَ[46] ۾ سُور،
لايان لالَ لِڱَنِ کي، چَندَنِ پَري ڀُورُ*،
ڪُوماٽو ڪَپُورُ[47]، مون واجهائيندي پَرينءَ کي.

15

چَندَ! لَڳَنَئِي مَندَ، سنجهي ئي سِيخ[48] ٿيين،**
ڪَرِ اُونداهِي اَنڌَ، ته مِلان مَحبُوبَنِ کي.

16

چَندَ! چُئَين[49] حَقُ، جي وِڙهين، جي وِچِرين[50]،
ٻه اَکَيُون ٿِيو نَڪُ، تو ۾ ناهه پِرِيَنِ جيهو[51]،

17

چَندَ! چُئَين سَچُ، جي مَٿِي[52] نه پائِيين،
ڪَڏِهن اُپِرين سَنهڙو، ڪَڏِهن اُپِرين ڳَچُ،
منهن ۾ ٻَري ئي مَچُ، تو ۾ ناهه پيشانِي پرينءَ جِي.

18

ڪَٽِي نيڻَ خُمارَ مان، جان ڪِيائون نازُ نَظَرُ[53]،
سُورِجُ شاخُون جَهڪيُون، ڪُوماٽو قَمَرُ،
تارا ڪَتِيُون تائِبَ ٿِيا[54]، ديکِيندي[55] دِلبَرُ،

جَهڪو ٿِيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.
19
اُونداهِيءَ اَڌَ راتِ ۾، پرِيءَ[56] پَسايو پاڻُ،
چَندُ ڪَتِنِ ساڻُ، پيهِي وِيو پَڙِلاوَ ۾*.
20
تارا تيلِيءَ رُوءِ[57]، لُڏا[58] لالَنَ[59]! اُپرِين،
جِهَرِو تو صُبُوح، تَهڙي صافِي[60] سَجَڻين.
21
تو ڏانهن گهڙو نِهاريان، تارا تيلاهين،
سِجَڻُ جيڏاهين تون تيڏاهين اُپرين.
22
هُنَ تاري، هُنَ هَندِ، هُتِ منهنجا سُپرِين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ مَندِ[61]، ڪَوڙا ٿِينِ نه ڪَڏهين.
23
هُنَ تاري، هُنَ هيٺِ، هُتِ منهنجا سُپرِين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ ميٺِ، ڪَوڙا ٿِينِ نه ڪَڏهين.
24
هُنَ تاري، هُنَ جاءِ، هُتِ منهنجا سُپرِين،
سَجَڻَ ماڪِيَ ساءِ[62]، ڪَوڙا ٿِينِ نه ڪڏهن.
25
تارا، تِرَ[63] تِروڪِڙيُون[64]، مَٿِنِ قُلَڙيُون[65]،

ڪوءِ[66]! سي راتَڙِيُون، جي مون پرينءَ پُڄاڻان پيئِيون.

وائي-1

جيڏِيون! هِيُ ضَرُورُ، آيَل[67]! ڪيئن رَهندو پرينءَ ري[68]،

سَگهو ساعِتَ[69] نه چندَڙو، اَنئِي پَهر مَلُورُ[70]،

آيَلِ! ڪيئن رَهندو پرينءَ ري.

مَنَ ۾ مُشتاقَنِ[71] جي، ساڄَنَ! تُنهنجو سُورُ،

آيَلِ! ڪيئن رَهندو پرينءَ ري.

پيرين[72] آئون نه پُڄَڻِي ڏيهه پِريان جو ڏُورُ،

آيَلِ! ڪيئن رَهندو پرينءَ ري.

وَجي ويلَ سپ ڪنهين هينئڙو پرينءَ حُضُورِ،

آيَلِ! ڪيئن رَهندو پرينءَ ري.

## وائي-2

آگَڻِ آيامِ پيهِي، يا اَلا! مون سارِيندي سُپِرِين.

مُشڪَ عطرُ[73] مون پِرِين، سِڪيَسِ

جَمِ[74] سَپيئِي[75]،

يا اَلا! مون سارِيندي سُپِرِين.

تَنُ جَنِين جو طالِبُو، رُوحَ تَنِين سين ريهِي[76] *،

يا اَلا! مون سارِيندي سُپِرِين.

ساڃَنَ سندِيَ سُونَهنِ جِي، آئون ڳالھ ڪَريان ڪيھِي[77]؟
يا اَلا! مون سارِيندي سُپِرِين.
ٿيو لُطفُ، لطِيفُ چي، دوسُ[78] آيو دَرِ پيھِي،
يا اَلا! مون سارِيندي سُپِرِين.
وائي-3
وَهلِي[79] وَنءُ[80] مَ وِهامِي[81]! رَھ راتَ،
رائِينديَسِ[82] پرينءَ کي.
شَمعَ ٿيندِيس شَبِ[83] ۾، اِنَ خُوشييءَ کان کامي،
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
بابُوئَنِ[84] سَندِيَ باھ جيئن[85]، بَران شالَ اُجهامِي*!
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
پَرِتِ جا پِيتَمَ[86] جِي سا ڪِينَ پُروڙِي عامِي[87]،
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
مون کي مون پِرِيَنِ جو، آهي دَردُ دَوامِي[88]،
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
آهِيان يارُ سَيِّدُ[89] جو ڪانَه رَهي ڪا خامِي[90]،
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
هُو جو لَنؤُ، لَطيفُ چي، مون کي آھ مُدامِي،
رَھ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
روشَنُ[91] ٿِيان رُڃُنِ[92] ۾، جي هُئان لَنؤُ اِنهين
لامِي[93]*،

رَھ راتَ، رائِيندِيَسِ پرينءَ ڪي.
ڪارِي سا قِيامَ سَئِين[94]، ھوتُ جنھن جو حامِي[95]،
رَھ راتَ، رائِيندِيَسِ پرينءَ ڪي.
آيِمِ[96] تنھن لوڪَ سين[97]، جيسِين مان چَوَنِ
سُوامِي[98]،
رَھ راتَ، رائِيندِيَسِ پرينءَ ڪي.

داستان پيو

1

ناسِيندي[99] نِگاھَ، پِھرِين ڪِجِ پرِيَنِ ڏي،
اَحوال عاجِزَنِ جا، آکِج[100]، لَڱِ اَللہَ،
روزُ نھارِنِ راھ، اَڪِيُون اوھان جي آسَري.

2

ناسِيندي نَظَرَ، پِھرين ڪِجِ پرِيَنِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَھِجِ قَرِيبَ کي، نِسَتُ[101] آئون نِبَرُ[102]،
پِي پيٽِي[103] ناھيم پَرُ[104]، اَڪِيُون اوھان جي آسَري.

3

ناسِيندي نِرتَ[105]، پِھرين ڪِج پرِيَنِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَھِجِ قَرِيبَ کي، ساري ساڻُ سُرتِ[106]،
بيو پَروَسو نه پِتِ[107]، اَڪِيُون اوھان جي آسَري.

4

ناسِيندي نِهارَ، پَهرِين ڪِجِ پِرِيَنِ ڏي،
آئون جي ڏِيَئن[108] سَنِيها، چَنِّجِ چَندَ! اَپارَ[109]،
ساڃَنَ! سَپِ ڄمارَ، اَکيُون اوهان جي آسَري.
5
چَگا چَندَ! چَئيجِ، سنِيها کي سَڄَڻين،
مَٿان اَگَڻِ اُپِري، پِرِيَنِ جي پئيجِ،
جِهيڻُو ڳالهائيجِ*، پيرين وِجهي هَٿَڙا.
6
آئون جي ڏِيئن سَنِيها، سي تون چَندَ! پَلءِ بَنڌُ،
چئِجِ حالُ حَبيبَ کي، نَئِي[110] نِوڙائي ڪَنڌُ،
تو تيڏاهِين پَنڌُ، جيڏانهن عالَمَ آسَرو.
7
اُپِرُ چَندَ! پَسُ پِرِين، تو اوڏا، مون ڏُور،
سَڄَڻَ سُتا وِلهه ۾، چوٽا پري ڪَپُورَ**،
پيرين آئون نه پُڄَڻي، بابَلُ[111] ڏِئي نَه بُورِ[112]،
جنهن تي چَڙِهي اَسُورِ[113]، سَنجهي سَڄَڻَ
سِيَٿِيان[114].
8
آئون اُڪَندِيائِي مَران، پِرين پَلا، پَرَ ڏُورِ،
بابَلُ ڏئي نه بُورِ، پَنڌَ نه جوڳِي[115] پيڙِي[116]***.
9

ڏٺِي! ڪَرِيندين ڪِڏهين، حياتيءَ[117] هيڪاندِ[118]،
مَنَ ۾ مُشتاقَنِ جي، ڪِي رَنجائِي[119] راند،
پِرِيَنِ ڏيساندَرَ پاندِ[120]، ڳُجُهه ڳِرَهِيان[121] ڪَنِ سين.
10
هينئڙي سَچَڻَ سارِيا، ڪِٿي هُوندم هيرَ[122]،
اَچِي لالَنَ! نه ڏيين مَٿي پَلَنگَنِ پيرَ،
ٿِي وِرُوهَڻَ[123] ويرَ[124]، ڳُجُهه ڳِرَهِيان[125] ڪَنِ
سين.
11
وَڏَ ڦُڙو ۽ واءُ، ڪَرَهي ڪاڏو[126] کوڙيو،*
کوءِ، ٻَنِ، پَلاٽِيان، اولاٽيو[127] نه اُٿِئي**.
12
پَلاٽِيان پيو! اولاٽيو نه اُٿِئي!
جيڏاهن وَڳُ[128] ويو، اُپو تَرسي[129] اوڏهين[130].
13
ڪَرَهو، نه ڪِيڪانُ[131]، پيرين آئون نه پُڄَٽِي،
جو مون راتِ رَساٽي، نيئِي ساڃَنَ سانُ،
مون نه وهِيڻُو[132] پاڻُ، ويئِي نيڻَ نِچوئِيان[133].
14
ڪَرَها! ڪَسرَ[134] ڇَڏِ، وِڪُون وِجُهه وَڌَنديُون،
هيڪَرَ حَبِيبَنِ سان، مون کي نيئِي گَڏِ،

مَچُڙِ[135] پُونئي هَڏِ، آهُون اُڪَندِيَنِ جُون*.
15
ڪَرَها! ڪَسَرَ چَڏِ، وِڪَ وَڏندِي پاءِ،
منهنجو هَلَڻُ اُتهِين[136]، جِتي جانِبَ جاءِ،
توکي چَندَنُ چارِيان، پِيو وَڳُ[137] لاڻِي کاءِ،*
اِيهين[138] اُٺَ! اُٺاءِ، جِيئن هُوندِيءَ راتِ[139] هُتِ
مِڙُون.
16
ڪَسَرَ چَڏِ ڪَنواٽَ[140]، وِکُون وِجُهه وَڏَندِيُون،
سَنئِين سُپِيرِيَنِ جِي، وِنگِي[141] پانءِ مَ واٽَ،
چَڏِ جهورِي[142]، ڏِي جهاٽَ[143]، ته هونديءَ راتِ
هُتِ مِڙُون.
17
ڪَرَها! ڪُرُ[144] سُڃاڻُ، پِيَئَڪو[145] ۽ پانهنجو،
اَصلِ آهي انهنجو[146] ناليرو نِڏانُ[147]،
ڪَرَها! اسان ساڻ، ڪي، چانگا[148] ڪِج چَڱائِيُون.
18
آڻي بَڏُمِ وَڻَ جاءِ، مانَ مُڪَڙِيُون[149] چَري،
ڪُڏاتُورو[150] ڪَرَهو، لِڪِيو لاڻِي[151] کاءِ،
اِنَ مَيِي[152] سندي ماءِ! مون ڳالهڙِينِ ڳوڙها
ڪِيو[153].

19

مَيا! مَجِ مينَثَ، اَجُ مُنهنجِي ڪَرَها!

جهاڳيندي جَر[154] پَٿيُون[155]، مَتان ڪَرِيين ڪَٿَ[156]،

سُپيرِيان جي سَٿَ[157]، مون کي نيئِي ميڙِيين.

20

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِيَنِ ڳُتِيَسِ مالَ[158]،

ڪَدِيفي[159] جِي ڪَرَها،

هيدِي[160] پايئين[161] حالَ[162]،

چَندَنُ چاريئين[163] جالَ[164]، جي مون راتِ رَساٽِيين.

21

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِي مَنجهِ مَهارَ،

چنگا! چَندَنُ چارِيئين، اَنَئِي پَهرَ اَپارَ،

سَندِيَ پِيءَ[165] پَچارَ[166]، جي مون راتِ رَساٽِيين.

22

مَيا! تو مَهارَ، سَچِي پايان سونَ جِي،

چارِيئين چندَنُ چوٽِيُون[167]، نايو[168] ميندِيءَ ڏارَ،

سَندِيَ پِيءَ[169] پَچارَ، جي مون راتِ رَساٽِيين.

23

اُٺُ نه وَجي وَڳَ[170] سين، چَري لاٽُو،

مَيي کي مَجازَ[171] جو، ٿُوهي ۾ ٿاٽُو[172]،

يَٽاري پاڻُو[173]، مَرَندي سِينءَ[174] نه مَٺِيو.
24
اُٺُ نه وَڃي وَڳَ سين، ٻَڌو چَري نه پُورُ[175]،
مَيي کي مَجازَ جو، ڪُڙِه[176] اَندَرِ ڪو سُورُ،
سو ڪر پِرايَئِين[177] پُور[178]، سُڪِي جيئَن ساڻُو ٿِيو.
25
اُٺُ نه وَڃي وَڳَ سين، چَري نه چانگو،
لَڳِيَسِ نائُڪَ[179] نينهن[180] جي،
نِهوڙِيو[181] نانگو[182]،
چِڏي سِرَ سانگو، رِڙهي رَندِ[183] پرِيَنِ جي.
26
ويهي منجَهين[184] وَڳَ، ڪَٿُورِيءَ ڏارَ چَري،
ماءِ! منهنجي ڪَرَهي، پَڌِرِ پَڳَ نه لَڳَ*،
جَڳَ سين جِهَڙو جڳُ، هِيئَين سين هُتِ چَري.**

27
پُورُ[185] نه چَري پُورُ، چِڏيو ٿُورُ[186] تَڪُون ڪَري[187]،
مُونين هَٽِي[188] موٽيو، ڪَرَهو راتِ ڪَپُورُ[189]،
مَيو ٿِيو مَعمُورُ[190]، چِندَنُ چَکِي آئِيو.

27

پيشانيءَ ۾ پرِيَنِ جي، چانگي رَکيو چِتُ،
نيٿَ[191] چِنايو نِتُ، اُپو اوڏاهين آسري.

29

اَجُ نه اَڳِئين ڍار[192]، ڪَرَهو جيئن ڪالهه هُئو،
اَڱَڙِ آيو نه ڪَري، پاهوري[193] پَچار،
جيڪُسِ مَنجِهه قَطارَ[194]، ڪا وَلِ چِنائين[195] وِهه
جِي[196].

30

مِيي ماڪائي[197]، وِڏو واٽُ وَلِيُنِ کي،
خَبَرَ تِي کيٿَ ڏَٽِين[198] کي، وِڏُوٽا[199] واهي[200]،
ڪَرَهي ڪاڪَتَ[201] چَڏِيِي،[202] وَريَسِ نه وائِي،
چانگي چَرِيائِي، ويئِي ويچاري وِسَرِي.

31

مِٿيُون لَهِي مُهاءِ[203]، جي تو چانگا چِنِيُون[204]،
وَلَڙِيُون وِهه ساءِ[205]، اَجا تو مُهَنڊِيُون[206]،

32

وَٿي سيٿَ[207] سُوَٿَ[208] ، پاءِ پنهنجي ڪَرَهي،
وَلِيُون واسَ وَرَنِيُون[209]، پَهرِيُون[210] مَٿي پَٿَ،
چانگي چَکِي چَٿَ[211]، ته پوءِ نه رَهندو
پِيِنڌَ[212] ري.

33
ڪين[213] جو ڪيڏاهين، چانگو چَڪِي آئيو،
تاٽيو تيڏاهين[214]، نيٺَ[215] چِنايو نِڪري.
34
ڪَرَهي کي ڪَئِين، وِڌَمِ پيندَ پَلَڻ[216] جا،
ليڙو[217] لاٽِيءَ کي چَري، نيئر[218] ساڻُ نَئِين[219]،
چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحبَ! وِجُھ سَئِين[220]،
اوباهِيوسِ[221] اَئِين[222]! لُطفَ ساڻُ، لطيفُ چي.
35
ڪَرَها[223]! توکي ڪامَ[224]، مون سَچو پَسِي
سَچِيِي[225]،
مانَ پَرُوڙي مامَ[226]، ساڱاهي[227]، سَئِينءَ وهين*.
36
کَنياتِڙِي تَڙِ[228] وَرِي، اُپِي تَڙِ واجهاءِ،
مانَ اَچِهُون[229] ڪاءِ، سُواڏائِي[230] سَچِٽين.
37
چانگي چَئِي چُڪِياسِ، مَٿاءَ اَڪَ نه اُلَهي[231]!
جنهن وَلِ گهٽا وِهاتِيا[232]، اُنَ سين آرِ[233] لَگِياسِ،
چوڏاري چَندَنَ وَڻَ، پَچِي پُوجَ[234] پِياسِ،
راڙي[235] رَتُ ڪِياسِ، هِنَ ڪُڏاتُوري[236] ڪَرَهي!

38

اُٺِي اَڙائِينس[237]، ڇَڏِيو ته ڇيڪَ[238] ٿِيو،
ڪارايا، ڪِڙِيو[239] وَڃي، پَلاٽِي پائِينسِ،
ڏاوَڻِ تنهن ڏائِنسِ، جيئن چَري ۽ چِنگهي پُٽو[240]**.

39

ڏُو ڏَستي، ڏُو پيرَ! سِيني سنگهرَ رُڪَ جِي*،
ماءِ! منهنجي ڪَرَهي، تازي ڦُلَنِ** هير[241]،
تنهن ڪامَڻَ[242] ڪَندِي ڪيرَ، جو مُونِهين[243] وَٿِ
مَسَ رَهي.

40

ڪَنِين ڪامَڻَ ڪياءَ، ڪِيئن پنپولِئين[244] ڪَرَها،
اَکِيَنِ مَٿي اَکِيا[245]، پَڙَ[246] ۾ پيرَ ڳَنِاءِ،
وَڳَ ڪِ[247]، وِسَرياءِ، ٻَڌو جيئن گهاٽي وَهِين!

41

هوسُ وَڏيرو وَڳَ جو، مِڙِني ۾ مَهِندارَ!
چُنِمَ[248] ٿي چاڳَ[249] مَنجهان، موڙِيو مَڃَرَ ٿارَ،
لِڪِئي جي لَغارَ[250] آڻي ٻَڌَمُ اَکِيا.

42

نَوَ[251] نيئَرَ پائي، جان مون هيئنڙو جَهلِيو،
وِيئڙو چِنائي، پوئينءَ رات پِرَينِ ڏي.

43

نَوَ نِيئرَ، ڏَهَ ڏاوَٽِيُون، پنڌرهن[252] پَينڌَ[253] پِياسَ،
جڏهن سَڄَڻ يادِ پِياسِ، چِرڪَ چِنايَئِين[254] هيڪَڙي.
44
ڪائي نه ڪَنَّهارَ[255]، چَندَنَ جا چُوپا ڪَري[256]،
اَگَرَ[257] اوڏو نه وَجي، سِرِڪَندَ[258] لَهي نه سارَ،
لاٽي جي لَغارَ[259]، مَيو مَتارو ڪِيو.
45
چانگا! چَندَنُ نه چَرين، مَيا! پِيين نه موڪَ[260]،
اَگَرَ اوڏو نه وڃين، ٿُڪِيو چَڏيين ٿوڪَ[261]،
لاٽي وَچان لوڪَ[262]، تو ڪِهَڙي
اَڪرِ[263] آئڙِي[264]؟
46
جِئان[265] ڪوڙِ به ڪانِيُون، پَنجين لَکين پاءُ،*
مَيو تنهن ماڳاءُ[266]، ڏِيهاڙِي[267] ڏارَ چَري.**
47
جِئان ڪوڙِ به ڪانِيُون پَنجين لَکين پَنُ،
تَئان چاٽي چُگِيُون[268] مَيي رَتو[269] مَنُ،
تنهن وَلِ سَندو پَنُ، ڪُوماڻو ڪوڙيين لَهي.+
48
لَکِ لاکِيڻو[270] ڪَرَهو، ڪوڙيين ڏيئِي گِڏومِ،
اَگَڻِ سُونهن ٿِيومِ، مُلهه مهانگو مَ چئو.

49
لَکِ لاکِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙيين ڏيئي چوڙِ،
اِها سَٺ[271] سَيّدُ چي، جِهين تِهين[272] جوڙِ،
ٽُرتُ رَساٽي توڙِ[273]، جُهه پَلاٽِيو[274] ته پرينءَ مِڙي.
50
لَکِ لاکِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙِيين ڏيئِي ڪاهه،
ايلاچِيُون آهُرَ ۾، پُوجَ[275] مَيي کي پاءِ،
ڪَٿَ نه ڪندو ڪاءِ*، جُهه پلاٽِيو نه پرين مِڙي.

# وائي-1

آهِينمِ ڳالَهڙِيُون، ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
جي مان پيبُون پرينءَ ري، کوءِ! سي راتَڙِيُون،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
جي مان اورِيُون پرينءَ سين، وَرَ[1] سي راتِڙِيُون،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
پَسَڻَ ڪارَڻِ پرينءَ جي، پاتِيُمِ جهاتَڙِيُون[2]،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
آڏِيءَ، عَبدُاللّطيفُ چي، ڪُهَنِ ڪاتَڙِيُون[3]،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
وائي-2
سَڏين[4] سيڻَ نه هُونِ، نِينهُن نِياپي نه ٿِئي،

ڪارِيءَ راتِ رَتَ ڦُڙا، جان جان نيڻ نه رُونِ،
نِينهُن نِياپي نه ٿِئي.
موٺُ جَنِين مِيهَٽُو، پِڙَ[5] تي سيِئي پُونِ،
نِينهُن نِياپي نه ٿِئي.
جَنِ مُسافِرَ سُپِرِين، سي مَرُ[6] رويو رُونِ،
نِينهُن نِياپي نه ٿِئي.

## وائي-3

توٽي تَڙِيين[7] تون، يا اَلا! تو دَرُ توءِ[8] نه ڇَڏِيان!
مون کي سو مُشاهِدو، جي مُنهن نه ڏِئِين مون*،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نه ڇَڏِيان!
مون پِيا دَرَ گهڻا نِهاريا، آهِيين تُونِهين تون،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نه ڇَڏِيان!

[1]. آمهون سامهون يا روبرو ٿي

[2]. اوٽايون، خاميون، لڳايون

[3]. چڱائي

[4]. پندار، خزانا، نشان

[5]. سڪندڙن، منتظرن

[6]. مشڪندي، خوشيءَ مان

[7]. چند

[8]. برابر ڪري

[9]. سج (جهڙن)

[10]. سنيهو، پيغام

[11]. گڏ هجي، خلوت ۾، اڪيلائيءَ ۾

[12]. سانگي، سبب، سفر، وڇوڙو.

[13]. توريل تڪيل، غور ڪيل

[14]. سخن

[15]. تار، لنؤ، ڏن.

* محبوبن جي تار ۾ منهنجي دل پئي تڳي، يعني آءٌ جيئرو آهيان، اهي جن جا سخن سنجيدا آهن.

[16]. زمين

[17]. ميدانن

[18]. اُٺ

[19]. سندرو، قصد، ارادو

[20]. بَڌُ

[21]. بل، طاقت، همت

[22]. وٿاڻ (آهُرو)

[23]. الائچيون، قوتا.

[24]. توسان ئي

[25]. ڪنهن ڪي

[26]. اٺ جي هونگار

[27]. خار ڏياريون، چيڙآيون

[28]. رقيبن، خرن، گڏهن، احمقن

[29]. پريت، نينهن، عشق

[30]. پورو ڪر، طئي ڪر

[31]. اي اٺ!

[32]. وڃ، پهچ

[33]. هرن، ياد پون

---

[34]. اسر، پرڀات، رات جي پوئين پهر

[35]. اُٺان.

[36]. ساڙ، حسد

[37]. رقيبن، خرن، گڏهن، حاسدن

[38]. سانباهو، تياري

[39]. پره ڦٽيءَ عام ماڻهو اوڻيهن تاريخ ڪان پيا چند ڪي ڳولين.

[40]. عام ماڻهوءَ تي

[41]. ڏوهه، ميار (ملامت)

[42]. اها پرولي يا راز نه سمجهين ته مون ڪان پڇ

[43]. برابر ٿئين

[44]. الله جو قسم ته.

[45]. روشنائي

[46]. اونداهي رات

* (توسان ملڻ لاءِ تياري ڪري)

[47].

ڪافور (Camphor)، سرهاڻ

[48]. شِخ
** سِيتجي وجين!
مَري وجين!)

[49]. چوائين

[50]. خفي يا پريشان تئين

[51]. جهڙو

[52]. بري يا ناجائز ڳالھ.

[53]. ناز سان نهاريائون

[54]. توبھ ڪئي، پيش پيا، شرمايا

[55]. ڏسندي

[56]. پرين ۽
* چند تارن سوڏو گم ٿي ويو.

[57]. تهڙيءَ طرح يا ريت

[58]. سهيل تارو، هڪ تاري جو نالو، جيڪو سياڱو سمجهيو وڃي ٿو.

[59]. اي سهڻا!

[60]. روشني، چمڪ

[61]. ميناج

[62]. ذائقو

[63]. خال

[64]. نڊيڙا تر يا خال

[65]. نڊيون قليون

[66]. ڪڏ پون

[67]. امڙ

[68]. ڪان سواءِ

[69]. پل

[70]. ملول، پريشان

[71]. عاشقن

[72]. پيرين پنڌ ڪري، پيادل.

[73]. مشڪ ۽ عطر جهڙو

[74]. جمار، حياتي

[75]. ساري، سڄي

[76]. ريھ تيل، سوگهو ڳنڍيل (Rivelted)
* روح ان سان ريجهي يا رهاڻ ڪري.

[77]. ڪهڙي

[78]. دوست، محبوب

[79]. جلدي

[80]. وڄ

[81]. گذري، پوري ٿي

[82]. پرچائينديس (ماٺينديس)

[83]. رات

[84]. جوڳين، آديسين، فقيرن

[85]. جيان
* فقيرن جي دونهيءَ وانگر شل پئي ٻران ۽ اجهامان.

[86]. محبوب (پريتم)

[87]. عام رواجي ماڻهو

[88]. مدامي (دائمي)

[89]. حضرت محمد ﷺ

[90]. گهتتائي، ڪچائي

[91]. صاف، نوراني

[92]. رڻ پٽ يا دنيا

[93]. نمندڙ، محو
* جيڪڏهن انهيءَ عشق (پيغمبر جي الفت) ۾ محو هجان تہ دنيا ۾ صاف ۽ پاڪ مشهور ٿيان.

[94]. سڏي، بي خطر

[95]. مددگار

[96]. گهارڻو پيم

[97]. هن دنيا جي ماڻهن سان، جي عشق کان غير واقف آهن

تنگون ٽيڙيو پيو
آهي.
[128]. ولر
[129]. سِڪي تانگهي-
فارسيءَ جي ترسيدن
مصدر مان نهيل
مضارع جو فعل
[130]. اوڏانهن لاءِ پيو
تڙپي
[131]. گهوڙو
[132]. هٿ وس
[133]. پتوڙيان
[134]. گيسر، دير
[135]. متان
* متان عاشق جون
آهون هڏ ۾ پونئي
(اثر ڪنئي).
[136]. اُتاهين، اوڏاهين،
اوڏانهن
[137]. ولر
* پيا اُٺ جتي لاٿو
ڪائين اتي آءُ توکي
چندن ڪارايان
[138]. ائين
[139]. رات هوندي،
اجوکي رات
[140]. نندا اُٺ
[141]. ڏنگي ڏکي

[114]. سَٽ سَٽ ڪري
يا تڪڙو وجان
[115]. لائق
[116]. پيل بيمار
*** مون پٽ پيل
ڪان پنڌ نٿو پڇي
[117]. زندگيءَ ۾
[118]. وصال
[119]. بيماري، عشق
[120]. پرڏيهه ڏانهن
[121]. اوريان، بيان
ڪريان.
[122]. هن وقت
[123]. رهاڻ
[124]. ويل، وقت
[125]. اوريان
[126]. اُٺ جي سيني
جو اهو پاڱو جيڪو
ويهڻ وقت پَٽ تي
کُپي، زمين ۾ کڏ
ناهيندو آهي.
* گيدي ٿي ويهي
رهيو.
[127]. اڻ پلاٽيل
** کڏ پوي پلاٽڻ،
چاڪاڻ جو هي اُٺ نہ
پلاٽڻ ڪان سواءِ ٿئي

[98]. جيسين مون کي
مرشد جو ارشاد ٿئي.
[99]. اپرندي،
نڪرندي، چمڪندي
[100]. چئج
[101]. ڪمزور
[102]. بي طاقت (نِبلُ)
[103]. اَجهو
[104]. آڌار
[105]. نظر، ڌيان
[106]. سمجهہ،
هوشياري
[107]. ديوار، آسرو،
آڌار
[108]. ڌِيانءِ
[109]. بيشمار.
* آهستي ادب سان
ڳالهائج
[110]. نمي
** محبوب ڪلي هوا
۾ سرها تيل ڦليل
ڪري ستا آهن
[111]. بابو، پيءُ
[112]. پوري رنگ
وارو، گورو يا
ڪنوات (اُٺ)
[113]. اَسُر يا صبح جو

[142]. رينگٽ، ڪر ڪر، ڳٽي
[143]. ست ڏي، ڪاهه
[144]. ٻڙ، نسل
[145]. اباڻو، پيءُ وارو
[146]. اوهان جو
[147]. خاندان
[148]. متارا اُٺ
[149]. مُڪڙيون (ڳلن جون)، ڳؤنچ
[150]. ڪميڻو، ڪمذات، ڪتو
[151]. ٻوتو (ذائقي ۾ ڪارو هوندو آهي) جو اُٺ ڪي ڏاڍو وڻندو آهي (هت نفساني خواهشون)
[152]. اُٺ
[153]. منجهيل ست جي ڳوڙهي وانگر پريشان ڪيو.
[154]. پاڻي
[155]. ميدان
[156]. شمار، ڳڻتيون
[157]. جماعت، ڳڏ
[158]. مالها
[159]. ريشمي (قطيفتہ)
[160]. مهار، واڳ
[161]. پايانءِ! پارايانءِ!
[162]. هڪدم، نهه پهه
[163]. چاريانءِ!
[164]. ڳهٽو
[165]. پرين
[166]. پيچري، منزل
[167]. ڳؤنچ، ڪچا پن
[168]. نمايو، هيٺ لاڙي
[169]. پيا، پرين
[170]. ولر
[171]. مغروري (مجازي عشق، هستي)
[172]. جاءِ، گهر
[173]. وڻاڻ
[174]. تائين.
[175]. پُرو اُٺ
[176]. ڪک، بدن
[177]. پرايائين
[178]. خيال، عشق
[179]. نؤڪ، چپيٽ (ناوَڪ (ف)= تيرُ)
[180]. نينهن، عشق
[181]. نابود ٿيو
[182]. اگهاڙو (اٺ)
[183]. رستي، پيچري
[184]. منجهئين

* ظاهر پير نتو لڳيس، ظاهري روش تي نہ لڳجانءِ.
** منهنجو اٺ ڀين سان ڀين جهڙو آهي: پر حقيقت ۾ لنؤ يار سان لڳي پئي اٿس.

[185]. پورو (اٺ)
[186]. ڳلن ۽ مکڙين جون اندريون ڦلڙيون جيڪي اُٺ کائيندا آهن.
[187]. لوٽا ڦيرائي، گهور ڪري نهاري
[188]. ڳوڏن ڪي هٽي، لتاڙي نہ کائي
[189]. ڪافور (هتي خوشبودار گاهه)
[190]. پرپور
[191]. نوڙ
[192]. نموني
[193]. توبري جي
[194]. ولر، وڳ
[195]. ڪاڏائين
[196]. زهر جهڙي تلخ
[197]. ڪڏ ڪري
[198]. ٻنيءَ جي مالڪن
[199]. ڪاوڙيا

هن ٻن هٿن ۾ پيرن
واري اُٺ/نفس کي
رڪ جو زنجير
سيني تي ٻڌو اٿم.
** گُلن
[241]. عادت
[242]. جادو، منڊ
[243]. مون ٿي
[244]. پنيلجي وڃين
[245]. اکين جا کوپا
[246]. گهاٽي جي ميدان
يا ٻڙ
[247]. ڪيئن
[248]. ڪاڏم
[249]. ناز
[250]. اثر، انگ
[251]. 9- (Nine)
[252]. پندرهن
[253]. نوڙ
[254]. چنايائين.
[255]. اچي گلاب جو
قسم
[256]. توڪاريو چڙي
[257]. وڻ جو قسم
جنهن جون ڪانيون
خوشبوءِ واريون
هونديون آهن.
[258]. صبدل، چندن

[224]. چهو، چهبڪ
[225]. سَڄيين، اولاري،
هنئي
[226]. رمز، اشارو
[227]. ساڱائي، سمجهي
* سمجهي سنئون
رستو هلين.
[228]. ڪنيات نار واري
ٽڙ تي (هتي دوست
جو در)
[229]. اسان کي اچي
[230]. مبارڪ،
خوشخبري
[231]. (پنهنجي ضد
تان) هيٺ لهي.
[232]. موڳا ڪيا
[233]. محبت
[234]. گهٽا
[235]. رئاڙي
[236]. ڪميٽي، سڪٽي
نسل واري
[237]. ٻڌينس!
[238]. اڻ سهائيندڙ
نموني ۾ آزاد. رولو
(ڇُڙواڳ)
[239]. ٿهيو، ٿنو، پڳو
[240]. پيو

[200]. سنڀاليندڙ (راکا)
[201]. طاقت
[202]. ڇَڏي
[203]. منهن اڳيان،
ويجهو
[204]. ڪاڏيون
[205]. ذائقي، سواد
[206]. اڳتي، پريان،
نقصان پهچائيندڙ
[207]. نوڙ
[208]. سنا وٽيل، سخت
[209]. خوشبودار
[210]. پڪڙيون
[211]. چهري ۾ سواد
واري
[212]. پيڌُ، ڏاوَڻ، نوڙ
[213]. ڪجهه
[214]. تيڏانهين
[215]. مضبوط نوڙي
[216]. روڪڻ
[217]. اُٺ
[218]. زنجير
[219]. نمي ڪٽي
[220]. سڏي، چڱي
[221]. أيو ڪري
بيهاريوس
[222]. اوهين، توهين
[223]. اي ڪرها، اُٺ

ڪروڙين رُپيا لهي
ٿو!
لکن جو.[270]
سودو، عيوض.[271]
جيئن تيئن،.[272]
ڪيئن بہ ڪري
منزل مقصود تي.[273]
جنهن وقت.[274]
پلاٽيون
گهٽيون.[275]
* ڪابہ ڳڻ ڳوت نہ
ڪندو.

پنجن لکن ۾
ڳنهجي.
تنهن جاءِ تان.[266]
ڏهاڙي، روزانو،.[267]
هرروز
** هيءُ اُٺ انهيءَ وڻ
جون ٽاريون روز
چَري ٿو!
ننڍا چڳا.[268]
رچي ڳاڙهو ٿيو.[269]
+ انهيءَ وَل جو
ڪوماڻل پَن بہ

چشڪي، عشق.[259]
جالارو پاٽي.[260]
شيون، ڪاچ.[261]
مخلوقات مان.[262]
ڪهڙي سبب.[263]
وٽي.[264]
جتان.[265]
جنهن (وڻ) جي ٻن
ڪاٺين جو مُلھ
ڪوڙئين رپيا آهي ۽
جنهن جو پاءُ ڪن

# سر سريراڳ

سر بابت

سريراڳ، ڇهن مول راڳن مان هڪ آهي. ٻيو ڪوبه مول راڳ رسالي ۾ ڪونهي. هن سر کي سراڳ پڻ چوندا آهن. ’سه‘ جي معنيٰ سٺو. هي راڳ شام جو 4 بجي کان 8 بجي تائين ڳائبو آهي.

هن سر ۾، اڪثر ڪري ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون اختيار ڪيون ويون آهن. جتي ڊاڪٽر ٽرمپ واريون پڙهڻيون موزون ۽ معنيٰ دار سمجهيون ويون آهن، اتي اتي، اُهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪي بيت رد ڪيا آهن، تن مان هيٺيان بيت شاهه جا سمجهي ڪنيا ويا آهن:

داستان- 4 ۾ بيت نمبر 8، 23،1،2 ۽ داستان-6 ۾ بيت نمبر 2.

**مضمون:**

هن سر جو مضمون آهي، سمنڊ جي مسافري ۽ ان جا خطرا. شاهه جيڪي ٿي سال ڳوٺ ڇڏي گم ٿي ويو هو، تن ۾ جوڳين جي جاٺ سان هنگلاج جي تيرٿ ڪري، گرنار

ڏي ويندي، ڪراچيءَ جي لاڙ واري حصي جو سير ڪيو هئائين. ڪراچيءَ جو لاڙ وارو پاڱو، واپار سبب هاڪارو هو، تنهنڪري اتي جي وڻجارن جو حقيقتون ٻڌائي ٿو ته هو ڪهڙا ڏيساور ڏوريندا هئا ۽ هڪهڙو ڪهڙو واپار ڪندا هئا. هولونگن ۾ ايلاچن (ڦوٽن) جو واپار ڪندا هئا، عميق مان سپون سوجهي ڪڍندا هئا؛ واپار سانگي بنگال ڏانهن ويندا هئا؛ وغيره وغيره.

## روحاني راز:

شاه، هن سر ۾، نه رڳو چشم ديد واقعات، تاريخي احوال، وڻجارن جي جذباتن ۽ امنگن جا بيان ڏنا آهن، پر هڪ وڏي تمثيل به رٿي آهي: ناکئن کي سفر تي اُسهڻ کان اڳي، ٻيڙيون ڌوئي صاف ڪندي ڏسي، انساني جسم کي ٻيڙيءَ سان مشابهت ڏيئي، نصيحت ٿو ڪري ته جيڪو سالڪ روحاني سفر لاءِ سنبري، تنهن کي گهرجي ته ٻيڙي ڌوئي، سڙه ساڃا ڪري، لاجو نوان ٻڌي ۽ سفر جو سامان سنپائي، پوءِ روانو ٿئي. مولانا رومي پڻ اها ساڳي نصيحت ڪئي آهي، ”چي- ’ڪثرت‘ (موجودات) مان ’وحدت‘ (حقاڻي ذات) جو عڪس دل جي آئيني دل جي آئيني تي حاصل نٿو ڪرين، تنهن جو ڪارڻ هي آهي،

جو مٿس لٽ چڙهي ويئي آهي، وچي اها لٽ لاهه، ته حقاني سچ جو پرتوو توتي پوي."

رڳو سينو صاف ڪرڻ، ڪافي ڪين آهي. جيسين ڪنهن ڪامل ڪشتيبان (مرشد) جي دامن نه وٺبي، تيسين دنيا، جنهن کي سٽاٽي سمنڊ سان تشبيه ٿو ڏئي، انهيءَ جي ٿهرن ۽ لوڏن مان لنگهي پار پئي ڪونه سگهبو. ناڪئا جيئن وچ سير ۾، معلوم هوندي نه، ڪنبندا ۽ خبردار رهندا آهن، تيئن سالڪ کي به ڪنبي وڃڻ گهرجي ۽ هرگز غافل نه رهڻ گهرجي. سالڪ کي، غواصن وانگر، پنهنجي دل جي درياهه ۾ ٽٻيون هڻي، من جي مهراڻ مان بي بها لعل لوچي آڻڻ گهرجن، جيئن سندن ٻئي جهان موچارا ٿين. مطلب ته، هيءُ بي بقا سنسار هڪ سمنڊ آهي، جنهن تي سفر ڪندي، خوفن ۽ خطرن جو مقابلو ڪرڻو پوندو ۽ شيطان جي ڪَنُ ۾ ڪرڻ جو انديشو پڻ آهي، تنهن ڪري رهبر ۽ رسد جو نهايت ضرور آهي.

ڪامل مرشد وٺڻ لا مولانا رومي پڻ فرمايو آهي:

"رو بجو يار- خدائي را تو زورد

چون چنا ڪردي، خدا يار- تو بود."

مولانا روم جي مثنويءَ ۾، جيڪو مرشد لا تاڪيد ٿيل آهي، رسالي ۾ تنهن جو پڙاڏو آهي. مشنوي، توڏي شاهه

جي رسالي ۾، دولابي فقيرن ۽ مڪار پيرن، بدعتي صوفين کي رهنما بنائڻ جي مراد اصل ڪين آهي. مرشد مان مراد آهي آن حضرت محمد ﷺ جن، جنهن لاءِ رومي‌ءَ فرمايو آهي:

”چه غم ديوار امت را که باشد چون تو پشتي بان؟“

سُر سِرِيراڳ

دستان پهريون

1

مانَ پُڇَنئِي سُپِرِين، ڇِتان [9] لاه مَ ڇُرَ [10] ،
اَنِين [11] جا اَمُرَ، ڪَٽُ [12] ته خالِي نه ٿِيِن.

2

مانَ پُڇَنئِي سُپِرِين، ڇِتان ڇُرَ مَ لاه،
پِرِيُنِ اَڳِيان پاءِ، پَلوَ مَڳَّٽهارَ جيئن [13] .

3

مانَ پُڇَنئِي سُپِرِين، ڇِتَ ۾ رَکِجِ چيتُ [14] ،
سِڙُه ڌُئاري صافُ ڪَرِ، صابُڻَ سان سُپيتُ [15] ،
سامُونڊِي سُڄيتُ [16]، ٿيءُ ته پَهُچين پارَ [17] کي.

4

مان پُڇَنئِي سُپِرِين، ڇِتَ ۾ چيتارِيجِ [18]،
ڪَڍِجِ ڪائِي ڪَچَ [19] کي، ڪُوڙُ مَ ڪَمائِيجِ،

وَڻجِ وِهائِيجِ [20] سَپُ سوداگرَ سَچَ جو.

5

مانَ پُڇَنئِي سُپِرِين، چِتان لاهِ مَ چورُ [21] ،
ڪَڍِي ڇَڏِ تُون قلبَ مان، ماري ڪُوڙو ڪورُ [22]،
هُنَ پَرِ [23] سَندو هورُ [24]، مَٿان تو مَعافُ ٿِئي.

6

مانَ پُڇَنئِي سُپِرِين، چِتاريجِ چِتُ،
دائِما دُوربِيءَ [25] ۾، پَسين وِلاتُنِ وِتُ [26] ،
نيهِ [27] بيڪاري [28] نِتُ، ملاحَ! گڏِ
مُعلِمَ [29] سين [30].

7

ڪائو ڪَمايومِ، مُوتِي مون نَه وَڻِجيا،
سِيهي [31] جو سَيّدُ چي، وَکَرُ وِهايومِ [32] .
هڙو حالُ سَندومِ، توهِ [33] تُنهِجيَ اُبَهان [34] .

8

ڪَچُ ڪَمايُمِ ڪُوڙُ، پَڳِمِ عَهدَ [35] اَللهَ جا،
پِڇِرو [36] جو پايَنِ جو، چوٿِيءَ تائين چُورُ [37] ،
معلومُ اَٿيئِي مُورُ [38] ، ڳُوڙها [39]، اِنهِينءَ [40] ڳالهِ
جو.

9

ڪُوڙُ ڪَماءِ مَ ڪَچُ، اُٿِي اورِ اَللهَ سين،

ڪَڏُ تون دَغا دِل مان، صاحِبَ وَٽي سَچُ،
مَحبتَ سَندو مَنَ ۾، ماڻِڪَ [41] ! ٻارجِ مَچُ،
اِنَ ٻَرِ اُٿي اَچُ، ته سَودو ٿِيئِـي سَڦَرو [42] .

10
سَودو اِهوئِي سَڦَرو، سو مُون پَلَءِ [43] پاءِ،
وَسُ ويچاري ناهه ڪو، تون آگا [44] ! عَرضُ اُناءِ، [45]
رِيءَ همراهِي [46] هادِيءَ جي، مُورِ نه مڙئي
ماءِ [47] ،
لُطفَ ساڻ لَنگهاءِ، لاهرو [48] لهِرِنِ وِچَ مان.
11
لُڙَ [49] لهرِيُون، لَسَ [50]، ليٿَ [51]، جِتي اَتُ [52] نه
آبَ جو،
اَللهَ! اُتِ مَ اولِيِيـن [53] ، ٻيڙا مَٿي ٻيٿَ،
جوکوِ ٿئِـي مَ جَهازَ کي، ڦَرَ هي اَچي مَ ڦيٿَ، [54]،
لَڳِي ڪا مَ لِيٿَ [55] ، هِنَ
غارِيبي [56] غُرابَ [57] کي.

12
سِڙَهه سَوان، [58] لاڄُو [59] نَوان، اولا [60] سَندَنِ
عاجَ، [61]

ساٿِي سَفَرِ هَلِيا، پَري جُنگَ [62]ي رهنما بنائڻ جي مراد
اصل ڪين آهي. جي ڪَنُ ۾ ڪرڻ جو انديشو پڻ آهي،
تنهن ڪري رهبر ۽ رسد جو نهايت ضرور آ ا ، ..
......................... ٿُن ت ، لاچ جَهاجَ [63] ،
حاصلُ ڪَرِيين حاجَ [64] ، واحِدَ! وَڻجارَنِ جِي.
13
سِڙَه سَنوان، لاڄُو نَوان، مُهاڻا سَندَنِ مِيرَ،
ساٿِي سَفَرِ هليا، ٿيا سَٽاوا سِيرَ [65] ،
جي اَچَنِ ساڻُ اُڪيرَ [66] ، سي ٻيڙا رَکين ٻاجَهه سين.

وائي - 1
سَهسين [67] شُڪرانا، ڪوڙِيين [68] پالَ ڪَرِيمَ جا.
حمدُ چَئجِ حَڪِيمَ کي، جورِ [69] هَٿِي جان،
ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
تو ڏيکاري تو ڏَٺِي، باطِنَ جا بانا [70] ،
ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
مَتان، مَردَ وِسارِيين، صاحِبَ جِي ٿَنا [71] ،
ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
دوستُ رَکِي دِل ۾، پَڙهه لاڪَنُ لِسانا [72] [73] ،
ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
جَفا ڏيئِي جِيءَ کي، ٿِيءُ فِڪرَ مَنجِهه فَنا،

ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
ٿُسِي [74] تو سين توھ [75] ڪَري، مَنَ
آگو [76] اِحسانا [77]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
ڪَڏُ ٿُون دَغا دِل مان، ٻانهپَ سين، ٻانها!
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
صاحِبَ وَٽي سَچَ سين، ٿِيُ دانَھ، [78] ديوانا!
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
جي تَسليمَ سين تحِقيقُ ھُئا [79] ، سي ڪيئن اَمانا [80] ؟
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
جا ڳِيا جي جَبارَ [81] لئي [82]، سيئِي سَمانا [83] ،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
فَاذ ڪُرُونِيُ اَذْڪُر ڪُمْ [84]، ڪَھِيو [85] قُرآنا،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
وَاشڪُرُوا لِي وَلاَ تَڪُفُروْن [86]، ڪَڏُ تون ڪُفرانا [87] ،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
سَپِ سَنوارِيا [88] سُپِرِينءَ، ڪُوَلَ [89] تو ڪَنا [90] ،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
چَڱِي چَئِج چاهَ سين، مَدحَ اِيءَ مَنا [91] ،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، جوشا [92] ، جُوانا،

ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
ته لَهين ٿُون لَطِيفُ [93] ڪان، اَمُنُ اِيمانا [94] ،
ڪوڙِيين پالَ ڪَرِيمَ جا.معلو ،
وائي - 2
مون ۾ ٿُون موجُود، آئون اَڳاهِين [95] آهِيان [96] ،
آئُون اَسُونِهين [97] آهِيان.
اَڪِيُون اَکَڙِيُنِ ڪي، سِڪيو ڪَنِ سُجُودُ [98] ،
آئُون اَڳاهِين آهِيان.
آئُون اَسُونِهين آهِيان.
تيلانهن [99] رَسِيُون بُودَ [100] ڪي،
جيلانهن [101] ٿِيُون نابوُدُ [102]،
آئُون اَڳاهِين آهِيان.
آئُون اَسونهين آهِيان.
ماڻُهن جي موٽَڻَ [103] جو، صاحِبَ هَٿِ سُجُود [104] ،
آئُون اَڳاهِين آهِيان.
آئُون اَسونهين آهِيان.
اِنَ دَرِ سيئي اِڳِهيا [105]، جَنِ وِڃايو وُجُودُ،
آئُون اَڳاهِين آهِيان.
آئُون اَسونهين آهِيان.

# داستان پيو

1

جيڪِي مَنجِهه جَهانَ، سو تارِيءَ [106] تَڳِي ٿُنهنجي،
لُطفَ جِي، لَطِيفُ چئي، تو وَٺِ ڪَمِي ڪانَ،
عَدُلَ چُٽان آن نه، ڪو ڦيرو ڪِجِ فَضُلَ جو.

2

سارِي راتِ سُبحانُ، جاڳِي جَنِ يادِ ڪِيو،
اُنِ جِي، عبداللطيفُ چئي، مِٽِيءَ [107] لَڌو مانُ،
ڪوڙِيين ڪَنِ سَلامُ، آڳهه [108] اَچِيو اُنِ جي.

3

سيوا [109] ڪَرِ سَمونُڊَ [110] جِي [111] ، جِتِ جَرُ
وَهي ٿو جالَ [112] ،
سَئِين [113] وَهَنِ سِيرَ ۾، ماڻِڪَ، موتِي لالَ،
جي ماسو جُڙِيَـئِي مالَ، ته پُوچارا ! پُرِ ٿِيين.

4

سي پُوچارا پُرِ ٿِيا، سَمُنڊَ سيوِيو [114] جَنِ،

آنداڻُون عَمِيقَ مان، جُوتِي [115] جَواهَرِنِ،
لَڏائُون لَطيفُ چي، لالُون مان لَهرِنِ،
ڪانِهي قيمَتَ تَنِ، مُلُهه [116] مَهانگو اُنِ جو.
5
سيوِيو جَنِ سُبحانُ، وِيرَ نه وِڙهي تَنِ سين،
توبَه جي تاثِيرَ سين، تَرِي وِيا طُوفانُ،
ڏيئِي تَوَڪّلَ تَوَڪّلَ تَڪِيو [117]، آرُ [118] لَنگِهيا
آسانُ،
ڪامِلُ ڪِشتِيبانُ [119] وِچَ ۾ گَڏِيُنِ واهَرُو.
6
سارِي راتِ سُڄاڻَ، سَودو ڪَنِ صاحِبَ سين،
بانهَپَ پَري بيڙِيُون، هَلِيا جوپَ [120] جُوانَ،
پاڙِي پَهِلوانَ، لَحظي [121] مَنجِهه لَنگهي وِيا.
7
بانهَپَ جو بيڙِيَنِ ۾، وَکَرُ وِڌائُون،
موتِي مَعرفتَ جا، سَچا سودِيائُون [122] ،
اَلتّائِبُ مِنَ الذّنب [123] اِيءَ [124] ڪَٿِ [125] ڪَٿِيائُون،
اُنِين [126] جِيءَ آئُون، بَرڪَتَ بارُ [127] لَنگهائِيان!
8
جَنِين سَودي [128] سَچَ جو، وَکَرُ وِهايو،

بَخِرو [129] لَهُمُ البُشريٰ [130] جو، اُنِين [131] لئي آيو [132] ،
اُنِ کي لالَنَ لَنگھايو، ساندارو [133] سَمُونڊَ جو.

9

اِيءَ گَتِ [134] غَوّاصَنِ [135] ، جيئَن سَمنڊُ سوجِھيائُون [136] ،
پيھِي مَنجِھ پاتارَ جي، ماڻِڪَ ميڙِيائُون،
آڻي ڏِنائُون، هِيرو لالُ هَٿَنِ سين.

10

آچارا [137] عَمِيقَ جا، گَڏِيا غَواصَنِ،
جَهرِيُون [138] جهاڳِي آئِيا، ڪارُونپارَ [139] ڪَنَنِ،
سَمُنڊُ سوجهي جَنِ، آڻي اَمُلَ [140] اولِيا [141] .

11

وِيا جي عَمِيقَ ڏي، مُنهن ڪائو ڏيئِي، [142] [143]
تَنِ سِپُون سوجهي ڪَڍِيُون، پاتاران پيهي،
پَسَندا سيئِي، اَمُلَ اَکڙِيُن سين.

12

آڏو چِڪَڻُ [144] چاڙُ [145] ، منهنجي موجَ نه سَهي مَڪُڙِي [146] ،
ميڙي مَٿاڻِ [147] جو، بيحد چاڙهِيُم بارُ،
چَوَڻُ چارو ناهه ڪو، بَديُون بي شُمارُ،

ڪَپَرُ ڪارُونپارُ، اُڪارِيِيـن اِحسانَ سين.

13

ويرمَ [148] لاهي ويـهِ، [149] [150] مَٿي

آرَ [151] اوڙاهه جي،

پَسِي پاڙي وارِيُون، ڪِجِ اَنديشو ايـهِ [152] ،

وِيندو نه پَسين ڏيـهِ [153] ، پَتَڻِ هُنَ پارِ

مَٽِي [154] ؟ [155]

14

اَئَي پَهَر اوڙاهه تي، مُنجِهه گُهرِءِ [156] گهارِي،

وَسُ نه ويچارِي، ته ڪا ماڳِ ڏِڪَندِي [157] مَڪُڙِي.

15

هِڪِي ٻانهـِي چِتَ ۾، ٻِي صاحِبُ سَنوارِي،

دَنگِي [158] هِنَ درياهه مان، هَلائي هاڪارِي،

تَرازو [159] تاري، سُتَرِي [160] سَپِيئي ڪَري.

16

هِڪِي ٻانهـِي چِتَ ۾، ٻِي سِٿـِي [161] صاحِبُ،

ڪَڍِي اُونهي ڪُن، مان اِي آگي [162] جو عَجَبُ،

اِيءُ سائِينءَ جو سَبَبُ، جيئن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ [163] مان.

17

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪَري اَللهُ،

ٻاٽِهي وِجهي ڪُنَ ۾، ٻاٽِهي اُڪاري اوڙاهُ،

تنهن واحدَ کي واھ، جو سُتَرِ سَپيئِي ڪري.

18

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا اَللهُ ڪري،
پاڻهي وِجهي ڪُنَ ۾، پاڻهي ڪَنڌِيَ نـي [164] ،
سُتَرِ سي ڍوئي [165]، جي تَرَّ تَوائِي مَڪُرا. [166]

19

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي ڪري جوڙَ جَبارُ،
ڪَڍي اُنهي ڪُنَ مان، اِي آگي جو آڌارُ،
جَهازَ جو هَرِيَنِ جو، تنهن کي پَوُ [167] نه ڏِئي پَتارُ،
نَنيا وَڏا مَڪُرا، سَڀِ پَسَندا پارُ،
جيڏانهن مُنهن مَدِيني جو، سُجي [168] مُحمّدُ
موچارُ [169]،
سڀاجهو سَتارُ [170] سُتَرِ سَپيئِي ڪَري.

## وائي

ڪَنڌِي سارِيان [171] ڪانَه، يا اَمُنُ اَمانَ،
يا اِلاهي! ٻاجَه ٻِلاڻِي [172] پانئيان [173]ئ
ڳُنَّ ڳاٽيتو ناه ڪو، اَپَرِ ٿِيا عِصيانَ، [174]
يا اِلاهِي! ٻاجَه ٻِلاڻِي پانئيان.
خَبَرَ ناه قَبَرَ جِي، نِسورا نِسيانَ [175]،
يا اِلاهِي! ٻاجَه ٻِلاڻِي پانئيان.

والِي! رَسِجَ وَهِلو [176]، اَرَڪِ [177] ٿِيا اِنسانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
سُڻُ سَٻاجها سُپِرِين! نَعرو [178] ، نِگهبانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
مَدِيُون [179] پَسِي منهنجيون، شَرِمايا شيطانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
هِنَ منهنجي حالَ تي، هَيءِ هَيءِ ڪَنِ حَيوانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
سائِين سُڪاڻِي [180] آهِيِــن، سامُوندِيَ [181] ، سُبحانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
ٽُرَهو [182] ڇِنُمِ تارِ ۾، رَسِجِ تُون رَحمانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
ٻيـِلِي [183] جو ٻُڏَنِ جو، مون تي موٽي مانَ [184] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
ويٺو پِني پِنَڻو، ڪَرِ پيرو [185] مَٿي پانَ [186] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
خالِقَ تان خُوبُ ڪِيا، گولَنِ جا گُذِرانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
آئون پُڻ اَنڌو اُنِ ۾، ويٺو پِنان پانَ [187] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ڀِلاٽِي ڀانئيان.
سَپِ سُؤالِي سَمَگيا [188] ، داتا ڏيئِي دانَ،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.
وِلها [189] سپ وهيان [190] ڪِيا تنهنجي
جُودَ [191] جُوانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.
مَتان مُونکي ڇَڏِيين، ٻيلي [192] سندا ٻانَ [193] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.
وِيرَ [194] وَسِيلو آهِيين، داڙو [195] ۾ دِيوانَ [196] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.
لاءِ ڏوهارِيَنِ ڏينهن ڪي [197]، خِيمو اَڏيو خانَ [198] ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.
اُتي عبداللطيفُ چي، سُٽِجِ ڪا سُلطانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاٽِي پانئيان.

## داستان ٽيون

1
ڪُوها [199] ڪالهه ڪَٽِي، اُنِ وِڌا اُتَرَ آسَري،
اَلا! جُهري مَ اُنِ جي، اولي [200] جِي اَٽِي [201] ،
وَٽِجارَنِ وَٽِي [202]، وَکَرُ وِڌو ٻيڙِيين.
2
وَکَرُ سو وِهاءِ [203]، جو پَئِي پُراڻو نه ٿِيي،

ويچيندي [204] وِلاتَ ۾، ذَرو ٿِيي نه ضاءِ [205] ،
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، هَلاءِ، آڳهِ [206] جنهن جي
اُبهَين [207] .
3
اورِيائِين، ميڙِيو مُعلِمَ خَبَرُون،
سا تان سُڌِ نه ڏِينِ، جِتي وَهُ ويڌُ [208] ڪَري.

4
پيڙِي ٿُنهنجِي پاجَهه، وَڪَرُ تنهن وِصالَ جو،
ڪُوها، اولا، تو ڪِيا، سَپِ سُونهارا ساجَ [209] ،
اُتِ ڪا مُعِلم [210] حاج [211] ، جِتِ پورَٽَ
وارو [212] پاٽهين؟ [213].[214]
5
پيڙِي پُراٽِي، وَڪَرُ پاءِ مَ وِتَرو [215] ،
تَري ۾ ٿُنَ [216] پِيا، پاسَنِئُون پاٽِي،
هِيءَ، هَڏِ وِهاٽِي! ڪَڙهه [217] ڪالُهوٽي
ڏينهن [218] ڪي.
6
تَري ٿُنَ پِياسِ، پاسَنِئُون پاٽِي وَهي،
ڪُوهو جُهرِ جُهنُو [219] ٿِيو، لاڄُو [220] سَپِ لَڙِياسِ،

جيلانهن سَڌَرُ [221] سُڪاٽِياسِ [222] ، وَهي
تي [223] وَه سامُهُون [224] .
7
ويٺو ٿُنَ ٿُنِينسِ [225] ،
مُڪِ [226] ڏيهاٽِي [227] مَڪڙي،
سَنباهي سَيّدُ چي، مَٿي نيڏُوءَ [228] نِينسِ،
وَٿائـِـي وَڏاندَرا [229] ، لاچُو لَڳائِينسِ،
آخَرِ اُهِرائِينسِ [230]، ته جوڪو ٿِئـِـي نه جهازَ ڪي.
8
ٿُنَ ٿُنِيندو آءُ، مَڪِ ڏِيهاٽِي مَڪڙي،
سانباهِي [231] سَمُونڊَ جِي، مَنا [232] مُورِ مَ لاهه،
اَج ڪِ سَنجِهه صُباحِ،
اُهِرَندِي [233] اَتانگَ [234] تَڙيِـن.
9
اَچِي سو ڏِنوءِ، جو ڪَپَرُ سُئوءِ [235] ڪَنَنِ سين،
سُتي لوڪِ، لَديفُ چي، يادِ نه ڌَرو ڪِيوءِ،
غافِلُ ٿِي غُرابَ [236] ڪي، اوڙَهه [237] تي آندوءِ،
سو چِتَرُ [238] چوهـِـي [239] ڪان رَڪين [240] جو پيو
پُراڻُو پوءِ [241]،
جَهازُ ضَعِيفَنِ جو، پاڻِيَ ۾ پَرِتوءِ [242] !

سَيّدَ [243] ساٿُ [244] سَندوءِ،
پُرِبَندَرَ [245] پَهُچائِييِــن !
10
جوتو [246] وانءُ [247] جِهازَ ! گڏيو غُرابَنِ سين،
پُورِيندي [248] هُنَ پارَ ڏي، سَڏَرَ [249] ڪَڇِ سازَ،
اَچَنِ ٿا آوازَ، سَٽاٽي [250]، سَمُونڊَ جا.
11
ڏَنگي [251] وِچِ دَرياهه، ڪِين ٻُڏي ڪِين اُپڙي [252] ،
هُو جي وادِي واٽِيا [253] ، سي سُونهَنڱَ [254] سَپ
سَڙِيا،
مُعلِمَ ماڳِ نه اَڳِيين، ڦِلِنگِي [255] مَنجِهه ڦِرِيا [256] ،
مَلاحَ! تُنهِنجِي مَڪڙِيءَ، اَچِي چورَ چَڙهيا،
جِتي ڊِينگَ [257] ڏَرِيا [258]، تِتي
تارِي [259] تنهنجي!
12
ڏَنگِيءَ ۾ داٽا، وَتِي وِجُهه وَکَرَ جا،
وِيرِ وِڙهنديهءِ، ويسَرا [260] ! وِهه [261] مَ،
ويڳاٽا [262] !
هِيءَ نِبڏُ، نه ڇاٽان، ڪَڏِهن هَٽَندِيهءِ، تارَ [263] ۾.
13
وَکَرُ، وَڻِجارا! پاڻَ [264] پَرايو چاڙهيو،

اَچِي لَهرِيُون لَڳيون ٻيڙيءَ ٻپارا [265] ،
جاڳو جي، يارا، ته تَڙِ تَوائِي نه ٿئـــي.
14
ٻيڙياتا [266] ! ٻيئي، تو نه ڦَٻَنديُون ڳالَهڙِيون [267]،
سَچِيُون راتِيُون سُمَهين، پَرُ [268] سُکانُّ ڏيئي،
صُباح سَپيئِي، پارِ پُڇَندَءِ خَبَرُون.
15
وَهِ تِکَ [269] وَهَڪُرا، جِتِ ننگَرَ [270] نَه ٿَهِرَنِ،
وڏاندَريُون [271] وَهِ سامُهِيُون [272] جَجهي زورِ
جُنَبنِ [273] ،
نيڌُوءَ [274] ۾ ناتارِيُون [275] ، وَڻِجارا وِجَهنِ،
مُلا [276] مُعلِمَنِ، مون
ڳِرِي [277] سُئِي [278] ڳالَهڙِي.
16
وڻِجارا ويٺي، تو نه سَرَندِي شاهَ [279] ري [280] ،
مَکِ پنهنجي مَڪُري، چَڳِي ڪَرِ چيٺي،
پاسا پاکَڙِيَنِ [281] جا، سَمُنڊُ ٿو سيڪي،
جي لُنبا [282] ۾ ليکي [283] ، وِيرِ وِڙهندِي تَنِ سين.
17
ناکُئو [284] نِگهبانُ، مُعِلمَ مُنجي خَبَرُون [285] ،
جَنِ ساري کَنيو سَمُوندَ تي، سَفَرَ جو سامانُ،

لُطفَ ساڻُ لطيفُ چي، تَنِ لَنگِهيو طُوفانُ،
سَنپاري [286] سُبحانُ، وَڃي
عادَنِئُون [287] اُکَتَا [288] .
18
بَندَرِ جان [289] پَئِي [290] ، ته سُکاڻِيا ! مَ سُمَهو،
ڪَپَرُ ٿو ڪُنَ ڪَري جِيئَن ماڻي مَنجِهه مَهِي،
ايڏو سُورُ سَهِي، نِندَ نه ڪِجي، ناکُئا!
19
سُتا سَپِ پَئِي، سَندي مُعلِمَ آسَري،
آئِين [291] پُڻِ سُمهو، ناکُئا! بَندَرِ ناهِ پَئِي [292] ،
جَنِ جِي سَيّدَ [293] لَجَ کَنئِي، سي سَپِ لَنگِهيندا لَڪِيُون.

# وائي

ساٿِيَنِ نَنڌا [1] بارَ، وو! تَنِ پانڌِيَنِ نَنڌا بارَ،
توکي آرَسُ [2] اَکڙِيُنِ ۾.
پاتا پاڙيوارِييِن، پَڳِهه [3] مَنجِهه پاتارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
پَتَڻُ ٿو پُورَ [4] ڪَري [5] ، آئِي تنهنجَڙِي [6] وارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
سَڄِيُون راتِيُون سُمَهيِن، ڪِيو [7] مَنجِهه خُمارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.

ڪِ [8] تو ڪَنين نه سُئِي، هَلَٽَ جي هاڪارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
تائِبَ ٿِيو [9] تَڪِڙا، سَچِي اِيءَ سَنپارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
نِنڊَ نه ڪِجي ايتَرِي، سُٽِجِ، اَدا يارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
سائِينءَ مُڪهءِ [10] سَچَ کي، تون ڪُوڙو مَنجِهه
قَطارَ [11] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
ڪِ تو ڪَنين نه سُئِي [12]، ڪَپَرَ جي ڪُوڪارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
گِهڙان ٿِي رِيءَ [13] گهڙي، اِلاهِي ٿُهارَ [14] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
هُو جو شَڪُ شارِڪَ [15] جو، تِئان [16] رَڪُ [17] ،
سَتارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
ڪُلَ نَفسِ ذائِقَةالمَوتِ [18] ، پَڙهو اِيءَ پَچارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
شِڪارُ تون شَهبازَ [19] جو، تون تان مَنجِهه
شِڪارَ [20] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.

يومَ يَفرّالمَرَءُ مِن اَخِيهِ [21]، جِتِ يَچِندا پارَ [22] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
ٽُرَهو چِنو تارِ ۾، اَچِجِ ٿُون، اوسارَ [23] !
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
لَکَ مِڙيئِي لُٽيا، هُنهِين [24] وِيا هَزارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
ڏِنَئِي جي اَللهَ کي، هُوند ٿِيِيـن پَرِيِيـن پارَ [25] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
جوڻَن [26] مَٿان جُتِڪي [27] ، ڏُنِي [28] ٽُنهنجي
دارَ [29] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
جِيفو [30] حَدِيثَ ۾، اَنڌِيءَ اِي آچارَ [31] ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
وَٿِيَئِي [32] ڪِينَ وِلَهَنِ [33] سين، ڪَنبِي پَرِ قَهارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
سا [34] ڪيئن هَلِي تو سين، جا پَڳِي کان پَتارَ ؟
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
جِيئَڻُ، جالَ نه نِبَهي [35] سُٽِجِ اِيءَ سَنيارَ،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.
جِمَ [36] وِسارِين ويسَرا ! پِرِنِ [37] جِي پُلڪارَ [38]،
توکي آرَسُ اَکڙِيُنِ ۾.

داستان چوٿون

1

سَپيئِي سَئِين ڪَرين، ڪو مَ مُنجهايين واٺِ،
سُپيرِيان جي ساٺِ، لائو [39] لَڱو [40] ميڙِيين!

2

سَپيئِي سُبحانَ جي، ڪَرِ حَوالي ڪَمَ،
ٿِيءُ تَحقيقُ تَسلِيمَ ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ،
قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصُلُ ڪَري حاجَ تو.

3

چَڱَنِ ساڻُ چَڱائِيُون، ايئَن سَپَڪو هوءِ،
تو جيئَن ڪَري نه ڪوءِ، بُڇَنِ ساڻُ ڀَلائِيون.

4

چَڱا ڪَنِ چَڱائِيُون مَٺائِيون مَٺَنِ،
جو وَڙُ [41] جُڙي جَنِ سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ.

5

مَيَنِ [42] مَٿي سَمَرا، [43] ڪُهِيَنِ [44] سَڌَ ڪَرينِ،
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيءُ پَرِ سَندِي سَڄَڻين.

6

وِٽُ [45] وِيمي [46] جو جي لَهِين، ته ڀِي ڪارِ نه ڪَرِيين ڪا،

سا پَرُوڙِج ڳالَهڙي، وَڻجارَنِ وٽان،
موتِي جَنِ هَٿان، آندءِ گهٽي اَدَبَ سين.

7

اَمُلَهه آچ مَ اُنِ کي، جي نه پَرُوڙِنِ مَٿِ [47] ،
جِتِ ڳَڌِجيـئِي جوهَرِي، ماڻِڪُ تِيَهين [48] مَٿِ،
جَنِين سونَ سين سَٿِ [49] ، تَنِ هَٽِي رِيءُ [50] رَدِ
ڪِيو.

8

سونا [51]! وانءُ [52] صَرافَ[53] سِينءَ، پَچِي چَڏِ
بازِي [54]،
چاندِي ڪِيو چَلائِيـن، رُپو [55] رَوازِي [56] ،
جِتِ ٿِيندو رَبُ قاضِي، اُتِ تورِيندا تَجويزَ [57] سين.

9

سونا! وانءُ صَرافَ سِينءَ، لَڌو لاهِ مَ لَڌِ،
سودو سوئِي چَڌِ، جنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِين.

10

سونا! وانءُ صَرافَ سِينءَ، لَڌو هَڌِ مَ لاه،
آهي تُنِ اُنداه، جَنِ جَواهِرَ ضايَع ڪِيا.

11

جُهه [58] صَرافَنِ، تَه تُون پُڻِ لَڌِج، سونَ!
قُدُرُ لَهَندُءِ ڪونه، نيئِي گڌِيندَءِ [59] سين.

12

جي نَه سُجاڻَنِ سَچَ کي، ويھ مَ تِني وَٿِ،

اَمُلھ کي اَڏَ ڪَري، پاڻان ھَٽَندا پَٽِ،

وَڄِي مُھرَ [60] تِني وَٿِ، جي پارَکُو [61] پارِسَ جا.

13

قَدُرَ وارا ڪَم [62] ٿِيا، ڪُٿا خَرِيدارَ،

پاڻِيَٽَ [63] جِي پَرَکَڻا [64]، وِيا سي وِينجھارَ [65] ،

ڪَنيَرُ [66] پائِي اَکِيين، لَھَنِ سپڪنھن سارَ،

صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئِي [67] [68] !

14

اَگِھيو ڪائو ڪَچُ، ماڻِڪَنِ موٽَ ٿِي،

پَلَئه پايو سَچُ، آچِيندي لَڄَ مَران.

15

وِيا سي وينجھار، هِيرو لَعلُ وِنڌِينِ [69] جي،

تَنِين سَندا پوئِين، سِيھي لَھَنِ نه سارَ،

ڪُٿِنِ ڪُٿِ لُھارَ، ھاڻي اُنِين [70] پيٽِيِن [71] .

16

وَڄَنِ مَ وِينجارَ پاڻِيَٽَ جي پَرَکَڻا،

ڪَنَيرُ پايو اَکِيِن، لَھَنِ سپ ڪنھن سارَ،

موتِيءَ جي مزارجَ جو قَدرُ مَنجِھ ڪِنارَ [72] ،

صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئي.

17
ٿا صَراف سُڄَڻِ، [73] پاڙُ ڪوٺائِنِ جو هَرِي،
ماڻِڪُ ڪَري مُٺِ ۾، وانءُ [74] وَٺِي وَٺِ تَنِ،
سَندُسِ ئِي سَيّدُ چي، ڪِهَڙو قَدُرُ ڪَنِ،
پاڻِيَٺُ ئِي پَرکَنِ، ڪِ ڪَئِنچَلُ [75] گڏِنِ ڪَچَ سين؟
18
اَمُلُه، اَسارِي پِئِي [76]، پورِي [77]! يَڳُئِي جِتِ، [78]
ڪُلَه [79] نه رُنِئِي تِتِ، ٻَئِي اَڌَ هَٿِ ڪَري.
19
اَمُلُه، اَسارِي پَئِي، پورِي! يڳِئي جيئَن،
وانءُ صَرافَنِ سيئَن [80]، ٻَئِي اَڌَ هَٿِ ڪَري.
20
ماڻِڪَ، مُنڌَ [81] هَٿان، پيتِيءَ [82] ۾ پُرِزا ٿِيو،
سَچو تان، سَيّدُ چي، لَهي لَکُ سَوا،
يَڳِي پُڄاڻا [83]، پَدَمان [84] ئِي پَري [85] ٿِيو.
21
جِتي ماڻِڪ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو [86] ،
سَنئُون تَنِ سَپاڳُ، اَمُلُ [87] جَنِ اوباهِيو [88] .
22
چورُ [89] اُپو ايئن چوءِ، ته آئُون اُهوئِي آهِيان،
جي اَسِي اَکِيَنِ هوءِ، ته لِڪَئِي [90] کي ڪونَه لَهي.

23

جَھنگُ [91] ڪامِي پَٽُ ٿِيو لَٿِي چوران لِڪَ،

وَئِي وُجُودان نِڪِري، جيڪا دَڙِي دِڪَ [92] ،

هِڪُ سَڄَڻُ، پِي سِڪَ، ٻَئِي پَھٽا [93] پاڻَ ۾.

وائي

جاڳو، يارا جيڏِيُون! پاڻِ پِرَنِجي [94] ،

جاڳو جوشا [95] ، جيڏِيُون ! پاڻُ پَرَنِجي.

هلندي حَبِيبَنِ ڏي، ويلو [96] وِچِ نه ڪِجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

مَٿان اُهِسَ [97] اُسِرِي، پَتنگَ جيئن [98] پَئِجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

عَرَضَ اَحوالُ اُنِ کي، چَڱِيَ پَتِ [99] چَئِجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

ڪَري نِيازُ نِڪَتُو [100] ، واحِدَ ڏي وَرِجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

آهي موتُ مِڙِنِ تي، گوڙِيُون ڪِيو گجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

اَجَلُ [101] اِينڌُءِ اوچتو، جو سَدا ٿو سُڄي [102] ،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

اَڳِيان اُونداهِيءَ [103] جو، سَمَرُ [104] ساڻُ ڪِجي،

جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

ڪَڙُ ٽُون ڦُوٽُ ڦَبَرَ جو، گهٽُو ٿو گُهرِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
آگو [105] عَيبَ اَو هِنجا [106] ، ڍَڪِيا ڳُجَهه
ٻُجهي [107] ،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
جيڪِين وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمُجهي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
ڍِچِي ڏاءِ [108] ڏَٽِيَ جي ، جيڪو پَئِي [109] پچِي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
اَمُنُ اهي اُنَ کي، جو مَنجِهه اَللهُ اَجهي [110] ،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

داستان پنجون

1

مون ٿي چَيُئه، ڪانُڌَ [111]! پُٽِي [112] پاڙِ مَ
مَڪُرِي [113] ،
سِڙَه پُراڻا پاندَ، لَهرِيُون سَهِي [114] لَڳِندِيُون.

2

لَهرِن ليکو ناهه ڪو، جِتِ ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا،
آچارا [115] عَمِيقَ [116] جا، اَچَنِ اوپارا،
اُٿِي، اَسارا [117] ! وِيرِ وِڙَ هندِيءِ، ويسَرا [118] !

3

وِيرِ وِڙَهندِيءِ، ويسَرا! اُٿِي تو ه [119] طَلَبِ،
سائِرَ [120] ڪنهن سَبَبِ، ڪالَه نه وڌءِ [121] ڪُنَ ۾.

4

ڪالَه وِڌائِين ڪُنَ ۾، جاڏا [122] جُنگَ [123] جَهازَ،
تنهنجي اَڄُ تَرازَ [124]، آهي آرَ [125] اکين ۾ [126] .

5

آهي آرَ اَکِينِ ۾، ناکُئا! ڪِجِ نِگاه،
وَڏا پيڙا پوڙِيا، سائِرَ ڏيئِي ساه [127] ،
مُلاحِظو [128] ، مَلاحَ ! ڪِجِ ڪو اِنهيءَ [129] ڪُنَ
جو.

6

مُلاحِظو مِهراڻَ [130] جو، مُورِ مَ لاه مَناءُ [131] ،
سامُونڊِي! سَنِيالِ، ڪِين، [132] سُمَڻَ آيَئِه ساءُ [133] ،
جاڳِي جَرَ مَٿاءُ، تاري وانءُ [134] تَرازَ [135] ڪي.

7

تاري وانءُ تَرازَ ڪي، مَنجهان مَوجَ مَلاحَ!
دانهُون ڪَنِ درياه جُون، اونِهي جا آگاهَ [136] ،
سُونهَنِ [137] جِي صَلاحَ، وَٿ ته وِيرَ لَنگهي وَڃِين.

8
سُونهان سُڌِيُون [138] ڏِينِ، هِنَ ديواني درياهه جون،
ڪُوڙَ اوڏائِي ڪِينَ ڪِين، [139] رُڳو سَچُ سودِينِ،
عِجزَ جو آڏَ راتِ کي، وَکَرُ وِهائِينِ،
ساٿُ [140] نِباهِيو نِينِ ثابِتُ انهين [141] سيرَ مان.
9
ثابِتُ لَنگِهيا سِيرَ، لَهرِن لوڏِيا ڪِينَ ڪِين،
وَڃِي پَهُتا پارَ کي، نِرِ تُؤن [142] مَنجهان نِيرَ [143] ،
ماءِ [144] پَهُتا مِيرَ، پارِ [145] لَنگِهيائُون پاڄَهه سين.
10
تون ويسَرو، وِيرَ! [146] ساٿِيَنِ سَنيَتِ [147] پَنڌَ جِي،
جوڙِي جُنگَ جهازَ کي، ڪوڏِ [148] هَٽائِجِ
ڪِيرَ [149]،
وَهي وَڻجارَنِ جِي، بَندَرَ ڏانهن بَهِيرَ [150] ،
گهرِ تَنِين جي کِيرَ [151]، جَنِ لاڳِيدارَ [152] لَنگهائِيا.
11
قَرَقَلَ [153]، قوتا، پارِچا [154] ، پاٽِيَٿَ [155]،
پاتائون [156]،
ڪونِيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ ۾ تاڪِيائون [157]،
لاڄُنِ [158] مَنجِهه، لطيفُ چي، پِيڙا پَڌائون،
نَذَرُ نَبِيءَ ڄامَ جو، چَڙهندي چِيائون،

جي چُهي [159] چوڙِيائون، سي پيڙيون رَکين پاجَھ سين!

12

وِچَينءَ جان ويهِي، جَرِ پَلئو پائِيان [160] ،
”تَڙِ پيڙا، گهرِ سُپِرِين،“ اوسَھ [161] اِيءَ پيئِي،
جيئن وَٽجارو سين وَکرين، سَرَها سَپِيئِي،
حُرمَتَ [162] ساڻُ حَبِيبَ جي، سُنگِئا [163] نه سيئِي،
پاڙِهي اُوءِ پيهِي، کَندَ – کيڙائُو [164] آئِيا.

وائي

عُمرِ سَپَ عبَثُ [165] ويلَ [166] وِڃايَمِ، وَقتَ وِڃايَمِ پانهنجا،
ويٺي لِکيو لوڙِيان [167]، جيڪِين [168] ڪِيڙو مَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
اَڃي اَياڳِيَنِ کي رَسِجِ، اَڃِي رَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
حالُ مُنهنجو هڙو جِهَڙو [169] ، تان تُون پِرِيمِ! پَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
قَلبُ جو ڪارو ٿِيو، ڪاتِبَ [170]! لاهِين
ڪَسُ [171] !
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.

# داستان چھون

1

تانگھـــيِ ۾ تاڻـــيِ، ٻَڌُ پنھنجو تُرَھو،

اُونھـــيءَ ۾ آڻـــيِ، ڪونَه ڏيندُءِ ڪو ٻِيو.

2

ڪوڙيين جي ڪائو [172] ٿِئي، سَمُنڊَ ڪِيئن نه سِڪَنِ [173]؟

پاڻِيءَ سين پيڪُ [174] ڪِيو تيلانھن وَڻجارَنِ،

لالُون سي لَھَنِ، جِنِين سودو سَچَ سين.

3

تارُن تَرِيو وَڃَنِ، ننڍا وَڏا واھُڙا،

ھَئـــيِ، ٻَرِ! [175] اَتارُنِ [176] جيئن ڳرا مَٿِنِ مولِھيا [177] .

4

ڏوري لَھ ڏاتارُ، جِمَ ويـــھين ويسَرو!

ھَڪيو ھوئجِ [178] ھُشِيارُ، ڪِنوَڻِ [179] ڪِوَندِئي اوچِتِي.

5

سُتين [180] ڪِھَڙِيءَ سارَ، وِڄُ ڪِوَندِيئي، ويسَرا !

تو جيڏا تو يارَ لَھِرِن لَھوارا ڪِيا [181].

6
سُتيِــن سَنجهيئِي، وِڄُ ڪِوَندِيئي، ويسَرا!
وِيرَ وَرِي ويئِي، اَسارَنِ تان اوچتي.
7
ڪِنوَڻِ ڪِنوايو، آيَئِي نِندَ اَياڳَ [182] جي،
جَنين نه پِئو پانيو، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.
8
سامُنڊِي! ٿو سَنبَهيِــن، ساڃو [183] جَهلِ سُڪانُڻ،
لَڳِي واءُ وَڏاندَرو [184]، مُنجهائِــي مَهرانُڻ،
جَنِين پانيو پاڻُ، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.
9
نَــڪو سُڪُ نَڪَتيِــن [185]، نَه
ويساندِ [186] نَئين [187]،
جيــڪا اَچَئِي سامُهِين ، پايين سا سَنئين [188] !
مُوڙِي [189] ڪوه [190] مَئين [191]؟
جيئَن [192] سَچِيُون راتِيُون سُمَهين!
10
اَهُڪِي راهَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِيَ پَتِ [193] ،
هُوءِ جي ڏِيهائِي ڏيه جا [194]، تَنِ پُڻِ مُوڙهِي مَتِ،
آچارانِ اُبَتِ [195]، ڳِهڙِجِ گهاٽِــي نينهن سين.

11

مَ ڪِين هيجِ، مَ هوجِ [196]، تَرسُ مَ، تاڙِ جَهازَ کي،
چ؟و ڪَلِمُو مُحَمّدَ تي، ته اَڳِيان اَچيئِي اوجَ [197]،
سَهُڪِيَ پِيتِ، سَبوجَه [198] ، تنهنجي مَڪــِي ڏُڪي
مَڪُرِي.

12

تَنَ ۾ تَرازَ توهه جِي، گهٽُو لَهه گهورُ [199]،
اَدَبَ ۽ اِخلاصَ جا، سِڙَه بَڌِجِ سوري،
وَکَرُ وينَتِيُنِ جو، تنهن ۾ پاءِ توري،
ته عادَنِئُون [200] اوري، تنهنجو تَوائِي نه ٿِئــِي.

13

توٽي ٿُوائي، توءِ [201] تنهنجو آسَرو،
سَچَڻَ ڳِرِ لائِي [202] کِيرُون ڏِيندِيَسِ جيڏِييــِن.

وائي

هي جي، هُو جي لَڪَ! مون مارِيندا لَڪَ،
مون مارِينديا لَڪَ!
يا والِي ڪيچُ نه اوڏِيءَ چَڪَ [203] !
مون مارِينديا لَڪَ!
اَتُ [204] نه ڏِجي عامَ کي، لوڪان ڪِجي لِڪَ،
مون مارِينديا لَڪَ!

پاڻَ ۾ پارِيُون [205] ڪَري، نينهن وَهائِجي
نِڪَ [206] [207] ،
مون مارِينديا لَڪَ!

---

[1]. بهتر
[2]. جهاتيون، ليا
[3]. نندِيون ڪاتيون.
[4]. سڌ ڪرڻ سان
[5]. (عشق جو) ميدان
[6]. پلي
[7]. هڪالي ڪدين
[8]. تہ بہ
* جيڪڏهين تون مون کي عزت سان نہ آڏرياءُ ڪرين، تہ بہ مون کي ديدار تہ ڏيو. مون کي رخ ڏين يا نہ ڏين، مون لاءِ تہ ديدار ڏيو.
[9]- چت تان
[10]- يادگيري
[11]- انهيءَ جا، خدا تعاليٰ جا
[12]- فرمانن تي عمل ڪر
[13]- جيان وانگر
[14]- ڏيان
[15]- سفيد، اڇو، صاف
[16]- خبردار، سجاڳ
[17]- پئي پاسي، منزل مقصود.
[18]- ياد ڪج
[19]- ڪچو ڪوڙ، ڪوڙ
[20]- واپار ڪج
[21]- چر، يادگيري
[22]- ڪوڙ، ڪوٽ
[23]- آخرت
[24]- ادڪو، ڳٽتي
[25]- دوربينيءَ
[26]- خزانا، سگهہ، طاقت
[27]- بيڙي
[28]- نڪاري، ڌوئي صاف ڪري
[29]- آزمودگار ملاح، ڪپتان، مرشد
[30]- اي ناڪئا! پنهنجي بيڙي (جسم) هميشہ صاف رکي مرشد ڪامل جي حوالي ڪر.
[31]- شيهو، خميس مَٿُ
[32]- واپار ڪيم.
[33]- آڏار
[34]- بيئنو آهيان
[35]- واعدا، انجام، احڪام
[36]- هڏن جو پڃرو، جسم

[37]- پرزا پرزا، ڀڏل

[38]- تت، حاصل مطلب

[39]- بي انت، خدا تعاليٰ (ڳُوڙاھ)

[40]- انهيءَ.

[41]- موتيءَ جهڙا، انسان

[42]- فائدي وارو (سَقل)

[43]- پلئہ

[44]- آقا، آغا، ڌڻي

[45]- اُوناءِ، قبول ڪر

[46]- مدد

[47]- ماڳ تي

[48]- لهرن ۾ گرفتار (ٻيڙي يا ناڪئو)

[49]- ميرو

[50]- پاٽيءَ جي اڇ

[51]- پاٽيءَ جي اُٿل يا ليٿ

[52]- انست، حد

[53]- اُڇلائين، چڙي ڏين

[54]- ضرب، ڌڪ

[55]- چيٻٽ، ڌڪ

[56]- غريبن جي

[57]- جهاز (غوراب)

[58]- سَنوان

[59]- نوڙ، رسيون

[60]- ونجهه يا ڳَن

[61]- هاٿيءَ ڏند (Lvory)

[62]- جوڙا، وڙا

[63]- جهاز

[64]- مراد

[65]- سير تي سٽائي واءَ سان روانا ٿيا، تڪڙا ويا

[66]- سڪ، حب

[67][67]- سوين

[68]- ڪروڙين

[69]- زور سان (جان مان، دل مان)

[70]- رنگ، عجائب

[71]- تعريف، واکاڻ

[72]- زبان سان

[73]- خدا کي دل ۾ يدا ڪر ۽ زبان سان پڙ، خفي ۽ جلي ٻئي ذڪرِ ڪر

[74]- راضي تي

[75]- راضپو، مهرباني

[76]- آقا، ڌڻي

[77]- احسان سان.

[78]- داناءُ

[79]- جن سچي پچي سر تسليم ڪيو.

[80]- بي مانا، بي عزتا

[81]- خدا

[82]- لاءِ

[83]- عزت وارا

[84]- ياد ڪريو مون کي، تہ يدا ڪريان اوهان کي (ق.ش 2، 152)

[85]- چيو

[86]- شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نہ ڪريو (ق، ش. 2، 152)

[87]- بي شڪري کي

[88]- سڌاريا

[89]- خراب، بدافعال

[90]- توکان (ٿيل)

[91]- من مان، دل مان

[92]- جوش مان، چاھ سان

[93]- خدا جو نالو

[94]- ايمان جي سلامتي.

[95]- اڳيري، پريري

[96]- تون منهنجي من ۾ وسين پيو پر آءُ

خوديءَ ڪري تو ڪان پرپرو آهيان.

[97] - بنا رهبر يا سونهي جي

[98] - سجدا

[99] - تلاهين، تنهن صورت ۾

[100] - لازوال هستي

[101] - جيلاهين، جنهن صورت ۾

[102] - فنا

[103] - سڌرڻ، توبهه ڪرڻ

[104] - ماڻهن توبهه تائب ٿين سو بہ ڏٺيءَ جي وس ۾ آهي.

[105] - قبول پيا

[106] - آڌار، ٽيڪ، آسري

[107] - خاڪ، قبر

[108] - اڱڻ، آڌار، پروسي

[109] - شيوا، خدمت، پوجا

[110] - سَمُنڊ

[111] - وٽج واپار ڪر

[112] - گهٽو، جام

[113] - سوين

[114] - شيوا ڪئي

[115] - چڱو، ڊِگ

[116] - ملهه

[117] - آڌار

[118] - چاڙهه وارو وهڪرو

[119] - ٻيڙي هلائيندڙ، رهبر

[120] - بهادر

[121] - پل ، اک چنڀ

[122] - خريد ڪيائون

[123] - جيڪو گناهَن ڪان توبهه ڪري ٿو، سو انهيءَ جهڙو آهي، جنهن گناهُ نہ ڪيا هجن، (حديث)

[124] - اها

[125] - بازي، کٽيو، فائدو

[126] - انهن

[127] - بوجهو، وکر، سامان

[128] - سودو ڪري، خريد ڪري

[129] - حصو، ڀاڱو، انعام

[130] - انهن لاءِ بشارت آهي (ق.ش)

[131] - اُنهن

[132] - نازل ٿيو

[133] - (درياهه جو) پيٽ

[134] - عادت، روش

[135] - ٽوپن جي

[136] - گوليائون، چڪاسيائون

[137] - پاڻيءَ جي اڇ

[138] - وهڪري واريون لهرون

[139] - اونداهي، ڪاراڻ (بي انت)

[140] - بي بها (بي انت)

[141] - اجلايا

[142] - ٻوٽاڙو (سمنڊ، ڪائي جهڙو اڇو پاڻي)

[143] - سمنڊ ۾ مُنهن وِجهي

[144] - ڏٻڻ

[145] - چاڙهه اپ ڪپري

[146] - ٻيڙي

[147] - بَدِينُ

[148] - دير

[149] - چَڙهه

[150] - غفلت ڇڏي

[151] - سير، تک

[187]- بيڪ، پن، خيرات

[188]- نوازيا، بخشش ڏيئي خوش ڪيا

[189]- مسڪين

[190]- شاهوڪار

[191]- سخا

[192]- مدد گار

[193]- ٻانهي، غلام

[194]- ٻهادر، ڀلارا

[195]- ٻچائيندڙ واهرو (محمد ﷺ)

[196]- عدالت گاهه (قيامت)

[197]- ڏينهن لاءِ (قيامت)

[198]- عزت واري (محمد ﷺ)

[199]- سڙهه تنگڻ لاءِ ڪانيون

[200]- ونجهه

[201]- نؤڪ، چهنب

[202]- وڻج ڪري، سودو ڪري

[203]- خريد ڪر

[204]- وڪڻندي (ڪپائيندي)

[205]- ضايع، نقصان

[171]- سجهي ، ياد

[172]- ٻيٽاري، نديو ٻيٽ

[173]- اي خدا! تنهنجي مهر مون لاءِ ٻيٽاري يا پناهه گاهه يا اجهو آهي.

[174]- گناهه

[175]- ويسر، پلون چڪون.

[176]- جلد، سگهو

[177]- ناپرهيزگار، ٻيزار

[178]- فرياد، دانهون

[179]- بديون، عيب

[180]- سڪاڻ وارو، ٻيڙي هلائيندڙ، هادي

[181]- سمند ۾ هلندڙ جو

[182]- ترڻ لاءِ شيءِ، آڌار

[183]- مدد گار

[184]- شل، مهرباني ڪري

[185]- مهر

[186]- قصيدا ڳائيندڙ فقير، ڀٽ.

[152]- اهو، هيءَ

[153]- سپيئي ماڻهو، دنيا

[154]- طرف، پاس

[155]- ماڻهن ڪي مري، هن دنيا ڪان هن دنيا ڏي ويندو ڪونہ ٿو ڏسين؟

[156]- فڪر، اڊڪي، ڳڻتي

[157]- ويندي، پهچندي

[158]- ٻيڙي

[159]- ننڍي ٻيڙي

[160]- سني تڙتي

[161]- رتي

[162]- آقا، ڏٽي

[163]- درياهه

[164]- وني وجي، پهچائي

[165]- ڪٽي وجي، پهچائي

[166]- مَڪڙا، ٻيڙا

[167]- ڊپ، خوف، خطرو

[168]- سجهي، ٻڌجي

[169]- موچارو، سهڻو، سگورو

[170]- ڍڪ ڍڪسيندڙ

[206]- آڏار، اڳيان

[207]- اهڙو مودو ڪر جنهن جي ذريعي نجات حاصل ٿيئي

[208]- ويڏن، قهر

[209]- ساز سامان

[210]- ناڪئو، ڪپتان، ڪشتيباز

[211]- حاجت، ضرورت، پهچ

[212]- پار لنگهائيندڙ

[213]- پاڻ آهي.

[214]- اُتي اڪئي جي ڪهڙي ضرورت، جتي پاڻ ئي پارو لنگهائڻ وارو هجي؟

[215]- گهٽو، وڌيڪ

[216]- تنگ، سوراخ

[217]- فڪر، ڳڻتي ڪر

[218]- سياٽڪي ڏينهن

[219]- پڳل تتل، اندران پورو

[220]- نوڙ، رسا

[221]- چڱو، مضبوط

[222]- ان جي سڪاڻ وارو، هادي

[223]- تنهن ڪري

[224]- جنهن صورت ۾ هلائڻ وارو پختو آهي، تنهن صورت ۾ ٻيڙي تڪ يا سير ڪي سامهون اوپاري پيئي هلي.

[225]- بند ڪرينس

[226]- تيل لڳاءِ

[227]- ڏهاڙي، روزانو

[228]- اونهي سمنڊ ۾

[229]- وڏا، مضبوط

[230]- پاٽيءَ ۾ ڏڪينس، هلائينس

[231]- سنبت، تياري

[232]- من تان

[233]- هلندي

[234]- اتانگهه، اونهي.

[235]- تو ٻڌو هو

[236]- غوراب

[237]- اوڙاهه، اتاهه

[238]- پراٽو جهاز

[239]- طوفان

[240]- بچائين

[241]- ٿئي

[242]- توکي سپرد آهي، تنهن حوالي آهي.

[243]- اي سردار (محمد ﷺ)

[244]- جماعت، اُت

[245]- پورو بندر، منزل مقصود

[246]- ڳڏيو، همراهه ٿيو

[247]- وچ

[248]- ويندي، هلندي

[249]- سنو، مضبوط

[250]- سخت، خطرناڪ

[251]- ٻيڙي

[252]- ڪڏهين ٻڏي ٿي ۽ ڪڏهين وري منهن ٻاهر ڪڍي ٿي، وڏي خطري ۾ آهي.

[253]- ملايا، جڙيا

[254]- ڪاٺ جون ڪليون

[255]- فرنگي، دريائي چور

[256]- معلم سڪاٽي پنهنجي مقرر جاءِ تي نہ آهي، چاڪاڻ جو دريائي چور، نفساني خواهشون اندر گهڙي آيون آهن.

[257]- وڏا، پيت جيڏا جهاز

[258]- ڍرڪي پيا، ٻڏي
ويا

[259]- آڏار

[260]- اي غافل

[261]- ويهه

[262]- موڙهيل،
منجهيل

[263]- اونهي پاٽيءَ

[264]- پاٽهين

[265]- ٻنهي پاسن کان،
چوگرد

[266]- اي ٻيڙيءَ وارا

[267]- توکي پار پهچڻ
يا ننٻڻ ڪرڻ، ٻنهي
مان هڪڙي ڳالهه
حاصل ٿيندي.

[268]- پاسو، ٽيڪ

[269]- ڏاڍيءَ تڪ وارا

[270]- وڏيون ٻيڙيون،
لنگر، جهاز ٻيهارڻ
جو لوهي اوزار

[271]- وڏيون ٻيڙيون

[272]- سامهون، اڳيان

[273]- اهڙي تڪ آهي
جو تنهنجيءَ ڪان
وڏيون ٻيڙيون بہ
گهٽي ڪوشش سان
اوپاريون وڃي
سگهن ٿيون.

[274]- اونهي (سمنڊ)

[275]- اٿ مٿا لوهہ جا
ٽڪر

[276]- وٿان، کان

[277]- خوفائتي

[278]- ٻڏي

[279]- درياهہ شاهہ

[280]- ڪان سواءِ

[281]- ٻيڙين

[282]- عيبدار

[283]- جن جي عملن
جو حساب ڪتاب
برابر نہ آهي.

[284]- خلاصي

[285]- ٽڪرن جي جاچ
رکندڙ ۾ پاٽيءَ جي
ماپ لهندڙ خلاصي
جيڪڏهن هوشيار ۽
خبردار آهي تہ معلم
(ڪپتان) کي خطرن
کان آگاهہ ڪري ٿو

[286]- ساري

[287]- عدن کان (ملڪ
يا بندر)

[288]- نڪتا، پهتا

[289]- جيڪڏهن

[290]- خوف، خطرو

[291]- اوهين

[292]- ڊپ پئو

[293]- سردار، نبيءَ
سڳوري

[1]- ٻڏا

[2]- مستي، ننڊ

[3]- لنگر سان ٻڌڻ جون نوڙيون

[4]- وارا، پيرا

[5]- پتڻ (موت) هڪڙا پهچايو ٻيا ڪٽڻ اچي

[6]- تنهنجي

[7]- ڪايو، خوش ٿيو

[8]- ڪاء، چا

[9]- توبہ ڪريو

[10]- توکي موڪليو

[11]- هڪ جيڏن ۾.

[12]- ٻڏي

[13]- ڪان سواءِ

[14]- آڌار، آسري (توهار)

[15]- شرڪ ڪندڙ، شيطان

[16]- تنهن ڪان

[17]- پناه ڏي

[18]- سپ ڪو ساهوارو موت جو ذائقو چکندو (ق.ش. 3، 184)

[19]- وڏو باز، موت

[20]- شڪار تيڻ وارو مان

[21]- انهيءَ ڏينهن (قيامت) انسان پنهنجي ڀاءُ کان بہ ڀيو ڀڄندو (ق. ش 3،8).

[22]- ڀائر

[23]- آڌار، پناه

[24]- هونئن ئي، اجايا

[25]- جيڪڏهن اي الله جي واٽ ڏين ها تہ جيڪر نجات حاصل ٿئين ها.

[26]- گوڏن

[27]- ڪري، ڪڙڪي پوي

[28]- دنيا، دولت

[29]- گهر ۾

[30]- ڍوڻيد

[31]- حديث ۾ آهي، الدنيا جيفه و طالبها ڪلاب: دنيا هڪ ڍونيد آهي ۽ ان جا طالبو ڪتا آهن.

[32]- ونديئي، ورهايئي

[33]- مسڪينن، ڪنگالن

[34]- اها (دنيا)

[35]- جتاءُ ڪري

[36]- متان

[37]- قبر

[38]- پڻ پڻ، آواز

[39]- لمو، جڏو، عيبدار

[40]- خراب مندو

[41]- سلوڪ، ڀلائي

[42]- اتن

[43]- سفر جو سامان

[44]- تڪلن، پوئتي پيلن

[45]- طاقت، سگهہ، پهچ

[46]- وڻج واپار.

[47]- مٺ، ملاوٽ، ڪوڙ، سودو، واپار

[48]- انهيءَ هنڌان، اُتان

[49]- واپار

[50]- ريتي، ڪسوٽي

[51]- اي سون، اي اصيل

[52]- و ج

[53]- سون، واپاري، قدرشناس

[54]- حرفت

[55]- رپيو جنهن ۾ مٿ مليل آهي

[56]- رواجي، خسيس

[57]- قابليت، رتا

[58]- جيڪڏهن، جڏهن

[59]- پتل جو لوٿو، مٿ، گند، ڪچرو (گڏون)

[60]- گني، سونو سکو

[61]- سجاٽيندڙ، چاٽو

[62]- گهٽ

[63]- پاٽي، آب، جرڪندڙ موتيءَ جو چلڪو

[64]- پارکو، سجاٽيندڙ

[65]- هيرن ۾ لالن ۾ سوراخ ڪندڙ، قدرشناس

[66]- خوردبيني

[67]- ڏسجي

[68]- سچن صرافن جي وڃڻ (مرڻ) بعد جواهر پيا ٽيلهجن

[69]- سوراخ ڪن

[70]- انهن

[71]- هنڌن، ماڳن، جاين تي.

[72]- پاهريون پاسو، جنهن جي ڏسڻ مان موتي پرکبو آهي.

[73]- سُجَهنِ

[74]- وڄ

[75]- سون

[76]- غافل تي، ويسر ڪري

[77]- نادان

[78]- اي پوري جڏهن ويسري تي سمهڻ جي ڪري املهه ماڻڪ (تو هٿان) پڃي پيو.

[79]- چو (ڪوه)

[80]- ڏانهن تائين

[81]- عورت، زال

[82]- صندوق، بدن

[83]- بعد

[84]- مرتبي ڪان، پدمن ڪان

[85]- گهٽو.

[86]- جاءِ، ٿان، ٿمُ

[87]- املهه، ماڻڪ، روح

[88]- بچايو

[89]- شيطان، لڪل

[90]- نفساني خواهشون جيڪي بي ترتيبيءَ سان دل ۾ أيرن ٿيون. (لڪل چور)

[91]- گهاٽا وڻ، شيطان جي لڪڻ جي جاءِ

[92]- دکي ڪڙبڙ

[93]- صحبت ڪرڻ وارا، ڳجهه ۾ ڳالهائڻ وارا

[94]- حوالي يا سپرد ڪجي

[95]- جوش مان، اشتياق سان

[96]- وقت، دير، ترسڻ

[97]- روشني، نور

[98]- جيان، وانگر

[99]- طرح، طور، نموني

[100]- مڪمل، پورو پورو (ن+و= جنهن ۾ ڪاڻ يا ڪوت نه هجي)

[101]- موت

[102]- پڌجي، سجهي.

[103]- قبر جي اونداهي

[104]- سامان، توشو

[105]- آغا، ڏٺي

[106]- اوهان جا، توهان جا

[107]- سمجهي، پروڙي

[108]- خوف

[109]- خوف

[110]- پناهه

[111]- معشوق، مڙس، پتار

[112]- پڳل تتل

[113]- ٻيڙي (مَڪڙي)

[114]- سهي سهي، رکي رکي، ضرور

[115]- پاڻيءَ جي اڃ

[116]- اونهو سمند

[117]- غافل

[118]- ڪاهل

[119]- آذار، ٽيڪ، اجهو

[120]- سمند

[121]- توکي وڏو

[122]- تمام وڏا، تلها

[123]- مضبوط

[124]- ٻيڙي

[125]- ڪن

[126]- تکيو وينو آهي

[127]- ساهه ڪٽي، ٿوڪجي

[128]- ڌسج، خوف

[129]- انهيءَ

[130]- درياهه

[131]- من يا دل تان

[132]- ڪيئن؟

[133]- مزو، لذت

[134]- وچ

[135]- ٻيڙيءَ

[136]- واقف

[137]- رهبر

[138]- خبرون

[139]- ڪي

[140]- جماعت

[141]- انهيءَ

[142]- دل، سک، پيار

[143]- پاڻي، درياهه

[144]- ماڳ تي، جاءِ تي، منزل مقصود تي

[145]- درياهه

[146]- پيارا، پياءُ، سڄڻ

[147]- تياري

[148]- ڪوڏي مان، شوق مان

[149]- ڪليون

[150]- قطار، قافلو

[151]- واڏئي

[152]- لاڳ وننڌڙ، واسطيدار، محصول وننڌڙ

[153]- لونگ

[154]- ڪپڙا

[155]- آبدار موتي

[156]- حاصل ڪيائون

[157]- جهاز جي تري ۾ بند ڪيائون

[158]- نوڙن

[159]- چوهي، طوفان ۾

[160]- جيئن ٿپهريءَ مهل ويهي اکا وڌم (عبادت ڪيم)

[161]- خيال، پور، فال

[162]- مهابي، صدقي

[163]- جهليا، روڪيا، (محصول نہ ڏيڻ ڪري)

[164]

(ڪنڊن (Continents) ک
يڙيندڙ، Voyagers ،
ملڪن جا مسافر، وڏا
مسافر، سيلاني،
گهمندڙ.

[165]- اجائي

[166]- وقت

[167]- پوڳيان

[168]- جيڪي

[169]- ضعيف

[170]- (قسمت جا لڪندڙ، خدا

[171]- ڪٽ، عيب

[172]- ڪوڙا موتي، ڪچ

[173]- جيڪڏهن دنيا ۾ ڪوڙا موتي جام ٿي پون، تہ بہ سمنڊ لاءِ وڻجارا ضرور سڪندا.

[174]- محبت، پيار

[175]- تڪليف، مصيبت

[176]- اڻ تارن

[177]- پنهنجا ڪپڙا، مٽي جي پڳ

[178]- هُججانءِ

[179]- وڄ، موت

[180]- تون ستين

[181]- لوڙهيا، پوڙيا

[182]- نياڳي

[183]- قابو

[184]- سخت، خوفائتو.

[185]- تارن جي ميڙ ڪي

[186]- آرام

[187]- ندي، نڪو تارن ڪي نڪو پاٽيءَ ڪي آرام آهي، سيڪا شيءِ پئي چري ڦري.

[188]- جيڪ بنا تڪليف جي مليئي تو تنهن جي نعمت سمجهين ٿو.

[189]- پيسا، خزانو، زخيرو

[190]- چو

[191]- ماپين، تورين

[192]- جيئن تہ، جڏهن تہ

[193]- يانت، يَنتِ، يَت، طرح، طرح

[194]- تر جا رهاڪو

[195]- لهرون (روحاني رمزون) ابتييون وهن تيون.

[196]- گهتون گوهيون نہ ڏج، تتائج نہ

[197]- سگهہ، فائدو

[198]- اي سياٽا

[199]- گهٽي ڪوشش ڪري اندر ۾ روحاني ٻيڙي حاصل ڪر

[200]- عدن بندر ڪان، آخري منزل ڪان.

[201]- تہ بہ، تڏهن بہ

[202]- ياڪر پائي، ملي، وصل حاصل ڪري

[203]- نزديڪي، ويجهائي

[204]- انت، منجهہ راز

[205]- قطارون، وسڪارا (ڳوڙهن جا

[206]- نندي نهر، ڪسي

[207]- اندر ۾ ڳجها ڳوڙها ڳاري نينهن جي نئين وهائڻ گهرجي.

# سر ساموندي

**سر بابت**

سامونديءَ نالي، بابت نه ڪو راڳ ۽ نه ڪا راڳڻي سجهي. هيءُ نالو شاهه جي رسالي کي ترتيب ڏيندڙن جو، من گهڙت لفظ ٿو ڏسجي، جو هنن ضرور، هن سر کي مضمون ۽ موضوع جي مدنظر ڏنو هوندو.

هي هڪڙو سر آهي، جنهن ۾ نه ڪو ڏاريون بيت هو ۽ نه ڪو شاهه جو ڪو بيت ترڪ ڪيل ٿو ڏسجي. هن سر ۾ عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون قائم رکيون ويون آهن، جي ٻين نسخن ۾ به گهڻو ڪري ساڳيون ئي آهن.

# مضمون

هن سر ۾، وڻجارن ۽ سندن وهُن جو احوال، عمدي پيرايي ۾ ڏنل آهي. شاهه جيڪو زال ذات جي جذبن ۽ اُمنگن جو نقش هتي ويهي چٽيو آهي، تنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سفر ڪندي شاعر اکيون اُپٽي ۽ ڪن کولي، ماحول جو گهريءَ نظر سان، مشاهدو ۽ مطالعو ڪندو پئي ويو. ڪراچيءَ جي لاڙي حصي جو 'مغلپئين' وٽ، جيڪو ساموندين جي وچڙيل وهن ۽ مُنذَلَ مُنڌُن جو

حال، هن اکين سان ڏٺو هو، تنهن جي هن سر ۾ چٽي تصوير نڪتل آهي. وڻجارين جي من جو مونجهارو، اندر ۾ اٿندڙ ۽ پل پل پوندڙ پور، ڪانڌن جي ڦوڙائي ۾ آڳي اڳيان التجائون، سندن صحيح سلامت ورڻ لاءِ قسمين قسمين حيلا ۽ تپشائون- تڙن تي وَرَنِ وَرَڻَ لاءِ اوسيئڙو ۽ انتظار، بندر تي ناڪئن ڪان پچائون- پيرن تي پڙ باسڻ، دريا تي اَڪا پائڻ، چؤواٽن تي ڏيا ٻارڻ، وغيره انهن سپني جو نهايت دلسوز ۽ رقت آميز نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

## روحاني راز

سپني سرن ۾ شاهه ڀاڻ کي عموماً زال تصور ڪري، روحاني راز ۽ طريقت جي راهه جا اسرار، ويهي کوليا آهن. شاهه جي رسالي ۾، زال ذات کي ئي عاشق بنايو ويو آهي، سو چو؟

انهيءَ لاءِ گهڻائي سبب ٿي سگهن ٿا:

- هڪڙو ته روح راڙو زال ذات جومهامرڪ آهي،
- ٻيو ته عورت جي التجا ۽ اشڪباري، بنسبت مرد جي، زياده دلسوز ٿئي ٿي. زال ذات جون آهون، وچوڙي ۽ ڦوڙائي جون ڪارون، پٿردل انسانن کي به موم ڪيو وجهن.

- ٽيون، ته جيڪڏهن انسان الله جي اڳيان عورت وانگر صاف ۽ پاڪ دل ٿي ٻاجھ لاءِ پڪاريندو ته فوراً مرادون پائيندو.
- چوٿون ته نسبتاً، عورت مرد کان محبت ۾ زياده مستقيم ٿئي ٿي.
- پنجون، ته عورت انساني ضعف ۽ ڪمزوريءَ جي انتهائي منزل ۽ مجسمو آهي.

انهن سببن ڪري هتي به عورتن جي اندر جي اڌمن جو ذڪر ڪيل آهي.

شاهه، وڻجارن جي وهن کي، پنهنجي پيارن لاءِ تڙپندو ڏسي، سالڪ کي هن سر ۾ نصيحت ٿو ڪري، ته تون به ڪجھ هٿ پير هلاءِ ؛ عبادت ۽ نفس جو تزڪيو ڪر، ته مالڪ جو مشاهدو ماڻين. هٿ هٿن تي رکي، رڱين سَڌُن ڪرڻ سان ڪم ڪيئن سنوريندين؟ جي محبوب جو مشاهدو مليئي، ۽ هوت وري هلڻ هارا ٿيئي، ته به ڳري جهلي ڳچ ڳار، ته من اَبدي عيدون عطا ڪنئي، پر الاهي نور پسڻ کان اڳ، دنگي ڏوئي صاف ڪر.

# سر ساموندي

## داستان پهريون

1

پَڳهه [1] پاسي ڳهارِ، آيَلِ! سامُونڊِيَنِ جي،
وِڄهي ڄِيُ ڄَنجارِ [2]، ڄمَ [3] وَڄَنِئِي او هَرِي [4].

2

پَڳهه پاسي پَڇُ، آيَلِ! سامُونڊِيَنِ جي،
مَنَ ۾ ٻاري مَچُ، ڄِمَ وَڄَنِئِي او هَرِي.

3

پَڳهه پاسي ويهه، آيَلِ! سامُونڊِيَنِ جي،
تون ويسَرِي [5] وِکَ ڪَٽِين، هُو پُورِيندا [6] پَرڏيهه،
سَمُنڊُ ڄَنِ ساٽيهه [7] ، ڪوهه وِيئَين تَنِ سين؟

4

جان [8] ايندينءَ تان آءُ، هَٽِي هَٿُ پَڳهه ۾،
لَڳِي واءُ سُواءُ، سِڙُهه سانباهِي [9] نه سَهي.

5

نَنگَرَ جان نه ڪَٽِنِ، وانءُ [10] وَهِلِي [11] نِڪِرِي،
مَڄُڙ [12] ڏيهه [13] وَڄَنِ،
نارِيُون [14] پُورِي [15] ناڪُئا.

6

نَنگرَ ۾ نارِيُون، پَڳِهه ڪَٽِي پَنڌِ ٿِيا،
بَندَرَ بازارِيُون، سُڃا سامُوندِيَنِ، ري [16].

7

ننگرَئُون نيٽين [17]، مَن اولِيءَ نه اوهَري [18] !
سَباجهين نيٽين، پائي ڳُڻَ [19]، ڳِهيو [20] هِنيون [21].

8

سي ئِي جوپَنَ ڏينهن [22]، جَڏِهن سَچَڻَ سَفَرِ هَلِيا،
رُئان، رَهَنِ نه سُپِرين، آيُلِ! ڪَرِيان ڪيئن ؟
مون کي چاڙهي چِيئَن [23]، وِيو وَڻِجارو اوهَڙِي.

9

نه سي تَڙِ هوڙاڪَ [24]، نه وايُون وَڻِجارَنِ جُون،
سَرَتِيُون! سامُوندِيَنِ جا، اَڄُ پُڻِ چِڪِيَمِ چاڪَ،
مارِينِهُون [25] فِراقَ، پاڙيچِيُون، [26] پِرِيَنِ جا.

10

وِيا اُوهَرِي اوءِ، مون کي ڇَڏي ماڳِهين [27] ،
جُڳَنِ جا جُڳَ ٿِيا، تِئان نه موٽِيو ڪوءِ!
ڱُوندرُ [28] مارِيندوءِ، ويچارِي، وِئَنِ [29] جو.

11

اُونهي ۾ اُوهَرِي، جَڏِهن جــِي وِيا،
سانداري [30] سَمُوندَ جي، نِهوڙي نِيا!
وَڃِي تِتِ پِيا، جِتِ نِهايَتَ [31] ناهه ڪا.

12

اُنهي ۾ اُهَرِي، جَڏِهن وِيا جي،

موٽِي ماگِ نه آئِيا، ماءِ! سامُونڊِي سي،

ڪارو [32] تَنِين ڪي، جيڪُسِ وَه وَرِي وِيو!

13

اوڙاه وِيا نه وَرِيا، آئون تنهن مارِي وِيڙَ [33]،

ڪري سامُونڊِي سِيڙَ، جُسِي جارُ [34] پِرائِيو.

14

جي وِنَڙَمِ اَڄُ، سي ڪَڏِهن ايندا مان گِهري [35]؟

پِرِيان جي هُنَ پارَ ڏي، وَڃِي ڏَنڪِي [36] ڏَڄُ [37]،

سامُونڊِيَڪو ڏَجه [38] ماءِ! مارِيندُمِ ڪَڏِهِين [39]!

15

اُوهَرِيا جِئائِين [40]، ڍُڪَنِ [41] تَنِ تَڙائِييِن!

سامُونڊِيَنِ سائِين، واءُ سَٽائو وارِييِن!

16

سامُونڊِي سارِي، مَٿي تَڙَ گُذارِيان،

مون ڪي ٿِي مارِي، اُنِين سَندِي ڳالَهڙِي!

17

سامُونڊِي سارِي، ماءِ! مُنهنجو چِندَڙو [42]،

بَندَرِ وِيچارِي، وَڃِي لايا ڏِينهڙا.

18

سامُونڊِيَڪو سَگُ [43]، آهي گُوندر گاڏُئُون [44]،
انَگهُن [45] چاڙهي اَگ [46]، وِيو وَٽِجارو اُوهَرِي!
19
وَجيئِي وِسَرِي شالَ، جو تو سودو سِڪيو،
اَچا آئين ڪالَ، پُٺِ ٿو سَفَرِ سَنبَهين!
20
ڳِرِيو [47] جَهلِيو روءِ، مَٿي مُهرِيِ [48] هَٿَڙا،
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تو ڍولِيا! سِڪيو.
21
اُلوڙَٽُ [49] نه ڏِئِي، وَرُ وِڌائِين وَنجَهه کي،
رَهه اَچوڪِي راتَڙِي، لالَنَ! مُونِ لائي [50]،
وَڃُ مَ ڦوڙائي [51]، ايڏي سَفَرِ سُپِرين!
22
جيڪُس [52] نِبَرُ [53] نينهن سَندومِ، جئن مُون اُپِي هُنِ
ٿيلِيو،
سَعيو سامُونڊِيَنِ سين، اِڳهين تان نه ڪِيومِ،
وِجَهڻُ مَنجِهه [54] هُئُومِ، پاڻُ
وَراڪي [55] رَسِ [56] سين. [57]
23
بيڙِيءَ جي پُوٽَن [58]، نينهُن نه ڪِجي تَنِ سين،
اُپِيُون ڏَنبِ ڏِسَنِ، جُهه سِڙهه ڏيئِي سِيرَ ٿِيا [59].

24
هينئڙو ٻيڙيءَ جان، ڏَتَرِ [60] پئِـــي ڏينهن ٿِيا!
پُڇيو تان نه پِريان، ڪَرَلاهُو [61] ٿِي ڪَڏِهين.
25
تَنَ جَنِين جِي تانگَ [62]، سي سَجَڻَ سَفَرِ هَلِيا،
لَئِجِ لاتِ، لطيفُ چي، ڪَڏِهن اِيندَمِ، ڪانگَ!
ڪنهن سَنِاٽي [63] سانگَ [64] ، پِرين پَرَڏيهِي ڪِيا.
26
تان ڪِي لَئِجِ، ڪانگَ، ڪَڏِهن اِيندا مان ڳَري[65]؟
سيڻَنِ ڪارَڻِ سانگَ [66]، مون تان گهٽــيئِي ڪِيا.
27
سَرَ نِسَرِيا [67] پاندَ [68]، اُتَرَ لَڳا، آءُ پِرين!
مون تو ڪارَڻِ، ڪانڌَ! سَهِسين سُڪائُون ڪِيُون.
28
سَرَ، لو هِيڙا [69] ڳِپيا [70]، ڪُسَرَ نِسَرِيا،
تو ڪيئن وِسَرِيا، ڍولِيا! ڏينهَن اَچَڻَ جا؟
29
جيڪَرَ اَچِــي هاڻِ، ته ڪَرِيان رُوحَ رُچَندِيُون [71]،
آيُلِ! ڍولِيي ساڻُ، هوند ڳَرِ
لَڳِي [72] ڳالهيُون [73] ڪَريان.
30

آيَل! ڍولِيي ساڻُ، اَچي ته جهيڙِيان [74] ،
لائِيَي [75] ڏينهَن گهٽا، مون سين ڪيئي [76] ٿورڙا.
31
ڍولِيو وِيئَڙو ڏورِ، تي [77] ٿِي سِيءَ گُذارِيان [78]،
مادَرِ! [79] مُون مَ چورِ [80] ، ناتَه پَڌَرِ پُوندي پرينءَ
ري [81].
32
لاهِينداِئِي ڪَنِ، ڳالِهيون هَلَنِّ سَندِيُون،
ڏِيندا [82] مُون ڏُکَنِ، وَه وِجَهندا چِندَڙو!
33
مون کي جِيارِيو، پِرِيَنِ جِي ڳالِهه ڪري،
ڏِنو اَچُ اَڏيو، هينئَڙو ڪوٺَ بُرجَ جيئَن.
34
وانءُ، وَچِي وائُٺِ [83]، هينئَڙا! ماڳُ پِرِيَنِ جو،
چُمِيو، چُمُ چانئُٺ، هوءِ جا سَندِي سَجَڻين.
35
آئون جَنِ آساري [84]، مَٿي تَڙَ گُذارِيان،
مون کي وِساري، شالَ مَ وَجَنِ اُوهَرِي.
36
سَنهِـي لَڪِ [85]، نَڪِ سَنئِيـن، ڪَجَلَ، پِنَنِ [86] نيڻَ،
سامُونڊِي! مون سيڻَ، ڪِ تو ڪالَهه لَنگهائِيا؟

37

هي سَڄَڻ سيِئي، جي مون ڪوڏِ [87] نِهاريا،
اِيندَمِ جان پيهي، ته سَپِ لاهِيندَمِ ڏَڪَڙا.

38

ڇَمَڪِيَون ڇوڏارَ، ڏَڄُون [88] ڏاڙيچَنِ [89] جِيُون،
ماءِ! ساموندي آئِيا، سَهِسين ڪَري سِينگارَ،
اُنِين جِي پَچارَ، ڪالهونڪر [90] ڪانگُ ڪَري.

## وائي- 1

پِرِيَنِ جي پَنڌاءُ [91]، مون کي جـِـي جَهلِنديُون،
سـِـي نَه پُڄَنديُون.
پَلِي ڪري آئِيو، ناٿارو [92] ڏيهاءُ [93] ،
سـِـي نَه پُڄَنديُون.
پَکِي ڪُٺِ [94] سَڄِي ٿِي، لَٿِي جا ڪِ [95] ڳراءُ [96] ،
سـِـي نَه پُڄَنديُون.
سَرَتِينِ سُورَ پرائِيا، هاٽي هِنَ هَنڌاءُ،
سـِـي نَه پُڄَنديُون.
تان ڪِين [97] واسُ [98] وِهائِيو [99]، ٻاروچي مُلاءُ [100]،
سـِـي نَه پُڄَنديُون.

تان ڪِين ڏونگر ڏوريان، جان ڪُڙه [101] اندِر ساه،
سِـــي نَه پُڄَندِيُون.
مَتِيُون [102] موٺَڻَ سَندِيُون، تون هَڏِ آچِ مَ ماءُ!
سِـــي نَه پُڄَندِيُون.

## وائـي – 2

تَڙَ نِهارِيان تِـــي [103]، مُنهنجا بَندَرِ وِئَڙا جِـــي،
مانَ سِڙَه سُجاڻان سَڄَڻين.
اُپي اوسَه [104] پائِيان، ڪارَڻِ وَڻجاري،
مانَ سِڙَه سُجاڻان سَڄَڻين.
گهڻُو اُڪَندِي آهيان، پرِينءَ پنهنجي ڪي،
مانَ سِڙَه سُجاڻان سَڄَڻين.
آسائِتي [105] آهِيان، اَلا! ڪانڌُ اَچي،
مانَ سِڙَه سُجاڻان سَڄَڻين.

## وائـي – 3

آيَلِ! ڪَرِيان ڪيئن، منهنجو نينهن اَپِلِئُو [106] نه رَهي.
وِيو وَڻجارو اُوهَرِي [107]، مون کي چاڙهي چيئَن [108]،
منهنجو نينهن اَپِلِيو نَه رَهي.
سامُنڊِيَنِ جي سَگَ کي، رُئان راتو ڏينهن،

منهنجو نينهن اَپَلِيو نَه رَهي.
اُڏوهِيءَ [109] جيئن ڏُکَڙا، چَڙهِيا چوٽِيءَ سِيئَن،
منهنجو نينهن اَپَلِيو نَه رَهي.
گوندر مَٿان چِندَڙي وَرِيا وَلِيُنِ جيئن،
منهنجو نينهن اَپَلِيو نَه رَهي.
مادَرِ ! پائي مُندِيُون [110]، وَجان هادِيءَ سِيئَن،
منهنجو نينهن اَپَلِيو نه رَهي.

**داستان پيو**

1

اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻِجارا وَڃَڻَ جُون،
اَنِئِي پَهَرَ اَٿَنِ، سَعيو ڪنهن سَفَرَ جو.

2

اَڄُ وايُون ڪَنِ، وَڻِجارا وَڃَڻَ جُون،
مون اُپِيئِي هَلِيا، بَندَرَ جَنِ [111] تَڙَنِ [112] ،
سَرَتِيون ! سُورُ سَندُنِ، مون مارِيندو چِندَڙي.

3

اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻِجارا وَڃَڻَ جُون،
هَلَڻَ هارا سُپِرِين، رُئان تان نه رَهَنِ،
آئون جَهلِيندِي ڪيتَريو، آيَلِ! سامُونڊِيَنِ،
پَڳهه چوڙي جَنِ، وِڏا پيڙا پارِ ۾.

4

لاهِيان جي نه چِتان [113]، اَلا! اُنِ مَ وِسَران،
مَڙِهيو [114] مَنجهاران [115]، جِيُ منهنجو جَنِ سين.

5
چِتان جي نه چُرَنِ، اَلا! اُنِ مَ وِسَران،
مون مَنُ آهي تَنِ، مَڙِهيو مَنجهاران هِنئين.

6
تَڙيــِن تَنوارِين [116]، ماءِ! سامُونڊِي آئِيا،
مون کي جِيارِينِ، وايُون وَڻِجارَنِ جُون.
7
اولا [117] کَٽِي اُوءِ، پَڳِهه [118] چوڙي پَنڌِ ٿِيا،
آيَلِ! سامُونڊِيَنِ جِي، آهه اَڙانگِي جُوءِ [119]،
ڪَڏِهن ڏِسَنڊِيَس رُوءِ [120] وَرِي هِنِ اکين سين.
8
لَڳِي اُتَرَ هِيرَ، سامونڊيَنِ سِڙ ه سَنباهِيا،
نَنگَرَ [121] کَٽِي ناکُئا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
هينئڙي نِتُ اُڪِيرَ، کاريِ کيــڙائُنِ [122] جِي.
9
لَڳِي اُتَرَ اُهَرِيا، واهونديِ [123] وَرَنِ،

آئون گهٽو ئِي گهوريان، سودو سامُوندين،
اَڱڻِ جَنِ اَچَنِ، عِيدَ وَرَتي [124] اُنِ کي.

10

اَڱڻِ آئِيا جان، ته سَرَتِيُون ! مون سُکَ ٿِيا،
املهه پرِيَنِ مٿان، ٻُرِڪِئو [125] ٻِيَنِ ڏِيان.

11

آئِي اُتَرَ مُندَ، هِينئِين اُدَڪو [126] نَه لَهي،
وَٿِينِ لاڇُوبَندَ [127] ٻِيهَرَ مَکِينِ ٻيڙِيُون.

12

لاڇُو ٿا لَنوَنِ [128] اَچَنِ سِڙَه اُپَٽِيا [129] ،
ڪارَڻِ تَنِ پرِيَنِ، ويٺِي واٽَ نِهارِيان.

13

سِڙَه سُڃاڻِيو چوءِ [130]، ماءِ! سامُوندي آئِيا،
مانَ منهنجو هوءِ، جانِي هِنَ جهازَ ۾!

14

سِڙَه ٿي سِبِيائُون، بَندَرَ جَنِ [131] تَڙَنِ تي،
سِڙَه سِبِي ساڃا [132] ڪَري، کُوها کَنيائُون،
بيرَقُون بَحَرنِ ۾، چوڙي چَڏِيائُون،
لَهرِيُون لَنگهِيائُون، لُطفَ سانُ، لطيفُ چي.

15

سِڙَه ٿي سِبِيائُون، بَندَرَ جَنِ تَڙَنِ تي.

مُلا [133] مُعَلِمَ خَبَرُون، پُڇي پُورِيائُون [134]،
سُتَڙُ سونِيائُون [135]، اَوَتَڙِ ڪِنهن نه اوِليا [136] ،
16
بَندَرَ [137] ديسان ديسِ، اَمُلُه نه مِلي وارِييہن [138] ،
فَقِيراڻي ويسِ، اَمُلَه ڏِينِ اَتورِيا [139] .
17
پَتَڻِ پوءِ پَچارَ، آن ڪي سِڙَه وِيندا گڏِيا.
اُڪُندَ مون اَپارَ، شالَ منهنجا موٽِيا.
18
اُپِيُون تَڙَ پُوچِينِ، وَهُون [140] وَڻِجارَن جون،
آڻِيو اَڪا ڏِينِ، ڪَٿُورِي سَمُوندَ ڪي.
19
جَنِين ڪارَڻِ مون، تَڙَ پُوچارا [141] پُوڇِيا،
پُنِيمِ اُميدُن، سيہِ ئي سَجَڻَ آئِيا.
20
وائُنِٽِيون [142] ٿِيُون وَرَڪَنِ [143]، اَجا سِڙَه نه پَڌَرا،
سي ئِي ٿِيُون مَرَڪَنِ، جَنِين سَندا آئِيا.
21
ڪُوهَنِ سِرِ وائُنتِيُون، وائُنِتِيُنِ سِرِ ڳَندَ [144] ،
ڪيڙِي [145] ڪيڙِي ڪَندَ، ماءِ! ساموندَ آئِيا.
22

جَرِ تَرِ ڏِيو ڏي، [146] وَڻِ ٽِڻِ ٻَڌِي وائُنٽِيُون [147]،
اَلا! ڪانڌُ اَچي، آسائِتِي آهِيان!
23
جا جَرِ جاڻُون [148] نه ڏِئي، ڏِيا نه موهي [149] ،
سَڏُون ڪوهُ ڪَري، سا پَنهِنجي ڪانڌَ جون؟
وائي- 1
آئِين مون کي زورِ [150] مَ جَهليو جيڏِيُون!
ووءِ آئُون هَلندِي هوتَ [151] ڏي.
اُنهِي وِيَڙا اُوهَري، تَرازُون تاري،
ووءِ آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.
مَرِي رَهندِيَس ماڳِهين، سامُوندِي ساري،
ووءِ آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.
سُورُ تُنهِنجو سُپِرِين! مون مَعذُورِ [152] کي ماري،
ووءِ آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.
هاڻِ نه جِيان، جيڏِيُون! آئون ڪُنِيَسِ ڪوهِياري [153]،
ووءِ آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.
وائي- 2
ڪَرَهَلَ [154] پائي لَڄُ [155]، ڪُهُ نه وِيئِينءَ اُنِ سين.
اُجارِيائُون اوليُون، ڏُئارِيائُون ڏَڄُ،
ڪُهُ نه وِيئِينءُ اُنِ سين؟
مَتان وِهين، وِيسَرِي! اُٿِي، پُورُلَ [156]!ال يَڄُ،

ڪُھُ نه وِيئينءُ اُنِ سين؟
سيٽَنِ ساجُھرُ [157] لَڏِيو، تون آئِي! [158] نِھارين اَڄُ،
ڪُھُ نه وِيئينءُ اُنِ سين؟
ڪالھ سِبايَئِي ڪَنجِرو [159]،
اَنگُھون [160] پاتَئي [161] اَڄُ،
ڪُھُ نه وِيئينءُ اُنِ سين؟
ڪيرُ سُٽِيندو تنھنجيون، اَڌُورائُون [162] اَڄُ،
ڪُھُ نه وِيئينءُ اُنِ سين؟
وائي- 3
ويندِيي آئون ھوتَنِ وَٽِ، مون وَھ [163] وَٽِجارَنِ سين.
پَکِّھ کَڻُ مَ، پاتِٽِي، جانِي! مون لَئي جھٽِ [164]،
مون وَھ وٽِجارَنِ سين.
وايُون وَٽِجارَنِ جون اَديُون! اَڄُ نه ھَٿِ [165] ،
مون وَھ وٽِجارَنِ سين.
ڳَرَھِيان [166] سُورُ سَفَرَ جو، ھَلِي پَنھِنجي اَرَٿِ [167]،
مون وَھ وٽِجارَنِ سين.
پُورِيندِيَسِ [168] پرِيَنِ ڏي، ڪانَه ڪَرِينديَسِ گھٽِ،
مون وَھ وٽِجارَنِ سين.
ڏيئِي سِڙُه سِيرَ ٿِيا، پيرُ نه لايَئُون پَٽَ [169]،
مون وَھ وٽِجارَنِ سين.

[1]- ننگر ڇڏڻ لاءِ نوڙي

[2]- جنجال، ڳڻتي

[3]- متان

[4]- ٻيڙيون ڏکي يا چوڙي، اُسري

[5]- سستيءَ سان، آهستي

[6]- تکڙا هلندا

[7]- وطن، گهر

[8]- جيڪڏهن

[9]- تياري، گيسر.

[10]- وچ

[11]- تکڙي، جلدي

[12]- متان

[13]- وطن (سمنڊ)

[14]- چم واريون نوڙيون

[15]- ويڙهي وڃڻ

[16]- ڪان سواءِ

[17]- نيڙي، اوريرو، اورتي

[18]- منهنجو من اولي (ٻيڙي هلائڻ جي ڳڻ) سان ٻہ ننگرن ڪان اورتي نٿو ڏکجي يا پري ٿئي.

[19]- خصلت، ڏوري، رسو

[20]- قابو ڪيو

[21]- دل

[22]- ڏينهن، وقت، جا ڏينهن

[23]- چڪيا، باھ جو مچ

[24]- ٻيڙيون

[25]- اسان ڪي ماري تو

[26]- ٻاڙي واريون.

[27]- ماڳهين، بنھ

[28]- غم

[29]- ويلن، جدا ٿيلن

[30]- (سمنڊ جي) پيٽ

[31]- حد، انت

[32]- ڪارو پاڻي (سمنڊ جو)

[33]- سخن، طعني، خبر

[34]- ساڙ، ڏجهه، ڏک

[35]- وٽ

[36]- چمڪي

[37]- جهنڊي، بيرق

[38]- ساڙ، غم، ڏک

[39]- ڪڏهن.

[40]- جتائين، جنهن هنڌان

[41]- پهچن

[42]- جِند، وجود، بدن، دل

[43]- ناتو، لاڳاپو

[44]- ڳڏيل

[45]- تڪليف، سوريءَ

[46]- انگ، عضوو، بدن

[47]- اولي ڪي رسيءَ سان ٻڌڻ لاءِ ڪلا

[48]- ٻيڙيءَ جي سسي يا اڳيون حصو.

[49]- اولي سان ٻيڙي هلائڻ

[50]- لاءِ، واسطي

[51]- جدائي يا فراق ڏئي

[52]- شايد

[53]- نبلُ، ضعيف

[54]- (ٻيڙيءَ) ۾

[55]- ويڙهي، ٻڌي

[56]- رَسِي، رسو

[57]- مون ڪي پنهنجو پاڻ ڪي رسي ۾ ٻڌي ٻيڙيءَ ۾ اُڇلائڻ ڪيندو هو.

[58]- پُٽِنِ، رهن، گذارين

[59]- سمنڊ تي مسافر ڪرڻ ويا.

[60]- خراب تڙ تي يا ڏڪٽي تڙ تي

[61]- چڪ يا سار لهندڙ

[62]- تانگهہ، سڪ

[63]- رٿيل، ضروري

[64]- ڪم، حاجت، اتفاق

[65]- وٿ، گهر

[66]- حيلا، حرفتون

[67]- ڦٽا

[68]- نوڪون، چوٽيون

[69]- ونڻ جو قسم

[70]- بوڪيا

[71]- راضي ڪندڙ رهاڻيون

[72]- ويجهو ويهي، ياڪر پائي

[73]- ڳالهيون، رهاڻيون.

[74]- جهيڙو ڪريان

[75]- راتئي، پر رهئين

[76]- گذاريئي

[77]- تنهن ڪري

[78]- سيءَ مران، اڪيلي سمهان

[79]- امان، ماءُ، جيجل

[80]- ستا سور نہ جاڳاءِ

[81]- نہ تہ منهنجي روئڻ ڪري پاڙي وارين کي بہ خبر پئجي ويندي تہ پرينءَ کان سواءِ آهي.

[82]- حوالي ڪندا

[83]- ڏس، جاچ جوچ

[84]- آسري، اميد

[85]- چيلهہ

[86]- اَلا اٿن

[87]- پيار يا هيج سان

[88]- بيرقون، جهنڊيون

[89]- شاهوڪارن، سوداگرن

[90]- ڪالهہ کان وٺي

[91]- پنڌ يا پيچري کان

[92]- ناناري وانگر پڳل دل سڄي ڪرڻ وارو، دلبر

[93]- پرڏيهہ کان، ڏيساور کان

[94]- ڪٽ جا پڳل تانو

[95]- ڪس، ڪاراڻ

[96]- گهر مان

[97]- ڪِي، ڪُجهہ

[98]- خوشبوءِ

[99]- وڃج ڪريو، خريديو

[100]- وٿان

[101]- ڪک، بدن

[102]- صلاحون، مشورا.

[103]- تنهن ڪري

[104]- فالون

[105]- آس يا اميدواري

[106]- اجهل، نہ پلجڻ جهڙو

[107]- بيڙي جوڙي يا ڏڪي

[108]- ڦاسيءَ

[109]- ڪاٿ ڪائيندڙ جيت

[110]- هٿن جون آڱريون هڪ ٻئي ۾ وجهي، آزيءَ نيزاريءَ سان

[111]- بندر وارن

[112]- گهيڙن

[113]- دل تان

[114]- ڳنڍيو

[115]- اندران ئي اندران (لنءُ لڳل آهي)

[116]- ڳالهيون ٻولهيون ڪن

[117]- ٻيڙي هلائڻ جا ڳڻ

[118]- نوڙيون

[119]- هنڌ، ماڳ

[120]- منهن

[121]- لنگر (Anchors)

[122]- سمنڊ تي مسافري ڪندڙن

[123]- ٻهار جي هير لڳڻ وقت

[124]- تئي

[125]- گهوريو، قربان ڪيو.

[126]- ڳڻتي، فڪر، انديشو

[127]- ٽؤنر، ڦندڻ

[128]- لڏن

[129]- ڪوليو

[130]- چوي.

[131]- بندر وارن.

[132]- ساڄا، مضبوط، ستا

[133]- وٿان، ڪان

[134]- اُسريا، رهيا

[135]- ڳولي لڌائون

[136]- لوڏيا، تنگ ڪيا، پوئتي ڇڏي ڏنا

[137]- ٻيڙي ٻيهڻ جي جاءِ، اجهو، الاهي فيض

[138]- الله جو فيض هر جاءِ آهي، پر واريءَ (دنيا جي ڪوڙي ڪچ) جي ملهه تي نه ملندو

[139]- اڻ توريا، گهڻو

[140]- زالون

[141]- سمنڊ جي پوڄا ڪندڙ، وڻجارا

[142]- ٻيرقون

[143]- وَڙڪن، لڏن، ڦڙڪن

[144]- طراء چوٽيون، ڪلنگيون.

[145]- مسافري ڪري

[146]- ڏِئي

[147]- پاٽي ۽ سڪي جي نه واٽن تي ڏيا ٻارين ۽ وٽن ۾ جهنڊيون ٻڌن، دعائون پنن.

[148]- زيارت (اڪا)

[149]- اچلائي، تاري، وجهي.

[150]- زوريءَ، تمام گهڻو

[151]- پنهون (دلبر)

[152]- عذر واري، عيبدار

[153]- ڪوهه يا جبل جو رهاڪو، پنهون، دوست

[154]- اٿ ڪي

[155]- اٿ ڪي شرمائي يا ليلائي

[156]- اي پورڙي يا نادان.

[157]- سويل، گهڻو اڳي

[158]- آيُلَ، امان

[159]- چولي، ڳچ

[160]- چير، چهڪ

[161]- ليڙون ڪيئي، ڦاڙيئي

[162]- دانهون، فرياد

[163]- لاڙو، نينهن

[164]- ترس

[165]- دڪانن تي، بازار ۾

[166]- اوريان.

## داستان ٺيون

1

پُران [1]، مانَ پُڇان، بَندَرَ مون ڏورِ ٿِيا،
نه مون هَڙَ نه هَنج ڪِين، جو آئون چَئِي [2] چَڙهان،
ايهين [3] ڪِجِ، پاتِڻي! جنهن پَرِ پرين مِڙان،
ڪارُون [4] تي [5] ڪَرِيان، تو دَرِ اُپِي ناڪُئا!

2

هَڙَ مِ ڪِينَ هُئُونِ، هُونهَئِين [6] هُنِ نه چاڙهِيا،
سارو ڏينهن سَمونڊَ [7] تي، لَهِي سِڄُ وِيونِ،
جَڏِهن سائِينءَ سَبَبُ ڪِيونِ، تَڏِهن سُتَرِ ٿيا [8]، سَيّدُ چي.

3

اَسان اُڏارا، آڻي آونگَ [9] چاڙهِيا،
منهن ڏيئِي مون آئِيا، سَمُهان سِيارا [10]،
اُپِرَنِ سِيڪارا [11]، پَسِيو وَرَ بِينِ جا.

4

مون اُپِي تَڙَ وَٽِ، پِرِيَنِ پَگِهه چوڙِيا،
ڪا مُنهين مِ [12] گهٽ، ناتَه سَجَڻَ سَباجها گهڻو.

5

مون اُپِـــي تَڙَ هيٺِ، پِرِيَنِ پَگِهه چوڙِيا،

ڪا مُنهين ۾ ڏِيٺِ [13]، نا تَه سَڄَڻَ سَباجهان گهڻو.
6
مون اُپي تَڙَ جَهلَ [14] ، پِرِيَنِ پَگِهه چوڙِيا،
ڪا مُنهين ۾ اَلَ [15]، نا تَه سَڄَڻَ سَباجها گهڻُون.
7
مون اُپي تَڙَ پاسِ پَرِيَنِ پَگِهه چوڙِيا،
هُو اَللهَ هارَ اُهَرِيا، آئون دَمِدَمِ دُعا ڪَندِياسِ،
آهه [16] نه لاهِيندِياسِ، موڻي اِيندا مان گِرِي.
8
ڪيڙائُنِ ڪارو، سَنجهيئِي سارِيو،
آيَلِ! اُمارو [17] آهِن پَرِييــِن پارَ جو.
9
ڪارِي ڪيڙائُو، مَڻي مِنــِـي [18] موڻِيا،
سودو ڪَنِ نه سونَ جو، وَڏا وِهائُو [19]،
موتِي جي مِهراڻَ جا، تَنِ جا طاماعُو [20] ،
سامونڊي سائُو [21]، لَنڪا لوپي [22] آئِيا.
لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لَئي لَنڪا جي اُوهَرِئا،
سُٽِي سونُ لَنڪا جو، سُکُ نه سامونڊيَنِ،
پِرِه پَگِهه چوڙيا، ڪارِي ڪيڙائُنِ،
وَڏي پاڳِ پِڙَن [23]، جي ڪَهِيا ڪارُونيارَ ڏي.
11

وَڏِجارَنِ وَرِي، پرِه پَڳه چوڙِيا،
اولِيُون پَسِي اُنِ جُون، پِيئَڙَمِ ڳچَ ڳَرِي،
وِينِدِيَسِ، ماءِ! مَرِي، ساري، سامونڊيَنِ کي.
12
وَڏِجَارَنِ واري [24]، پرِه پَڳه چوڙيا،
کيڙائُو کاري، سَنپُوڙا [25]، سَيّدُ چي.
13
وَڏِجاري جِي ماءِ وَڏِجارو نه پَلِيين؟
آيو بارهين ماهِ، پُڙِ ٿو سَفَرِ سَنَبهي.
14
وَڏِجاري ڪانڌاءُ [26]، مون
وَڙُ [27] وِيڻي [28] گهارِيو،
لَڳِي اُتَرَ واءُ، چولِيو هَلَڻَ جُون ڪري.
15
جي تون وَڏِجارو ڪانڌُ، ته مون هَڏِ مَ لائُون لَڏِيون،
پَرَڏيه مَٿي سانگُ، اَٿَئِي پَهَرَ جنهن ڪِيو.
16
پَرَڏيه پُورِيائُون [29]، سامونڊِيَنِ سِڙَه سَنباهِيا،
مان [30] تَنُ مارِيائُون، پاڻان [31] وِجهي گوندرين!
17
ڏِٺي ڏِيارِي، سامونڊيَنِ سِڙَه سَنباهِيا،

وِجِهيو وَرُ وَنجَهه کي، رُوئـــِي وَٽِجارِي،
مارِيندَءِ، مارِي [32]، پِرِهه سُورَ پِرِيَنِ جا.
وائي- 1
آئِين اَچِي پَسو، جيڏِيُون! ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجـــِي
چِندَڙِي،
پا؟ي وِيئَڙا پيرَ ۾، مَنجهان ڪِرَسَ [33] ڪَسو [34] [35]،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
ڏيئِي وِئَڙا ڏاهه [36] ڪي، سُورَنِ جو سرسو [37] ،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
آئون ڏورِيندِي اُنِ ڪي، ڏيئي تَنَ تَسو [38]،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
ساءُ [39] نه آيان [40] سُورَ جو، هاٽي ٿِيُون هَسو [41]،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
مَتان وِهو، ويسَرِيُون! رِڙهو تي [42] رَسو [43]،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
مُندائِتي مِينهَن جيئن، ويروتارِ [44] وَسو [45]،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنج چِندَڙِي.
وائي- 2
ڏُکَ لاهِندَمِ ڏُونگـــر [46]، ووءِ!
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون ڪي سَپـــِيئِي.
جو پَسان سو پانئِيان، پِريان جو پَهِي [47]،

ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَپــِـيئِي.
ڏادِي ذاتِ جَتَنِ جي، ويئِي ڏِيلُ ڏهِي [48] ،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَپــِـيئِي.
آئون ڏورِيندِي اُنِ کي، رائِي [49] راتِ رَهِي،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَپــِـيئِي.
ڏِٺا وَڻَ ڪوهِيارَ [50] جا، ويئِي اُجَ لَهِي،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَپــِـيئِي.

[1] - اڳتي هلان يا چران، ڪاهيان

[2] - آچي، هام هٽي

[3] - ائين

[4] - فرياد، دانهون

[5] - تنهن ڪري

[6] - هونئين ئي، بنا پيسي

[7] - سمنڊ

[8] - ٽانيڪا تي، منزل مقصود کي پهتا

[9] - ڪناءِ ديڳڙا

[10] - تڏ يا تڪليف جو وقت

[11] - شوڪارا، ٿڌا شاهه، سيسرات

[12] - مون ۾ ئي.

[13] - ظاهر ظهور عيب

[14] - ڪنارو، پر، وٿ

[15] - عيب، اوٽائي

[16] - آس، اميد

[17] - خيال، سنيت

[18] - مدي پاڻيءَ، بندر تي جتي منو پاڻي ميسر آهي

[19] - واپاري، وڻجارا

[20] - طمع دار، تاڪائو

[21] - بهادر

[22] - ڦري، لٽي.

[23] - ملن

[24] - وري

[25] - سنبريا

[26] - ڪانڌ يا مڙس ڪرڻ ڪان

[27] - بهتر هو

[28] - شادي ڪرڻ ڪان سواءِ

[29] - ڪاهيائون، هليا

[30] - منهنجو

[31] - پاڻهي جاڳي، جاڳي ٻجهي، ويتر

[32] - اي مئي!

[33] - ڪاوڙ، نفرت

[34] - جُتي

[35] - ڪاوڙجي جُتي پائي راهي ٿيا (سسئي جي ڏيرن ڏانهن اشارو آهي).

[36] - ٻانهيءَ

[37] - گهٽائي، زيادتي

[38] - تسيو، سختي

[39] - ذائقو

[40] - اوهان کي نہ آيو

[41] - هَنسو، ڪلو، ڇڙون ڪريو

[42] - ويهو

[43] - تہ

[44] - هميشہ

[45] - پيو ڳوڙها ڳاريو

[46] - ڏونگرن ڏورڻ سان ئي منهنجا درد دفع ٿيندا.

[47] - پانڌيئڙو، قاصد

[48] - ساڙي، جلائي

[49] - واريءَ ۾، بيابان ۾

[50] - ڪوهستان، جابلو ملڪ

# سر سُهِڻي

## سر بابت

هندستاني موسيقيءَ مطابق، هن سر جو اصلي نالو سر
’توڏي‘ توڏي هڪ هندستاني راڳڻي آهي، جا ديپڪ راڳ
جي پنجن پاريائن (زالن) مان هڪڙي آهي، جنهن
صورت ۾ اڪثر ڪري، سر ’سهڻي‘ جي نالي سان
مشهور آهي.
هن سر ۾ پڙهڻيون، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون
قائم رکيون ويون آهن، پر جتي ڊاڪٽر ترمپ واريون
پڙهڻيون وڌيڪ موزون ۽ معنيٰ دار سمجهيون ويون
آهن، اتي اهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڪي بيت اضافو
پڻ ٿيل آهن.

## آڪاڻي

هن سر جو مضمون، سهڻيءَ ۽ ميهار جي قصي تي ٻڌل
آهي. هيءَ آڪاڻي اصل پنجاب جي آهي، جا هيٺ مختصر
طور ڏجي ٿي:
شاهه جهان جي دؤر ۾، پنجاب جي گجرات نالي شهر ۾،
تُلا نالي هڪڙو هاڪارو ڪنڀر رهندو هو، جو پنهنجي

فن ۾ يگانو هوندو هو. ڪيس هڪ ڌيءُ هئي، جنهن جي حسن جي هاڪ هر هنڌ هوندي هئي.
بخارا شهر ۾ وري هڪ امير رهندو هو، جنهن کي سڪي سڪي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو عزت بيگ رکيو ويو ۽ ڪيس لاڏ ڪوڏ سان نپايو ويو. جڏهن هو جوان ٿيو، تڏهن ڪيس هندستان ڏسڻ جي تمنا دل ۾ جاڳي. پڻس گهڻوئي روڪيس پر هيءُ هٺيلو هوڏ تان نه لٿو. آخر سير سياحت جو گهڻو اسباب ۽ ناڻو ڪٺي اچي لاهور ڪان نڪتو. قسمت سانگي، گجرات شهر ۾ به، ڪجهه عرصو اچي ٽڪيو. تلا جي مهارت ۽ هن جي ٿانون جي تعريف ٻڌي، نوڪر کي سوکڙي طور سهڻن ٿانون ڳنهڻ لاءِ روانو ڪيائين. ڪنڀر جي گهر ۾ سهڻيءَ جهڙي حسين نينگري ڏسي، نوڪر جا ماشا ڦري ويا. مالڪ وٽ اچڻ شرط اچي، سهڻي جي سونهن ۽ تعريف ڍڪ پريائين. اهو احوال ٻڌي عزت بيگ جي دل ۾ عشق جي باھ اُلا ڏيڻ لڳي ۽ ري ڏٺي، سهڻيءَ تي مفتون ٿي پيو. جنهن تي اڻ ڏٺي عاشق ٿيو هو، تنهن کي ڏسي هيڪاري حيران ٿي ويو- ۽ دل سان گڏ هوش به وڃائي ويٺو.
سهڻيءَ سان لنؤ لڳڻ بعد. وطن ورڻ جو خيال لاهي ٿانون وڪڻڻ جو دڪان کولي ويهي رهيو. تلا کان ٿانون وٺڻ جي بهاني روزانو ديدار نصيب ٿيندو هوس. جي ٿانوَ روز

نه کپندا هئس ته مهانگا ورتل ٿانوَ سستي اگهه ۾ وڪڻي نه
تلا جي گهر وڃڻ جو بهانو ڪيندو هو. ائين ڪرڻ سان
آخر پاڻ کي ڦرائي ڪنگال ڪري وڌائين. جڏهن نوڪرن
ڏٺو ته وطن واپس ورڻ جي ڪانه ٿو ڪري ته رهيل
اسباب به تڳائي ڳوٺ راهي ٿي ويا.
هاڻي عزت بيگ، تلا کان اوڌر تي ٿانو وٺڻ لڳو، جيڪي
هو روزمره جي گراهڪن کي خوشيءَ سان ڏيڻ لڳو؛ پر
جڏهن قرض وڌي ويو، تڏهن تنگ طلبي ڪيائينس. انهيءَ
تي تلا وٽ نوڪري ڪري، محبوب جي ديدار ڪرڻ ۽
قرض ادا ڪرڻ جي ترڪيب سجهي آيس، تلا اها ڳالهه
قبول ڪئي- هو کانئس چيڪي مٽي کڻائيندو هو. ناز سان
پليل، مٽي ڍوئڻ مان ڇا ڄاڻي؛ سو ٿوري وقت ۾ ڍرڪي
پيو. تلا کي کهل اچي ويئي، تنهن ڪري مشقت ۽ محنت
کان ڇڏرائي، کيس مينهن چارڻ جو ڪم حوالي ڪيائين.
هو ڏيکيءَ جو مينهن سان پهري پرار ويندو هو ۽ نما شام
جو موٽي ايندو هو، جنهن ڪري مٿس ’ميهار‘ نالو پئجي
ويو.
پروانو سڙي ۽ شمع سندس غم ۾ نه ڳري، سا به ڳالهه اڻ
ٿيڻي آهي. عشق ۽ مشڪ ڪڏهن ڪونه لڪندا. ميهار
جي خاموش نگاهُن، سهڻيءَ جي دل تي اثر ڪيو هو- ۽

هوءَ به روزانو ڪنهن نه ڪنهن حيلي بهاني سان، ميهار سان ملي، اندر جي اڪير پوري ڪندي هئي.
خون ۽ ڪستوري لڪڻ جا ناهن. سهڻي ۽ ميهار جي مخفي ملاقاتن جي ڪُڻڪَ، آخر سهڻيءَ جي ماءُ کي وجي پيئي، جنهن ڌيءَ کي پنهنجي پر ۾ گهڻوئي جهليو ۽ پليو، پر هوءَ باز نه آئي. آخر لاچار ٿي، مڙس سان ڳالهه ڪيائين. جنهن ميهار کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو ۽ سهڻيءَ جو زوريءَ نڪاح، سندس سوٽ 'ڏم' سان ڪرائي ڇڏيو.
شادي ٿيڻ بعد سهڻيءَ الله کي التجا ڪئي، ”منهنجو پرم رک.“ ڌڻيءَ عرض اگهايس- چون ٿا ته روز رات جو سهڻي کي اهڙي ننڊ اچي ويندي هئي جو سهڻيءَ جو سماءُ نه رهندو هوس. سهڻي رات ڏينهن، پلپل پرينءَ جي پچار ۾ پئي پچندي ۽ پڃرندي هئي. هوڏانهن، ميهار وچوڙي ۾ بيحال ٿي چناب نديءَ جي ٻيءَ پر، سهڻيءَ جي گهر جي سامهون فقيراڻو ويس ڪري، دونهي دکائي ويهي رهيو. اوسي پاسي جا ميهار وٽس اچي ڪچهريون ڪندا هئا.
ٿوري وقت ۾ سندس هاڪ پئجي ويئي ته، تمام پهتل شخص آهي. مرد ۽ زالون زيارت ۽ دعا لاءِ وٽس ايندا هئا. سهڻيءَ کي شڪ ٿيو ته ميهار منهنجي لاءِ هي جوڳ پٽيو آهي؛ سو ڪنهن نموني موڪل وٺي وٽس آئي ۽ پاڻ ۾

صلاح ٻيهاريائون ته ميهار هر روز رات جو،درياه تري اچي سهڻيءَ سان ملندو.
پوءِ ميهار روزانو مڇي ماني کڻ، درياه تري ٻيءَ پر ايندو هو ۽ محبوب سان ساري رات رهاڻيون ڪري پنيرڪي جو واپس ويندو هو. هڪ ڏينهن مڇي ڪانه مليس، تنهن ڪري هٿين ٺلهو، يار سان ملڻ مناسب نه سمجهي، پنهنجي ران کي چيري، ان مان گوشت ٽڪر پچائي، يار لاءِ تحفو ڪري کڻي آيو. هڪڙو ته رت ڇڏيو هئائين گهڻو ۽ ٻيو تازي ڦٽ تي پيو پاڻي، تنهن پچائي ڇڏيس.پرينءَ پر تري پهتو ته سهي پر ساڻو ٿي ڪري پيو. سهڻيءَ اها قرباني ڏسي، هيڪاري مٿس موهجي پيئي ۽ انهيءَ کان پوءِ پاڻ روزانو پڪي گهڙي تي تري، وڃي وٽس ڪچهري ڪندي هئي. موٽڻ تي گهڙو ڪانهه جي گهاٽن ٻوڙن ۾ لڪائي رکندي هئي.
هڪ رات، سهڻيءَ جي نڻان سجاڳ ٿي پيئي؛ سهڻيءَ کي در کان ٻاهر ويندو ڏسي، هن جي پٺيان پئي. چا ڏسي ته سهڻيءَ دلو کڻي، درياه تري، ميهار ڏانهن پئي وڃي.
جڏهن هوءَ ساري حقيقت کان آگاهه ٿي، تڏهن صبح جو ڀاءُ سان سربستو احوال اوريائين. پوءِ ٻئي سهڻيءَ کي ورائي ويا: گهڻائي تنڪا طعنا هنيائونس، نڪ چپ وڍيائونس، پر هن جو ’اهوئي ڳڻ، اهوئي ڪهاڙو‘. سهڻيءَ کي

ميهار سان ملڻ لاءِ بيقرار ڏسي هو، هن جي مارڻ جا پاڻ ۾ پهه پچائڻ لڳا. سهڻي وجهه وٺي ويندي رهي ۽ هي غصي ۽ غيرت جي باهه
۾ پچندا رهيا. جڏهن ڏٺائون ته سهڻي نٿي مڙي، تڏهن هن کي ماڳهين نهوڙي نيڻ جو پڪو پرن ڪيائون. سهڻي جي نٽان، گهڙي رکڻ جي جاءِ جاچي چڏي هئي، سو هڪ ڏينهن پڪو گهڙو ڀوڙي مان ڪڍي ان جي عيوض رنگ ڏنل ڪچو گهڙو اتي رکي آئي.
ته سياري جي رات آهي، اُپ ڪڪرن سان چانئجي ويو آهي، چوڌاري اوندهه انڌوڪار لڳي پيئي آهي، سخت طوفان پيو گهوگهاٽ ڪري، درياهه مستن وانگر موج ۾ اچيو پيو جهولي، ڪنن جو ڪڙڪو پيو پوي، لهرون لوڙا پيون ڏين، کنوڻ جا چمڪاٽ پيا ٿين ۽ مينهن به اوهيڙا ڪيو پيو وسي؛ چڻ قدرت پنهنجي وس آهر سهڻيءَ کي سمجهائي رهي آهي- ته اڄ متي مئي مهراڻ ۾ گهڙڻ جو دل تان خيال لاهي ڇڏ. پر سهڻي دهلجڻ جي نه هئي ۽ سمن تي پوري رهي. محبت ۾ محو ٿي، ڪچي گهڙي جي ڪل نه رکي، ڪنن ۾ ڪاهيي پئي. جڏهن وچ سير ۾ پهتي، تڏهن پيلو پرڻ لڳو: تنهن هوندي به هن همت نه هاري- ڪجهه وقت ٻانهن ۽ پيرن سان پار پوڻ جي ڪوشش ڪندي ويئي؛ پر نيٺ سندس عضوا هٽي هٽي،

نستا ٿي پيا ۽ هوءَ غوطا کائڻ لڳي. گهڻيئي دانهون ڪوڪون ڪيائين. جڏهن ميهار جي ڪن پيون، تڏهن هن ڏيري هڻڻ ڪري، پاڻ طاقت نه ساري، ملاحن کي منٿون ڪيون، ته مڏن تي چڙهي، سهڻيءَ کي بچائڻ جو ڪو بلو ڪريو؛ پر هنن هڪ به نهن ٻڌس. لاچار، درياه کي پٺيندو، ملاحن کي پاراتا ڏيندو، پاڻيءَ ۾ گهڙي پيو ۽ تري وجي سهڻيءَ تائين پهتو. هو ڏاڍو هيڻو، تنهن ڪري سهڻيءَ کي تارڻ جي توفيق نه ساري سگهيو، پر تنهن هوندي به سهڻيءَ کي پاڪر ۾ جهلي ترڻ لڳو. آخر ٻئي ساڻا ٿي هڪ ٻئي جي پاڪر ۾ درياه ۾ غرق ٿي ويا.

روحاني راز

سهڻي ۽ ميهار جو قصو، صرف سڪڻي آڪاڻي نه آهي، پر منجهس، شاه جي ڪلام ۾ آيل ٻين مجازي عشق جي آڪاڻين وانگر، وڏي تمثيل رکيل آهي.
خدا تعاليٰ روحن کي خلقي، پوءِ هر هڪ روح کي جدا جدا درجا نصيب ڪيا؛ هڪڙن کي عشق عطا ڪيائين، ته ٻين کي حسن بخشيائين، يعني ڪب روحن ۾ عشق جو اُلو زياده رکيائين ۽ ڪن ۾ وري حسن جو حصو زياده.
خدا تعاليٰ سهڻيءَ ۾ حقيقي حسن جو جلوو روشن ڪيو( ۽ قيامت تائين سهڻيءَ جهڙين صداقت جي پتلين ۽ روشن

ڪندو رهندو) ۽ ميثاق جي ڏينهن کان وٺي ميهار کي عشق مان بهره ور بڻايو.
عشق ٻن قسمن جو آهي؛ هڪڙو مجازي ۽ ٻيو حقيقي؛ ساڳي طرح حسن به ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو مجازي ۽ ٻيو معنوي. سهڻي جي حسن ۾ ميهار، الاهي جلوي جا انوار ڏٺا هئا ۽ سندس حقيقي عشق، سهڻي جي معنوي حسن تي مفتون ٿيو هو. اها روحاني راه الله پنهنجي حڪمت سان گهڙي هئي ۽ جيسين ڪائنات جو ڪاروبار هلندو تيسين قائم رهندي. سهڻي ۽ ميهار هن پيچري جي پانڌي هئا. هن کان پوءِ به گهڻئي مجازي عشق جي ڏاڪڻ تي چڙهي وڃي حق سان واصل ٿيندا.
شاهه، سر سريراڳ ۾، دنيا کي درياه سان مشابهت ڏيئي، سالڪ کي جسم جي دنگي ڏوئي، روحاني سفر تي اُسهڻ جي تلقين ڪئي آهي ۽ هتي وري به دنيا کي درياه سان تشبيه ڏيئي، سالڪ کي درياه جي خوفن خطرن کان نه دهلجي، سٺاٽو ساموندي سفر طي ڪري، پنهنجي حقيقي محبوب سان وصال ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي.
شاهه هن سر ۾ پڻ عورت کي عاشق بڻايو آهي، جا ساهڙ جي لاءِ سر جون چوٽون ڏي ٿي. شاهه جو عورت کي عاشق ۽ مرد کي مطلوب بڻايو آهي، تنهن جو احوال سر ساموندي ۾ ڪيو ويو آهي. مطلب ته، سهڻيءَ مان مراد

آهي سالڪ جي، ۽ ميهار مان مراد آهي حقيقي مطلوب
جي. سهڻي ۽ ميهار جو انگ لڪيل هو، تنهن ڪي ايزدي
منشا مطابق، دنيا ۾ به هڪ ٻئي کي اچي ڳولي لڌائون.
سالڪ کي ٻنهي، بيروني ۽ اندروني مشڪلاتن جو مقابلو
ڪرڻو آهي. جيئن سهڻي جي حالت ۾ درياهه ۽ ان جون
مست موجون، ڪارا ڪن ۽ طوفاني دهشت ۽ ڏم،
بيروني رڪاوٽون ۽ ڪشالا هئا، تيئن سالڪ لاءِ، دنيا ۽
ان جا تعلقات، هن لاءِ بيروني رنڊڪون آهن. جيئن
سهڻيءَ لاءِ ڏم جا ڏک اندروني ڏولاوا هئا، تيئن سالڪ
لاءِ، نفس ۽ نفساني وسوسا، اندروني مصيبتون آهن.
مذڪور ٻنهي قسمن جون آفتون سالڪ کي سنئين رستي
کان گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هونديون آهن.
جڏهن انهن رڪاوٽن تي حاوي پئبو، تڏهن دلدار جو
درلڀ ديدار نصيب ٿيندو. انهن رنڊڪن کي دفع ڪرڻ لاءِ
سالڪ کي وسيلا گهرجن، جيڪي سندس واهر ڪن.
جيئن ڏم کي اگهور ننڊ لاءِ، سهڻيءَ ڏٽيءَ در التجائون
ڪيون، تيئن سالڪ کي نفس تي مڪمل ضابطي حاصل
ڪرڻ لاءِ الله اڳيان ٻاڏائڻ گهرجي. جيئن سهڻي مهراڻ
اُڪري پار پوڻ لاءِ ڪنپار کان وجي گهڙو هٿ ڪيو،
تيئن سالڪ کي ’ڪوڙي ۽ ڪوڙهئي‘ نفس کي قابو
ڪرڻ لاءِ، عقل ۽ ايمان، عبادت ۽ رياضت جو رستو

اختيار ڪرڻ گهرجي. ڪنڀار مان مراد آهي، مرشد جي رهبي حاصل ڪرڻ جي. شاهه سپني سرن ۾ مرشد هٿ ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو.
مولانا رومي ٿو فرمائي:
رو بجو يارِ خدائي را تو زود،
چون چنان ڪردي خدا يارِ تو بود.“
(اي طالب! تون جلد وڃي ڪنهن خدا جي يار (مرد) کي هٿ ڪر. جڏهن ائين ڪندين، تڏهن خدا تنهنجو حامي ۽ همراهه ٿي پوندو.)
طريقت جو تڙ، نهايت اڻانگو ۽ آڏو ترڇو آهي، ۽ ممڪن آهي ته سالڪ جو پير ڪنهن مهل به کسڪي وڃي. هن کي جيڪڏهن مرشد جو فيض ۽ رهبري حاصل هوندي، ته معرفت جي منزل طي ڪري وڃي پار پوندو. جيئن سهڻيءَ لاءِ پڪو گهڙو درياه ترڻ جو عمدو وسيلو هو، تيئن سالڪ لاءِ مرشد جي اڳواڻي هڪ عمدي واهر آهي، جا کيس دڳ لائي ڇڏيندي.
جيئن سهڻي رات جي وقت، محبوب سان رهاڻ ڪري وري ڏينهن جو ڪانئس جدا ٿيندي هئي ۽ انهيءَ وڇوڙي واري وقت ۾، وري ديدار لاءِ واجهه پيئي وجهندي هئي، تيئن سالڪ لاءِ به ’بسط‘ ۽ ’قبض‘ جون به حالتون آهن. جڏهن هو انهن حالتن مان گذرندو، تڏهن محبوب ۾ لِئه ٿيڻ

(مڪمل وصال حاصل ڪرڻ) جي، هن جي جيءَ اندر زوردار اُڪنڊ پيدا ٿيندي؛ جنهن ڪري هو سڀ دنيوي توڙي ديني، بيروني توڙي اندروني تعلقات ٽوڙي، وسيلا وڃائي، جسم ۽ جان جلائي، پنهنجي انفرادي هستي وڃائي، ”موتوا قبل ان تموتوا“ جو مرتبو حاصل ڪندو. سهسين سائر پوڙيون، منڌ پوڙيو مهراڻ.

جڏهن سالڪ، هن حالت کي پهچي ٿو تڏهن هو هر شيءِ ۾ خدا جو جلوو پسي، ’اناالحق‘ جو نعرو هڻي ٿو ۽ موت هن لاءِ ميلاپ جو مهترين طريقو ٿيو پوي- موت هن کي ”ابد تائين حق ۾ غرق ڪيو ڇڏي.“ شاهه وحدت الوجود جو قائل هو، تنهن ڪري هتي ’همه اوست‘ جو اصول بيان ڪيو اٿس. شاهه جي فلسفي سمجهڻ لاءِ ’وحدت وجودي‘ ۽ ’وحدت شهودي‘ جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

شروعات کان سپني صوفين جو عقيدو هوندو هو ته زمين ۽ آسمان تي جيڪا جوڙ ۽ جنسار، بيهڪ ۽ بناوت اسين ڏسون ٿا، سا سموري خود حقيقي معشوق پاڻ آهي ۽ عاشق (فطرت) فقط پردو آهي. هنن جو چوڻ آهي ته جيڪي ڪي آهي سوهو پاڻ ئي آهي، يعني معشوق ئي ’حقيقي وجود‘ سان موجود آهي. انهيءَ کي ’همه اوست‘ يا ’وحدت وجودي‘ جو اصول چوندا آهن. هجري پنجين

صديءَ کان پوءِ صوفين جون به جماعتون ٿي پيون: هڪڙا وحدت وجودي جا قائل رهيا ۽ ٻيا وري ’وحدت شهودي‘ (همه از اوست) جا قائل ٿي پيا.
وحدت وجودي جي مڃيندڙن جو چوڻ آهي، ته ’وجود مطلق‘ يعني پنهنجي سر قائم رهندڙ هستي، فقط هڪ ئي آهي ۽ ٻين سڀني موجود شين ۾ نظر اچي ٿي. مطلب ته جيڪا موجودات آهي سا سڀ خدا پاڪ جي ذات آهي.
وحدت شهودي جي قائلن جو قول آهي، ته ’وحدت الوجود‘ کي مڃڻ، يعني سڀني هستين کي هڪ ئي هستي سمجهڻ، غلطي آهي. درحقيقت ’وجود مطلق‘ الڳ هستي آهي ۽ موجودات واريون هستيون الڳ هستيون آهن، جي خدا جي خدا جي شهود (تجليءَ) ۾ ڏيکيل نظر اچن ٿيون؛ تنهن ڪري ’همه اوست‘ جي بدران مڃڻ گهرجي ’همه از اَوست‘، يعني سڀ ڪجهه هن جو بنايل آهي.
شاهه عبداللطيف، وحدت وجوديءَ جو قائل هو؛ سندس چوڻ آهي ته:

”وحدتا ڪثرتَ ٿي، وحدت ڪثرت ڪل
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀل،
هو هلاچو هل، بالله سندو سچُڻين.“

درياهه ڏي نظر ڪبي، ته بيشمار لهرو نظر اينديون، اگرچه انهن جا جدا جدا رنگ ۽ روپ آهن، ته به

درحقيقت پاڻي ساڳيوئي آهي. اهڙي ريت دنيا ۾ به ڪثرت نظر اچي ٿي، پر حقيقت ۾ اها ڪثرت، وحدت آهي.

مولوي غلام محمد ولد خان محمد خان زئيءَ ”منهاج العاشقين“ نالي فارسي ڪتاب ۾ (جنهن جو عمدو سنڌي ترجمو شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ڪيو آهي.) سر سهڻي جا ڪنايا (اشارا) هيٺين ريت سمجهايا آهن: ’ساهڙ‘ مان مراد آهي، ’مطلوب‘.
”سهڻي“ مان مراد آهي، ’طالب‘.
”ڏم“ مان مراد آهي، نفس ’امارو‘.
”درياه“ مان مراد آهي، .
”درياه جي هيءَ ڪنڌي“، مان مراد آهي، ’هي جهان‘ ۽ ’پنهنجي وجود (هئڻ) جو دنيا منجه اثبات ڪرڻ.‘
”درياه جي هيءَ ڪنڌي،“ مان مراد آهي، ’فنافي الله‘ يعني ’حاويلي قرار ۽ بقا جي‘، يعني ’پاڻ کي فنا ڪرڻ، ذات جي اثباتي، ۽ گم ٿيڻ صفات جو.‘
”سهڻيءَ جو تات کي وجڻ“، مان مراد آهي، ’جاهليءَ جو جهان.‘
”ڪچو دلو،“ مان مراد آهي، ’غير شرعي ڪم ڪري يا خيال ذاري شريعت ۾ رخنو وجهڻ‘، جهڙوڪ ڪفر ۽

بدعت جا بچڙا ڪم، جي ظاهر ۾ پسند پيا ايندا، پر باطن ۾ بدعت ۽ بي ديني آهي؛ جيئن شيخ عطار فرمايو آهي:

”زهر دارد در درون دنيا چون مار،
گرچه بيني ظاهرش نقش و نگار.‘

يعني دنيا، اندر ۾ بلا وانگر زهر ٿي رکي، توڙي جو ٻاهران چٽ اٿس.

”ڪنڀار جو دڪان،“ مان مراد آهي ’آدميءَ جو اختيار‘. ڪنڀار جي دڪان ۾ ڪچا ۽ پڪا دلا رکيا آهن، جنهن کي جيڪو کپي، سو کڻي.

”پڪي دلي،“ مان مراد آهي،‘.

وڏارو

سهڻي- ميهار جي سنڌي قصي مطابق ’ساهڙ‘ ذات جو ’نڱامرو‘ هو، ۽ سهڻي لوهاڻــي درياهه جي لهرين مان گهڙندي چڙهندي هئي. انهن ٻنهي اُهڃاڻن مان گمان نڪري ٿو ته هيءُ قصگ سومرن جي اوائلي دور ۾ يا اڃا به اڳ اُسريو. سسئي جي داستان وانگر، سهڻي جو قصو به وقت گذرڻ سان سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر پنجاب تائين مشهور ٿيو. جتي ان کي اتي جي مقامي رنگ روايت موجب ڳايو ويو.

پنجاب ۾ ان کي مغل دور ۾ شاهجهان بادشاه (1037-068هه / 628- 57ع) يا ان کان پوءِ محمد شاه بادشاه (3-

116 ھ 179- 748ع) جي دور جو قصو ڪري ڄاڻايو ويو آهي.
سنڌ ۾ سهڻي جي داستان بابت اُهڃاڻ، گهڻو آڳاٽو ميين شاه ڪريم (944-1032 / 525- 1623ع) جي ملفوظات ۾ شامل هيٺين بيتن ۾ ملن ٿا:
ڳوري ٻي نه تات، مهار ئي من ۾،
جو پڻ پيئي رات، ته هو سائر هو سهڻي.
جيڪي گهران مَ وڃ، جيڪي موٺ مَ سوهڻي،
هيڪڙائي هٿ ڪري، ٻيون پيري پڃ.
هنن بيتن مان ظاهر آهي ته ’سهڻي‘ جو نالو سڀ کان اول سنڌ ۾ 16- صدي ۾ مليو ٿو. ٿي سگهي ٿو ته اهي بيت ميين شاه ڪريم کان اڳ جي ڪنهن شاعر جا يعني ته 15- صدي عيسوي جا هجن. قصو يقيني طور گهڻو اڳ اُسريو، جو 15 ۽ 1 6 صدي ۾ صوفي درويش ۽ شاعر ان بابت بيت چوڻ لڳا.
قصي جي ڪن خاص اهڃاڻن، مثلا ’نڱامرا‘ ذات جي ساهڙ ڄام ۽ لوهاڻي درياه جي وَهڻ (12 يا 13 صدي عيسوي) مان گمان نڪري ٿو ته غالباً سنڌ ۾ هيءُ قصو 12 يا 13 صدي ۾ اُسريو، ۽ خاص لئي ۾ ڳائجڻ لڳو، جنهن کي قصي جي نالي پويان سهڻي سڏيو ويو. هيءُ سنڌ جو راڳ ’سهڻي‘ ئي هو، جو پوءِ سنڌ کان ٻاهر هندي ۾

مشهور ٿيو ۽ بالاخر ’هندستاني موسيقي‘ ۾ هڪ مستقل راڳڻي طور تسليم ٿيو.
پنجاب ۾ ’سوهني منهيوال‘ جو قصو پهريائين ’هاشم شاه (ولادت 1166ھ) منظوم ڪيو. هڪ سئو سال کان پوءِ فضل حسين تبسم (1258ھ) ۽ فاضل شاه (1265ھ) ۽ ٻين ان کي فارسي ۽ اردو ۾ لکيو. فاضل شاه ۽ ٻين هن قصي جو واقعو شاهجهان جي دور (027-1028ھ) جو ڪري ڄاڻايو آهي ۽ منشي گنيش داس گجراتي، جنهن 1265 ھ ۾ هن قصي کي نثر ۾ مختصر طور بيان ڪيو آهي. اهڙي طرح پنجاب ۾ هي قصو شاه عبداللطيف (وفات 1165 ھ) کان به پوءِ منظوم ٿيو. سنڌ ۾ سهڻي بابت شاه صاحب کان اڳ ميين شاه عنايت جا بيت ملن ٿا ۽ ان کان به اڳ ميين شاه ڪريم جي ملفوظات ۾ سهڻي جا بيت موجود آهن.
(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ، ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، سنه 1978ع، ص ص 96-98)
سهڻي ميهار جي سنڌي داستان جو تاجي پيٽو توڙي تَر-بَر، پنجاب واري قصي کان قطعي مختلف آهي. واقعات توڙي صوفيانه ڳوڙهن نڪتن جو به انداز بنھ جدا آهي. داستان جي مزيد تفصيل لاءِ ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو

ٿيهون ڪتاب ’سهڻي ميهار‘ مطبوعه سنڌي ادبي بورڊ.
(ممتاز مرزا)

# سر سهڻي

داستان پهريون

1
وَهُ [1] تِڪَ، واهُڙَ [2] تِڪَ، جِتِ نينهن تِڪَ نرالِي [3] ،
جَنِ کي عِشقُ عَمِيقَ [4] جو، خِلوَتَ خِيالِي [5] ،
وارِيين سي، والِي! هِنئڙو [6] جَنِين هَٿِ ڪِيو.
2
اَنڌِيءَ [7] وَچُون، ڪَنڌِيءَ وَچُون، تَنگئا [8] لَهِي نه تِڪَ،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، ڏِيلَ پنهنجي ڏِڪَ [9] ،
واهُڙُ تَنِين وِڪَ، جَنِ سانپارا [10] سُپرِين.
3
واهُڙَ وَهَنِ نَوان، اَجا وَهُ [11] اَڳِي ٿيو [12]،
گهرِ ويٺِيُون گهڙا ڪَريو، سَرَتِيُون سَڳَ سَنوان[13]،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، سا جي ڏِٺي آن،
هُوند [14] نه پِلِيو [15] مان، گِهڙو سپ گهڙا ڪَٽِي.
4

جيڏِيُون! ڏِنيان جي صُورَتَ ساهَڙَ چامَ جِي،
سُکِ ٿِي سُتِيُون ڪينَ ڪِين، [16] ڪانڌَنِ [17] پاسي ڪي،
مُونهان ئي [18] اَڳِي، ڳِهڙو سَپِ گهڙا ڪَٽِي.
5
ڏِنِي جَنِ هيڪارَ، صُورَتَ ساهَڙَ چامَ جِي،
سُکِ ٿي سُتِيُون ڪِينَ ڪِين، [19] پرِ [20] ساڻُ پَتارَ،
ڳِهڙيُون گهڙَنِئان، ڏارَ [21]، ڪاهي پــِيـيُون ڪُنَ ۾.
6
ساهَڙ مُون جيئن سَرَتِيُون! جي ڏِسو. سَپِيئِي،
ته سُمَهو ڪِينَ سُکِ ٿِي، پاسو وَرَ [22] ڏيئِي،
مونهان [23] اڳي ئي، ڳِهڙو سَپِ گهڙا ڪَٽِي.
7
جيڪِين [24] ڏِنو مان، سو جي ڏِنو جيڏِيين،
گهرَ وَرَنِين سان، هوند گهٽِنِ گهوري چَڏِيا.

8
گهڙَنِ وارِيُون تَڙَنِ تي، ڳِهڙَنِ گهٽي ئي،
سَپَڪا چِي’آن سُوهَٽِي، لَئي پِرِيان پيئِي‘،
صُباحَ سَپِيئِي، پَسبِيُون پاتارَ ۾ [25].
9

ڪَنڌِي اُپِيُون ڪيٽَرِيُون، ”ساهَڙُ، ساهَڙُ [26]“ ڪَنِ،
ڪَنِين [27] سانگو ساهَ جو، ڪي ’گهورِسَ‘ ڪِيو
گِهڙَنِ،
ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائِي [28] گِهڙَنِ جي.
10
وَڻَنِ ويٺا ڪانگَ، وِچِين ٿِي ويلا ڪَري [29]،
گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪَري، سُٺِي سانجِهيَ پانگَ،
سِيئِي ڏُونڊي سانگَ [30]، جِتي ساهَڙُ سُپِرين.
11
گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، پَهُون [31] نِهاري پَنگُ [32]،
سر در قدمِ يار فدا شد چه بجا شد [33]، وَصلَ اِهوئِي
وَنگُ [34] ،
راتِ جَنِين جو رَنگُ [35]، اَلا! سي اُڪارِيين.
12
گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، پَهُون نِهاري پَنگُ،
وَ اَمّامَن خَافَ مَقَامَ رَبہِ [36]، اِيءُ لَنگِهيائِين لَنگهه،
سِڪَندِيَنِ کي، سَيّدُ چي، ڪِين جَهلِيندو جَهنگُ،
راتِ جَنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِيين.
13
گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، چِيلِهه پَڌِي چوتو،
منهنجو مَنُ مِيهارَ کي، پارِ وَڃِي پَهُتو،

ڳوتي ۾ ڳوتو [37] مون کي مُحِبَ مِيهارَ جو.
14
ڳِهڙِي ڳهڙو هٿِ ڪري، ٻوڙِيائِين پانُهون،
ويچارِيءَ وَڏِيُون ڪِيُون وِچِ دَرِيا دانهُون،
موٽَ مُحِبَ پانهُون [38]، تاڪُنِ [39] تَڪِي آهِيان.
15
ڳِهڙِي ڳهڙو هَٿِ ڪري، اِلاهِي ٿُهارَ،
ڄَنگھ ڄَرڪــِي واتَ ۾، سِسِيءَ کي سِيسارَ [40] ،
ڄُوڙا پِيڙا [41] ڄِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لُڙِيَسِ وارَ،
لَکين ڇَهُتِيَسِ لوهَٽِيُون [42]، ٿيلِهيُون [43] ٿَـرَنِئُون ڏارَ [44] ،
مِڙِيا مَڇَ هَزارَ، پاڳا ٿيندِي سُوهَٽِي!
16
مِنهِ [45] ڄهِين جي مُون، ڏِنو مُنهن مِيهارَ جو،
آهيم ساهه سَئُون [46]، سو ڪيئن ڳهڙو ڳهورِيان ؟
17
ڳهڙو پَڪو ته ڳهورِيو، مَرُ ڄُورُ ٿِئـِي ڄُوڙو،
طالِبُ الَموليٰ مُذَڪّرُ [47]، اِيُ ٻُڌَندَنِ ٻُوڙو [48] ،
ڪوڙِهيو ڏَمُ [49] ڪُوڙو، مُون مِيهارُ مَنَ ۾.
18
ڳهڙو پَڪو ته ڳهورِيو، مَرُ ٻِيڙَ [50] ٿِئـِي باهِين [51] ،

طالِبُ المَوليٰ مُذَڪَّرُ، اِيءَ پَرِ اَسانهِين [52] ،
پوان مَ پاهِين [53]، مون مِيهارُ مَنَ ۾.
19
گهڙو پَڳو ته گهوريو، پاڻان هو حِجابُ [54] ،
واجِبُ وَجي وُجُودَ ۾، رَهِيو رُوحَ رَبابُ، [55]
ساهَڙُ ريءَ [56] صَوابُ [57]، آئون گهٽو ئِي گهورِيان.
20
گهڙو پَڳو ته گهوريو، تان ڪِي تَرُ، هِنيا [58]ن!
اَدَبُ [59] اَڪَڙِيُنِ کي، ڏيهاڙي [60] ڏِيان،
مِيهارَنِ مِيان، سَنئُون سُونهايمِ [61] پيچَرو.
21
گهڙو پَڳو ته گهوريو، آسَرَ مَ لاهيج،
لَا تَقنَطُو ا مِن رَحمة اللهِ [62]، تُرَهِي اِنَ تَريجِ،
حَبِيباڻي هيجِ [63]، پَسِين مُنهن مِيهارَ جو.
22
گهڙو پَڳو، مُنڌَ [64] مُئِي، وِيا وَسِيلا،
سارَ [65] چَڏِيائِين سِيرَ ۾، هئِي! رَهِيا حِيلا،
سُهڻي جا سِيلا [66]، وَحدَتَ سَپِ وِڃائِيا.
23
گهڙو پَڳو، مُنڌَ مُئِي، وَسِيلا وِيا،
تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻي سَڌَ ميهار جا.

24
جَڏِهن وَسِيلَنِ، لوڙهي چَڏِي لُڙَ ۾،
پاراڙان [67] پِريَنِ، تڏهن پُڇي سُوهَڻِي.
25
پاڻُ [68] مَ کَٽجِ پاڻَ سين، وَسِيلا وِڃاءِ،
عِشقَ ساڻُ اُٺاءِ، پــِيرُ پِريان جي پارَ [69] ڏي.
26
پاڻُ مَ کَــٽِــجِ پاڻَ سين، وَسِيلا وِسارِ،
لُڙُ لَنگهائــِــي، سُوهَڻي! پِرِتِ وڃهندِيَئي پارِ،
سي تُرتُ لَنگِهيندِيُون تارِ، اُڪَندَ آڳِهِ [70] جن سين.
27
پاڻُ مَ کَــٽــِجِ پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وانءُ،
مَٿان سائِرَ [71]، سُهڻِي! پِرِتِ وَنِجــِــي پانءُ [72] ،
نِينهن ڳِنهَندي نانءُ، وَنءُ پِريان جي پارَ ڏي.
28
پاڻُ مَ کَٽج پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وَڏُ،
لالَنُ تَنِين لَڏُ [73] عِشقُ جَنِين جي اَڳَ ۾.
29
پاڻُ مَ پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وَڄُ،
پيلو [74] پــِيري يَڄُ، اُڪَندَ کَڻُ عَمِيقَ [75] ۾.
30

ڪونهي آڳهه اِهَڙو، جهَڙي مَحَبَتَ مَنِ،
اُپيُون اورِيـــين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَڪَ [76] پُچَنِ،
نَدِي تِن نيڙُ [77] ٿِئـــي، جي رِيءَ تُرَهي تَرَنِ،
سِڪَ رَساڻي سُهڻي، اَصلِ عاشِقَنِ،
سي جَهليُون ڪِينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي مِيهارَ کي.

31

پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇي سي ميهارَ،
تُرَهو تَنِين بارُ، عِشقُ جَنِين کي آڪَرو. [78]

32

عِشقُ جَنِين کي آڪَرو، تُرَهو مَٿـــي تَنِ،
جي ساهَڙَ کي سڪَنِ تَنِين جَرُ [79] جَندِ [80] ٿِئـــي.

33

تُرَهو آچِ مَ تَنِ کي، جَنِ عِشقَ ســين آگاهَ [81]،
پُڇي مَسَ مَلاحَ [82]، ساهَڙَ مَٿِي سُوهَڻِي [83].

34

ساهَڙُ، سا سُوهَڻِي، سائِرُ [84] پُٽِ سوئِي،
آهي نِجوئِي [85]، ڳُجُھه ڳُجهاندَرَ [86] ڳالهڙِي. [87]

وائي

ڪِهڙي مَنجِهه حِسابَ [88]؟ هُئَڻُ مُنهِنجو هوتَ رِيءِ، لا!

گولِي! يَجُ گُناهَ ڪان، ڪونِهي سُولُ ثَوابَ، [89]
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
نَه ڪِي سَوَت [90] ۾، نَه ڪِي مَنجِهه رَبابَ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
خُديائِي خُوبُ ٿِيـِيـن، لايـِيـن جي لُعابَ [91]،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
پَلِيتُ ئِي پاڪُ ٿِئـِي، جُنَبيو [92] مَنجِهه جِنابَ [93] ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
سو نه ڪنهِين شَيءِ ۾، جيڪِي مَنجِهه تُرابَ [94]،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
هُوءِ جي جَرَڪِيا [95] جَرَ تي، سي تان سَپِ حُبابَ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
هادِيءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رِڙهِين ساڻُ رِڪابَ [96]،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
چَنبو وِجهي چورَ [97] کي، آءُ چَڙُ [98]، عُقابَ!
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
ديدُ [99] وِجاءِ مَ دوستَ جو هَلِي مَنجِهه حِجابَ [100]،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!
ڪَسرَتَ [101] آهي قُربَ [102] ۾، اِدغامَ [103] ۾ اِعرابَ، [104]
هُئَڻُ منهنجو هوتَ رِي، لا!

فَنا وِجهي فَمَ [105] ۾، ڪارڻِ ٿِيءُ ڪَبابَ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
ڏي طَهُورا [106] تَنِ کي، جي سِڪَنِ لاءِ شَرابَ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
مُنِيءَ ڪِيا مَرضَ ۾، جاوا [107] سَپِ جَوابَ، [108]
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
داستان پيو

1
ڪَرَڳَلَ [109] ڪوچَ، [110] ڪُنَ گهٽا، جِتِ جَرَ واڳُو جِئائِين [111] ،
پاڻ اُچلــي آبَ ۾، وَهه سِر [112] وِڏائِين،
لَهرِيُون لَنگهيائِين، لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چـي.
2
ڪَرَڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جِتِ دَڙڪو مَنجِهه دَرياهه،
اَچِيو اُتاهِين [113] گِهڙي، سانگو ڪري نه ساهه،
ساهَڙَ جِيَ صَلاحَ [114]، پارِ لَنگهايَسِ پاڃَهه سين.
3
دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جِتِ هَيبَتَ هُلاچو،
وِرچِي [115] وِيرنِ وِچَ ۾، ڪاڏي وِيو ڪَچو،
ساهَڙُ جامُ سَچو، ساڻِي ٿِيندُمِ سيرَ ۾.

4

دَهَشَتَ دَمَ دَرياھ ۾، جِتِ سَٿاٽا [116] سيسارَ [117]
بيحَدِ باڳُو [118] بَحرَ ۾، هَيبَتَناڪَ هَزارَ،
سارِيان ڪانَه سَرِيرَ ۾، طاقَت توهان [119] ڏارَ،
ساهَڙ چامَ سَتارَ، سِگهو رَسِج سِيرَ ۾.

5

دَهشَتَ دَمُ دَرياھ ۾، جِتِ ڪَڙَ ڪُنَ ڪَرِينِ،
ٻِچَلِ [120] ٻانڊِي [121] ٻارِ ۾، اُتِ [122] لَهرِيُون لوڏا ڏِينِ،
سَناوَرَ [123] سَهِميا [124] ، اُتِ سيٽها [125] نه سَنڊِينِ [126]،
جِتِ وِيرِيُون واٽَ نه ڏِين، اُتِ ساهَڙَ! سِيرَ لَنگها ئِيــِين.

6

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪَڙَڪو ڪُنُ ڪريِ،
توڏِي [127] تاڪُن وِچَ ۾، مَٿان وِيرَ وَريِ،
آءُ، ساهَڙَ! منهنجا سُپِرِين! پِرِيان [128] پيرَ پَريِ،
هادِي! هَٿُ ڏَريِ، اُونهــِي مان اُڪارِيــِين.

7

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙَڪا،
سَهــِي ڪِينَ سَمُونڊَ جا، ماندِي ماندِي دِلِ دَڙَڪا،
ساهَڙَ! تون سُڻُ ڪا، فَرِيادِي فَقِيرِ جِي.

8
دَهَشَتَ دَمُ دَرياھ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙَڪو،
آھِينِ اُنهين [129] پارَ جو، دِلِ اَندَرِ دَڙَڪو،
پَڃِي سِڪَ سَيّدُ چئي، سِيرَ سَندو سَڙَڪو [130] ،
والِي! ڪِجِ وَڙُ ڪو، ته پارِ [131] لَنگِهيان پاڄَه سين.
9
دَهَشَتَ دَمُ دَرياھ ۾، جِتِ لُڙَ، لَهرِيُون، لَسَ ليٿَ،
آڙيو اوپارَنِ ۾، پانڊِي پوڙي پيٿَ، [132]، اُتِ ساھَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تون.
جِتِ چِڪَڙِ جي چيٿَ [133]، اُتِ ساھَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تون.
10
دَهَشَتَ دَمَ دَرياھ ۾، جِتِ تِکِيُون تنوارُون،
منهنجِيُون مانَ ميهارَ کي، پَهُچَنِ پُڪارُون،
لَهِ ساھَڙَ! سَنپارُون، ته لَهرِنِ لوڏِ نه مَران.
11
دَهَشَتَ دَمُ دَرياھ ۾، جِتِ جايُون جانارَنِ [134]،
نَه ڪو سَنڌو سِيرَ جو، مَپُ [135] نه مَلاحَنِ،
دَرِندا دَرياھ ۾، واڪا ڪِيو وَرَنِ،
سَڄا پيڙا پارِ ۾، هَلِيا هيٺِ وَڃَنِ،
پُرزو پَيدا نه ٿِئي، تَختو مَنجهان تَنِ،

ڪو جو قَهرُ ڪُنَنِ، ويا ڪِينَ وَرَنِ،
اُتــِي اَٽنارُنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تون.

12

دَرَهَڙَ [136] ڏنسَن [137] دَرياهَ ۾، جِتِ لَهرِيُون ڪَنِ لوڙا [138] ،
سَئـِين [139] اَچِي سَمُوندَ ۾، ٿِيا سِيٽايا [140] سوڙها [141] ،
جي تارُو هُئا توڙا [142]، تَنِ هَرڀو [143] پانيو هيڪڙو.

وائي

سَچا ساهَڙَ! مون کي تون، اي وَهِيان [144] واهَرَ! مون کي تون،
اي! نيئِي اولِ پِرِيان جي پارَ ڏي.
ڪُنَ جــِي [145] ڪارُونپار [146] جا، وو! سي آئون پاڻِيان پُون [147]،
اي! نيئِي اولِ پِرِيان جي پارَ ڏي.
سَندو جِيئڻَ آسَرو، وو! مَنان [148] لاٿو مون،
اي! نيئِي اولِ پِرِيان جي پارَ ڏي.

داستان ٽيون

1

تَڙِ تَڪَڻِ تارِ ڳِهڙَنُ، اِيءُ ڪاٽِيارِيَنِ ڪَمُ،
ڏَهه ڏَهه پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ [149] ،
عَقُل، مَتِ، شَرَمُ، ٿيئِي نِينهن نِهوڙِيا.
2
گهيڙان [150] ڪَري نه گُهورَ [151]، تَڙُ تَڪَڙِ ڪان نه
لَهِي،
جنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، پُورَنِ مَٿي پُورَ،
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهمَنِ ڪِي [152] وَهلُورَ،
جَنهن کي ساڻُ پِريان جا سُورَ، تنهن کي نَدِي ناهه نِگاهَ ۾.
3
جِئان [153] ڳِهڙي تِئان [154] گهيڙُ، ڪَپَرُ [155] پُڇَنِ
ڪُوڙِيُون،
ڏَمَ سين جُسو ظاهِراً، مَنُ ميهار سين ميڙُ،
سا نَدي پانئي نيڙُ [156]، جنهن کي سِڪُ ساهَڙَ جِي.
4
جِئان وَهي [157] تِئان [158] واٽَ، ڪَپَرُ پُڇَنِ
ڪُوڙِيُون،
جَنِ کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، سي ڳِهيڙَ نه پُڇَنِ
گهاٽَ [159] ،
جَنِ کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙُ [160] پانئِينِ وِڪَڙِي.
5

ڪنهن جنهن گهيڙَ گِهڙِي، جيئن اَوَتَڙان [161] تَڙُ ٿِيوسِ،
سالِمَ ويئِي سُهڻِي، ڪُنَنِ ڪِين [162] ڪَيوسِ،
اُهِسُ [163] اَکَڙِيَنِ ۾، پِريان جو پيوسِ،
حَقا [164] حَق ٿِيوس [165]، هُئِي طالِبِ
حَقّ [166] جِي.
6
هُئِي طالِبِ حَقّ جِي، توڏِي [167] لاڪُون [168] توڙَ،
نه مَلاحُ نه مَڪُرِي، نَه ڪِين ٻَڏِي نوڙَ،
پاڙِي پِنِيءَ ٻوڙَ، سُهڻِيءَ ليکي سِيرَ ۾.

7
توڏِي توڙائِين [169]، نِينهن نَوازِي سُهڻِي،
ڳِچِيءَ هارُ حَبيبَ جو، لائِقُ لَڌائِين،
سو تَڙُ سوڻائِين، جيڏانهن عالَمَ آسَرو.
8
توڏِي! ڻُهائِين [170] جي، سي هِتَهِين ڇَڏِ حِرَصَ،
ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي! کوڻِيُون ڪَنِ ڪِرَسَ [171] ،
وَڏِي اِيءَ وِرَسَ [172]، جيئن ڏَمَ وَٽِ ڏِينهن گُذارِيـــين.
9
توڏِيءَ کي تَعظِيمَ [173]، پينِ
سَپَنِئا [174] اَڳِرِي [175] ،

اوڏِي ٿِي اَلفَ کي، مَنُ گڏِيائِين سين مِيمَ، [176]
جيلانَهن ذاتِ [177] حَلِيمَ [178]، مِلِي تـِـي [179] ميهار
کي.

10
ساري سِکُ سَبَقُ، شَرِيعَتَ سَندو، سُهٽِي،
طَرِيقَتان تِکو وَهي، حَقِيقَتَ جو حَقُ،
مَعرِفَتَ مَرَڪ، اَصلِ عاشِقَن کي.
11
صَبُرُ شاڪِرَنِ، آهي اوطاقُنِ ۾، [180]
جي وَاصلُ [181] ٿِيا وِصالَ ۾، سي ذَرو نه ظاهِرُ نه
ڪَنِ،
وِييَتَ [182] واهَرَ [183] تَرَنِ، هِنئڙا، جَنِ هَجِي
وِيا. [184]
12
پَلَ پَلِ ٿـِـي پَلِي، ڏَمَ ڏِيهاڙِي [185] ڪيتَرو،
پَسِي ڏُورُ [186] دَرياهَ جو، وِچان ڪِينَ وَلِي [187]،
ڪارِيءَ راتِ قَرِيبَ ڏي، مَنجهان حُبَ هَلِي،

نه ڪنهن جهولَ [188] جَهلِي، هُئِي سَمُنَ [189] پُورِي سهڻي.

13

جهولَ نه جَهلِي سُهڻي، سائِرَ [190] سَٽَ [191] سَنديِاس،
جنهن اَهڙِي چائِي عاجِزا [192]، سا مَرُ مَرَڪي ماسِ [193]،
پَسين جي پِياسِ [194]، ته ڪِين عِشقُ آٽِيــين.

14

نَه ڪا جهولَ جَهليسِ، نه تانگهو، نه تارِ ڪِين،
ڏَمُ ڏِيهاڙِي ڪيتَرو، پَرِ ۾ ٿو پَليسِ،
تان تان جِيءُ جَليسِ، مِلي جان نه ميهارَ کي.

15

سِهِ [195] سِيارو، پاڙِي پارو [196]، جِت جُهڙُ،
جَهڪَ [197] ۽ جهولَ،
مَنَ اندَرِ ميهار جا، هينئڙي اَچَنِ هولَ [198] ،
جيلانهَن بِڌِيَسِ بولَ، تــي اَڙانگا آرَ [199] تَران.

16

سِياري سِهِ راتِ ۾، جا گِهڙِي وَسَندي مينهن،
هَلو ته پُڇُون سُوهَڻِي، جا ڪَرَ چاڙِــي نينهن،
جنهن کي راتو ڏينهن، مِيهار ئِي مَنَ ۾.

17

سانوڻِ گِهڙِي سَپَڪا، هِيءَ سَرَهِي سِياري،
تَنُ وِڏائِين تارِ ۾، اَرواحَ جي آريِ، [200]
مُحَبَتِي مارِيِ، ڪونِهي دادُ [201] دَرياهَ ۾.
18
باندِي! [202] جي ٻيلِيي ٿِيــين [203]، ته حالُ ڳَرَهِيان هِيءُ،
سَگهو ساعَتَ نه چِندَڙو، جَرَ ري منهنجو جِيءُ،
سانوَڻُ سِيارو پائِيان، وَهه [204] پِريان جي
وِيءُ [205]، [206]
پارِ جَنِين جو پِيءُ [207]، وَجَڻُ واجِبُ تَنِ تي.
19
واهُڙَ! پَرِيُون مَ پاءِ [208]، تو پِڻُ لِيــڪو ڏِيَڻُو،
سَدا سانوَڻَ ڏينهَڙا، هِنئِين [209] نه هُونداءِ،
وِهاڻِيءَ [210] ويِنداءِ، اوپَرَ اُتاهان [211] لَهِي.
20
واهُڙَ! وَهين مَ چالَ [212]، سُڪِي
ٻيلاٽِيُون [213] ٿِيــين،
پَسان تنهنجــِي پيٽَ ۾، لاٽا [214]، لُوتَ [215]،
لِيارَ [216]،
جُهُ تو سَپَ جَمارَ، آسائِتِيُون پوڙِيُون.
21

ڪَڙِ ڪَڙِ، ڪُنَ! مَ وَڃُ [217]، ٻانڊِي ٻوڙِ مَ ٻارِ ۾،
مون تي جا ميهارَ جِي، سان ڪيئن ڏُئان ڏَڃُ [218]،
توءِ [219] گِھڙَنديَسِ اَڄُ، جي اُٻَتا آرَ ڪَرِيــين. [220]

22

اَدا! ڙي! ٻانڊِي! توکي ڪَڙهان [221] ڪِ پاڻَ کي،
سُوڏِي خَبَرَ سَڄَڻِــين، تو ڪا تَڙِ آنڊِي،
تون پاتارئان [222] پانڏِي، اَسان پَنڌُ پِرِيَنِ ڏي.

23

مَحَبَتِي ميهارَ جُون، دِلِ اَندَرِ دونـهِيُون،
آٽِيو وِجهي اَرَ ۾، لُهاٽو [223] لُوهِيُون [224] ،
جي ساهَڙَ جون سُونـهِيُون [225] ، سِيرَ سِراڙو [226] تَنِ
کي.

# وائي

مَدَتَ [227] ٿِيءُ ميهارَ! يارَ، ساهَڙَ سائِرَ سِيرَ ۾.
اُونـها ڪُنَ، اَتانگَ [228] تَڙَ، اولِي
هَٺُ [229] آڌارَ [230]!
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
ڏينهَن ڏُهِلا [231] ڏَمَ سين، آهِيان آهئان [232] ڌارَ،
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
ٻِچَلِ ٻانڊِي ٻارِ ڪِري [233]، اَتِ [234] اوبَتا
آرَ، [235]
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
تِتـي ڪِهڙي سهٽي، آڳهه ريءَ آڌارَ،
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
”ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو“، توڏِيءَ [236] ڪِي تَنوارَ،
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
سَنپُوڙو [237]، سِيٽاهه [238] سـين، سِگهو رَسُ،
سَنگهارَ [239]!
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
اورڙآن [240] آهُون ڪَرِيان، پَهُچان شالَ پَرارَ [241] ،
ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

سَٽِيو جَھانءِ [242] جِھجِـــي ھِنيون،
سانپاران [243] سَنپنارَ [244]،
ساھَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
آيَمِ [245] ريلي [246] ريءَ [247] سين، اَللهّ! تو آھار،
ساھَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
تارِي تَرَندِيَس، لُڙَ لَنگھيندِيَس، ويندِيَس وَٿِ وَچارَ [248]،
ساھَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
پُورِيندِيَس [249] پارِ مَٽِي [250]، سَھَسين جي
سِيسارَ [251]،
ساھَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.
گولِي گھاگھائـِـي [252] گِھڙِي، جَکَنِ [253] ٿا جانارَ،
ساھَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

## داستان چوٿون

1

اَدِيُون! سَپِ اَندامَ [254]، چَڙَنِ منھنجا چورِيا،
لارُنِ [255] جا لَنءُ لايِئِي، سا ڪيئَن آچيان عامَ،
لَڳِيَسِ جنھن جي لامَ [256]، سو دِلاسا دوستُ
مُھِـــي [257]،

2

چَوِڏارِي چَڙا، ٻُرَنِ [258] ٻيلايَنِ جا،

سُتي سَنپارَنِ جو، پِيُمِ ڪَنِ پَڙاءَ،
وِهَڻَ [259] مون نه وَڙاءَ [260]، سُٺِيو جهانءِ جِهجِي
هِنيُون.

3

چَڙَنِ چورِي آهِيان، سُکِ ٿِي سُمَهان ڪيئن؟
سارِيان ساهَڙَ چامَ کي، ڏَهه ڏَهه پيرا ڏينهن،
مِيهارَ مَرَڻُ سينءَ [261]، نِيئَرُ پاتُمِ نينهن جو.

4

ڪارا ڪُنَ، ڪارِي ٿُکِي [262]، جِتِ ڪارِيهَرَ
ڪَڙَڪا [263]،
مَئِــي مَتِــي [264] مِهراڻَ [265] ۾، اَچَنِ
دُپارا [266] دَڙَڪا،
وِيندي ساهَڙَ سامُهان، جهولَ ڏِنَسِ جَهڙَڪا [267]،
ڪَرِ ڪيَنِ [268] جا کَڙَڪا، سُونهان ٿِيَئَڙَسِ سِيرَ ۾.

5

کَرِڪيَنِ خُوشِ ڪِياسِ، مَحَبَتِي ميهار جي،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، آڏِي اُٿِياسِ،
سُتي جاڳاياسِ، سانپَرَ [269] سُپيرِيُنِ جي.

6

جِيارِيَسِ سَنپارَ [270]، ڪُهه ڪَرِيندَمِ گَڏِجِي؟ [271]
ويروتارَ [272]، وَجُودَ ۾، پِرِيَنِ جي پَچارَ،

سي سَجَڻ هُونِ نه ڏارَ، جي هِينئـِـين ۾ حَلُ ٿِيا [273]،

7
ٻيلـِـي پارِ ٻُرِي، مون کي چَڙَنِ چورِيو،
مَحبتِيءَ مِيهارَ جِي، سُتي شاخَ [274] چُرِي،
مَٿي جهوڪَ [275] جُهرِي، پُونديَسِ پاريچَنِ [276] جي.
8
هُنَ پَرِ سُيِمَ هو ستي سنپارَنِ جي،
چِتُ چَڙَنِ چورِيو، جوُنڪَ [277] ٿِيَڙَمِ
جُوءِ [278]، [279]
مَحَبَتِي ميهارَ جِي، بِاللهِ [280] پيِيَمِ ٻُوءِ [281]،
وچِي رُوءِ ٻَرُوءِ، ديکِيان [282] دوستَ ميهار کي.
9
هُنَ پَرِ سُيِمِ هاڪَ [283]، سُتـِـي سَنپارَنِ [284] جِي،
مَحَبَتِي ميهارَ جي، چَڙَنِ چورِيا چاڪَ،
اُنِين جِيَ اوطاقَ، وَڃَڻُ واجِبُ مون پِيو.
10
ڪيڏانهن گهندَ گُڙَنِ [285]؟ ڪيڏانهن اُٿِي وِيئيون،
تيڏانهن ٿِيُون چَرَنِ، جيڏانهن پُٺِ ميهار جِي. [286]
11
ڪِٿي ٿِيو ميهار، ڪِٿي ٿو گُهندُ گُڙِي،

ڪِٿي دونِهين دوستَ جِي، ڪِٿي پَرِيُون پارُ،
جنهن [287] مون سَپَ چِمارَ، جَرَ ۾ جهوٽُون
ڏِنِيُون [288].

12

وَچِنِ سين ويٺِي، سُورَ وِياچِــي [289] سُهٽي،
آن ڪا ٿِي ڏِيٺِي [290]، مــِينهُن جي ميهارَ ســين؟

13

پُڄو پِنگهن [291] پاندَ، ويٺِي روءِ وَچِنِ سين،
ڪُهه ڪَرِينديَس ڪانڌَ [292]، گهڙو پَڳو گهوريو.

14

ڳِچِيءَ پايو بانهن، ويٺِي روءِ وَچِنِ سين،
لايان لالَ لِڱنِ کي، آئِين [293] جي چَرو ڪانهن [294]،
آئون اوهان جِي دانهن، سَدا پُٽان [295] سَنَرِي [296].

15

پيلِيان [297] جِتِ پَڳِيُون، آيُون اُتِ وَرِي،
ڪانهي بِي ڳَرِي [298]، مينهُنِ کي ميهارَ ري.

16

مِيهاران [299] مِرِڪَ [300]، پِيتائِين پِرِيم جي،
تنهن مُنڌَ [301] مَتوالِي ڪِي، سَنڌِيءَ ساءَ
سُرِڪَ [302]،

لَڳِيَسِ ڪامَ [303] ڪِرِڪَ [304]، لوهان [305] تِکِي
لَطِيفُ چي.
17
ميهاران مَهِي [306]، پِيتائِين پِريمَ جِي،
اُرِڪَ سُرِڪَ [307]، سَيدُ چي، لَڳِيَسِ
ڌُوتُ [308] ڌَهِي، [309]
سَگهــِي تان نه سَهِي، مِلي جان نه ميهارَ کي.

18
مَري تان مَ ميهارَ، وَڻاڻُ وِلَهو [310] مَ ٿِئــِي،
وَچِنِ جي وَچارَ جو، وِنگو ٿِئــِي مَ وارُ، [311]
ساهَڙَ مون سينگارُ، ماڙهُنِ [312] ليکــِي مِيهَٽُو.
19
مــِينهُون هِنَ مِيهارَ جُون، اَلا! سَپِ بَچَنِ،
وَچُون جي ڪِيرَنِ [313] سين، سَدا ٿِيون سُونَهنِ،
مون کي ماڻِڪِيَنِ [314]، تاڻــِي هَنيو تارِ ۾.
20
مــِينهُون هِنَ مِيهارَ جُون، اَلا! سَپِ جِيئَنِ،
ڪارِيُون، ڪَڪِيُون، ڪُنڍِيُون [315]، وارا
ڪِيو [316] وِيَنِ [317]،
جُوءِ جا جاندارَنِ جِي، ٻيلا ٻَهه ٻَهه ڪَنِ [318] ،

اَچِي ريلَ [319] رَهَنِ، مون سانپارا سُپِرِين.
21
چا هَڪَ [320] چَرِي، تارِ تَري، آيُون مَٿِــي آرَ [321]،
ڪوڙِيِــين ڪَرَ ڪَٽَندِيُون [322]، سُٽِي سَڏَ ڏَرارَ،
مِــينهُون ساڻُ ميهار، پَرَچِي پارِ لَنگهيندِيُون. [323]
22
چاهَڪَ چَري، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ٻِــيٽَ،
لُڙَ لَنگهيندِيُون ليٽَ، لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چِــي.
23
چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ڪُنَ،
ڪوڙِيِــين ڪَرَ ڪَٽَندِيُون، ساهَڙَ جي سَمُنَ [324]،
مينهون ساڻُ اَمُنَ، پَرَچِي پارِ لَنگهيندِيُون.
24
چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ڪُوهَ،
سُٽِي سَڏُ ساهَڙَ جو، راضِي ٿِيندُن رُوحَ،
مينهُون ساڻُ صُبُوحَ، پَرَچِي پارِ لَنگهيندِيُون.

وائي
مون ڪي ڪا مَ جَهلِــي، سَپَڪا پاڻُ پَلِــي[325]،
آئون وِڏَڙِي نينهن اُچَلِــي.
وِيندِي آئون پارِ پِرِيان ڏي، مون ڪي ڪامَ جَهلِــي،

آئون وِذَڙِي نينهن اُچَلــِي.
تَنُ وِڌائِين تارِ ۾، آڌِيءَ راتِ اُچَلِي،
آئون وِذَڙِي نينهن اُچَلــِي.
پَسي دونهِيُون دوستَ جُون، منهنجو جِيءُ جَلــِي،
آئون وِذَڙِي نينهن اُچَلــِي.

## داستان پنجون

1

ساندَه سَپُ دَرِياهه، پَري ڪَنڌِي پارَ جِي،
چَڪِي [326] چولِيءَ [327] ۾ گِهڙِي، جِتي جِيءَ وِڙاهه [328]،
پَسِيو ڏوهه ڏڪــِي هِنيُون، آرَ مَٿــِي اَرِواحُ،
جي ٿُوهه [329] ٿِئــِي تو ڏاهه [330]، تا وِيرَ وِهِيڙُون [331] ناهه ڪِين.

2

ساندَه سَپُ درياهه، پَري ڪَنڌِي پارَ جِي،
ڪَنبي هِنيُون ڪَمَاحَقُهَ [332]، آرَ مَٿي اَرِواحُ،
دِلاسِي دارَيَن [333] جي، سانچِيو [334] سانچِي ساهه،
جي توهه ٿِئــِي توڏانهن، ته وِيرَ وَهِيڙو ناهه ڪِين.

3

سِڪَڙَ وارِيَنِ سُٽِرو [335]، جي دَهَشَتَ سان دَرِياهه،

اوڙَڪِ [336] اُنهين [337] جو نه رَهــِي، آرَ بِنا اَرِواحُ،
وِيندي ساهَڙَ سامُهيُون، صَدَقو ڪَندِيُون ساهه،
جَنِ کي حُبَ اُنهيءَ جِي آهه، ساهَڙُ ساڻِي [338] تَنِ جو.
4
گِهڙِيا سي چَڙهِيا، ايهين [339] اَٿــيئِي،
مَئِــي مَتــِي مِهراڻَ ۾، پئو ٿيو ڏِيئي،
ته ميهار مِليئِي، سَنپُوڙو [340] سِيڻاهه [341] سين.
5
اَکِيُون مُنهن ميهار ڏي، رَکِيُون جَنِ جوڙي،
رِيءَ سَندَ [342]، سَيّدُ چِــي، تارِ گِهڙَنِ توڙي [343]،
تَنين کي بوڙي، سائِرُ سگهــي ڪِينَ ڪِين.
6
آڏِيءَ اُڏاڻا [344]، سَرَتِيُون! سُکَ ميهار جا،
لَنگهي سِيرَ سَنوان ٿِيا، ساهَڙَ سيباڻا [345]،
پِنيءَ [346] تي پاڻا [347]، پَسان مانَ پرِيَنِ جا.
7
آڏِيءَ اُڏاڻو، هينئڙو مون هَٿَنِ مان،
وَهه پَئِي [348] واهُڙَ تَري، ساهَڙَ سيباڻو،
پيچَ پِنِيءَ پاڻو، پِيءَ جو پَسي آئِيو.
8
جيڏانهن چِتَ چاهه گهڙُو، آرُ [349] پِه [350] اوڏاهِين،

وَجي وَھ واڪا ڪِيو، تِڪو تِئائِين،
ميھار مِلائِين، لَھرِن مَنجِھ، لَطِيفُ چَئي.
9
پِلِيان، پَلِيو نه رَھي، نِرتُوم [351] نينهن نِبارُ [352]،
گِھڙان، گھورِيو جِندَڙو! اُتَّلَ مون اَپارُ،
جَنِين مَنِ ميھار، ھَلَڻُ تَنِين حَقُ ٿِيو.
10
پَسُ! پَسَنا پَري ٿِيا، اوري سَندُن آرُ [353]، [354]
دَرِياھ ري سَھاڙُ [355]، ڏِسَڻُ گهڻُو ڏُھِلو [356].
11
ڪاڏي وَڃان ووءِ، جيئن وَھَڻُ [357] وَچارَنِ مَٿِيو،
ڏوڏيي پُڇئي ڏيھ جا، جَرَ سِرِ [358] اُپِي جوءِ،
شِڪَستِي [359] سَيّدُ چَئي، چِيھان ڪَرِيو [360] چوءِ،
”ساھَڙَ! سانگُ [361] سَندوءِ اَچِي
اورانھون [362] ٿِئي.“
12
سَندو ڏَم ڏَھَڪارُ [363]، ھڏھين [364] ڪونھي
ھِنَ [365] ڪي،
ھِيءَ پاڻيءَ سين پانھنجو، پُسائِي نه سِينگارُ،
ڪارَڻِ مُنڌَ ميھار، ڪارِيءَ راتِ ڪُنَ تَري. [366]
13

ڏَمُ ڏيهاڙي ڏي، سَندا ميهَرَ مِيهڻَا،
جَهليمِ ٿي جهولِيءَ ۾، پَلئـــِيءَ پاپِو سي،
مَرُجان چالِيه چَئـِـي [367] ، سَگان [368] سُپرِيَنِ جي.
14
جيهَرَ [369] لوڪُ جهَپَ [370] ڪري، ڏَرو جاڳَ نه هوءِ،
او هِيَرَ [371] اَچيو، اَدِيُون پَه پِريان جو پوءِ،
جي ڪَچو [372] چُونَمِ ڪوءِ، ته مَرَڪُ پايان مِهڻُو.
15
ته ڪَر ڪيئن سُئِي جي سِيرَ نه گِهڙي سُهڻي،
هِتِ حَياتِيءَ ڏينهَڙا، هَڏِهِين تان نه هُئِي،
چُڪيءَ تنهن چري ڪَئِي، جو ڏِنُسِ اُنِ ڏُهي،
سُهڻيءَ کي سَيّدُ چئي، وِڌو قُربَ ڪُهِي،
هونهِـين [373] هوند [374] مُئِيي، پَرَ ٻُڏيءَ جا ٻيڙا ٿِيا. [375]
16
ڪا جا ڪُنَ ڪُرِينِ، پِنَيءَ پُڙِ جُهڙِ [376] پاڻَ ۾،
اَکِيُون تنهن آبَ کي، آڏِيءَ اُڪـِيرِينِ [377]،
توڙِـي تِڪُون ڏِينِ، تَه پِه اُجَ اُنين کي نه لَهي.
17
دائِمُ جا دَرِياهَ ۾، سا مَچِي ڪِنِي ڪوهَ؟ [378]

آهــِيس اِيءُ اَندوھ [379]، پاڙِي ڪِٿي ته پِيان.

18

ڪيرَ ڪُنَ، آئون ڪيرَ؟ ڪير ڏَمَرَ سَهــِي ڏَمَ جا،
قَضا رِيءَ ڪيرَ ڏَري، مَٿي پاڙِيءَ پيرَ،
پَينَرُ پِنِيءَ ويرَ، لِڏو [380] تــِي [381] ٿِي لوڙِيان.

19

جي بُڏان ته بَنِ، اولِجان اُنَ پارَ ڏي،
ڪَنڌِيءَ اَچِيو سُپِرين، مانَ ”بَرِ بَرِ“ ڪَنِ،
مُيائِي سين تَنِ، جيڪَرَ اُٿِي نِڪَران.

20

لَهرِ مِڙوِئي

لالُ، [382] وَهَٽُ [383] ڪَنُوران [384] وِتَرو [385]،
اوبِهارا [386] عنبير جا، جَرَ مان اَچَنِ جالَ،
ڪُنَنِ گِهڙِي ڪالَ، سِڪَ پِرِيان جي سُهٽي.

21

جيڪِين ڏِٺَئِــي تارِ ۾، ڪَنڌِيءَ سو ڪَهــِيج،
جَرُ وڏو جهاجَه گهٽِي، پاندُ مَ پُسائيج،
ساهَڙُ ساڱاهــِيج، ته ثابتو لَنگهــِين سِيرَ مان.

22

ڳؤرا بَئِي پارَ، هِنيوُن حَيرَتَ ۾ پيو،
ويهان ته ويرَم ٿِئــِي، نينهن ۾ پوءِ نِهارَ، [387]

وَچان ته واڪو ٿِئِـي، پاڙي پوءِ پَچارَ،
هُتِ ٿِي وَاعدي وارَ، هِتِ سُونٿُون [388] ڏِينِمِ سَرَتِيون.
23
جا هَڙَ [389] اَندَرِ جِيءَ، ساهَڙَ [390] ڏِنِي ساه ڪي،
سا هَڙَ چُڙِي [391] نه ساه جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ
رِيءَ [392]،
ساهَڙَ ميڙِ، [393] سَمِيعَ [394] ! ته سا هَڙَ چُڙِي ساهَ
جِي.

وائي
اَڪِيُن پيرَ ڪرِي، وَچِجِـي، وو! وَچِجي.
سُپيرِيان جِي ڳَالهڙِي، ڪنهن سان ڪينَ ڪِجي،
وَچِجي، وو! وَچِجي.
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجَهڙِي ڳوٺِ نِجي،
وَچِجي، وو! وَچِجي.
مَحَبَتِي مِيهارَ جو، سُورُ نه ڪنهن سَلِجي،
وَچِجي، وو! وَچِجي.

[1]- پاڻيءَ جي وهڪ ۾

[2]- درياهه چڙهڻ وقت قاٺ جي ٽڪي وهندڙ پاڻيءَ ۾

[3]- وه توڙي واهڙ ۾ ٽڪ آهي، پر عشق جي ٽڪ ٻين سيني کان زبردست آهي

[4]- اونهو درياهه (وحدت) جو

[5]- سي اڪيلائيءَ ۾ گذارين ٿا.

[6]- دل

[7]- ڇيڙو، پرين ڪنڌي

[8]- تنگ يا سوڙهي گهيڙ مان

[9]- سينگار، ساهڙ جي صورت دل ۾ ڌاري درياهه ۾ گهڙي

[10]- سامهون، ياد

[11]- ٽڪ (منزل مقصود)

[12]- عشق جون ابتدائي منزلون آسان آهن، پر توڙ پهچڻ مشڪل آهي

[13]- مائٽيءَ جي دعويٰ ڪريو

[14]- جيڪر، هوند

[15]- منع ڪريو

[16]- ڪي

[17]- پتارن

[18]- مون ڪان ئي

[19]-

[20]- ڳڌجي

[21]- گهڙن يا دلن ڪان سواءِ

[22]- مڙس، پتار

[23]- مون ڪان

[24]- جيڪي

[25]- صبح جو سڄڻ عاشقن جا لاش درياءِ جي وچ ۾ لڙهندا ڏسبا.

[26]- محبوب

[27]- ڪن ڪي

[28]- ڪلي، خوش ٿي

[29]- گذري وڃي

[30]- ماڳ، جايون

[31]- گهٽو

[32]- درياهه جو ور

[33]- جيڪڏهن يار جي قدمن تان سر فدا ٿيو، ۽ ڇا ٿيو؟

[34]- پيچ، ڏنگ

[35]- راحت يا ميلاپ جو وقت

[36]- جيڪو پنهنجي رب اڳيان ڪنبي ٿو (۽ پنهنجي نفس کي حرص ۽ هوا کان روڪي ٿو، تہ پوءِ ضرور بهشت سندس رهڻ جي جاءِ ٿيندي).

[37]- غوطو خيال، ڳٽتي، پور ۾ پور

[38]- پوئتي

[39]- تِڪيندڙ دشمن، درياهه جي جانورن

[40]- سيسر

[41]- پيٽا، مڙيل

[42]- ۽

[43]- مڇيءَ جا قسم

[44]- تر يا اصل ماڳ ڪان پري.

[45]- ٻهاني

[83]- ساهڙ ڏانهن
ويندڙ (مٽي-طرف)
[84]- درياهه
[85]- نسورو، خالص
[86]- تمام ڳوڙهي
[87]- اها ڳالهه سراسر
هڪ اسرار آهي تہ
سائر، سهڻي ۽ ساهڙ
هڪ آهن.
[88]- ڪهڙي ليکي
[89]- نہ رڳو گناهہ کي
ترڪ ڪر، پر ثواب
پر بہ ڪو لطف
ڪونهي. محبوب جي
طلب انهن کان بي
نياز آهي.
[90]- نلهي پرهيز گاري
[91]- ٺُڪَ، پِڪ، چپن
کي چنو مڪين،
خاموش رهين.
[92]- پليتي
[93]- مٽي ميرائي
[94]- مِٽي ومٽيءَ جو
پتلو يعني انسان
[95]- چلڪيا، جهرڪيا
[96]- رڪاب وٺي
نوڪرن وانگر هلين
[97]- نفس

[63]- محبوبن جي
سڪ يا چڪ
[64]- عورت، زال
(هتي سهڻي)
[65]- هوش
[66]- هار سينگار
[67]- پرينءَ ڪنڌيءَ
ڪان
[68]- خودي
[69]- طرف، پاسي
[70]- آڌار
[71]- درياهه
[72]- پير
[73]- حاصلات، ملندو
[74]- متيءَ جو دلو،
ڪَچو، پُرٽو
[75]- اونهي درياهہ
[76]- ڪکن جو ٺهيل
ترهو
[77]- نهر، ڪسي
[78]- گهٽو
[79]- پاٽي
[80]- جندِ جهڙو، پڪو
رستو، سڪو پٽ
[81]- آگاهي، واقفيت
[82]- ناڪٽن جي ڪاڻ
ڪاڻ تي ڪيدي

[46]- جهڙو، ساڻ
[47]- خدا جو طالب نر
آهي
[48]- آڌار
[49]- سهڻيءَ هي مڙس
جي نالو (ڪميٽو
نفس)
[50]- ٻيٽي
[51]- ٻانهين
[52]- اسان جي
[53]- پوئتي
[54]- پردو، رندڪ
[55]- ميهار جي
يادگيري روح پر
رباب جي تارن وانگر
پئي تنواري
[56]- ڪان سواءِ
[57]- پرهيزگاري،
تقويٰ
[58]- کي دل سان تر
[59]- مهميز، سزا
[60]- ڏهاڙي، روزانو،
هر وقت
[61]- ڏيکاريم
[62]- خدا جي رحمت
کان نا امدي نہ ٿيو
(ق- ش 39، 6)

[132]- ڪُنَ وٺ اوياري وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڦيرايو ڦيرايو بنديءَ کي آڻيو بيٺ تي هٽي، درياهه هيبتناڪ آهي.

[133]- چوٽ

[134]- جانورن

[135]- ماپ، خبر

[136]- ڏمچر

[137]- ڏڏڪو، ڏماڏم

[138]- آواز

[139]- سوين، گهڻا

[140]- سيڻاهه وارا

[141]- تنگ، پريشان، عاجز

[142]- توڙان، اصل کان وٺي

[143]- برانگهه، ٽپو.

[144]- آسودا، دولتمند

[145]- جيڪي

[146]- ڪڪرن جي ڪري ڪارا، خطرناڪ

[147]- زمين

[148]- من مان، دل مان

[149]-سهڻي جي مڙس جو نالو

[109]- ڏمچر

[110]- گوڙ

[111]- جتائين

[112]- ۾، تي

[113]- اُتائين

[114]- چگّائيءَ

[115]- گري، پچي پري

[116]- خطرناڪ

[117]- سيسر

[118]- واگون

[119]- توڪان

[120]- تيز وهندڙ

[121]- پوري بندبي، ڪاٺي

[122]- اُتي

[123]- تارو

[124]- دهلجي، ڏجي، هوشيار

[125]- سيٽا تي ترندڙ

[126]- وجن، همت ڪن

[127]- خوبصورت زال، سهڻي

[128]- محبت وچان، پرت مان

[129]- اُنهيءَ

[130]- ستڪو، خطرو

[131]- درياهه

[98]- تيز

[99]- ساجاهه، سجاڻپ

[100]- پردو

[101]- پجڻ، نفس مارڻ

[102]- نزديڪي يا وصل

[103]- ٻن حرفن جو ملي هڪ آواز ٿيڻ. (اعراب- لاڪنائون، يعني علامتون، جهڙوڪ زير، زبر ۽ پيش)

[104]- جهڙيءَ طرح ادغام ۾ ٻه حرف پنهنجي پنهنجي هستي وڃائي هڪ ٿين ٿا، تهڙيءَ طرح، واصل باالله لاءِ، نفس مارڻ يعني انفرادي هستي مٽائڻ ضروري آهي

[105]- وات

[106]- پاڪ پائي

[107]- اجايا

[108]- متيان اسرار، مرض بيخوديءَ جي حالت ۾ ظاهر ڪيا اٿم.

[150]- گهيڙان، گهيڙ
ڪان.
[151]- ڪَئِي
[152]- ڪو سولر گهيڙ
نتي جانچي
[153]- جتان
[154]- تتان
[155]- ڪپر، ڪنڌي
[156]- ننڍڙي نهر
[157]- جتان وجي
[158]- تتان، انهيءَ هنڌ
تان
[159]- نڙ، لنگهه
[160]- وهڪرا، واهه
[161]- خراب تڙ تان
[162]- ڪي
[163]- روشني، نور
[164]- الله وٽان، تحقيق
[165]- انصاف پلئُه پيس
[166]- مڙس، سچ
[167]- خوبصورت زال،
سهٽي
[168]- ڪان وني.
[169]- اصل ڪان، ازل
ڪان
[170]- موهت ڪرائڻ،
پسند ڪرائڻ گهرين
[171]- ناز، نخرا

[172]- پل، چُڪَ
[173]- عزت
[174]- سيني ڪان
[175]- زياده
[176]- الله ۽ محمد
ﷺ جي حڪمن
پٺاندڙ هلي.
[177]- اصل، بنهه
[178]- نماڻي
[179]- تنهن ڪري
[180]- جيڪي شڪر
جي منزل ڪي پهتل
آهن، سي صبر ڪري
راز ظاهر نٿا ڪن ۽
اوطاقن ۾ ويهي
خلوت ۾ گذارين ٿا.
[181]- لئِه ٿيا
[182]- سواءِ، بنا
[183]- مدد
[184]- نابود يا فنا ٿيا.
[185]- ڏيهاڙي، روزانو
[186]- پير، زور، جنبش
[187]- موٽي
[188]- درياهه جي پائڻ
ڪري ٿيل اونهي ڪڌ
جتي پاڻي بيهي
رهندو آهي.

[189]- سمان، وقت،
ملاقات، واعدو
[190]- درياهه
[191]- ڪاهه، وڪ
[192]- ضعيفڙي،
جوڪري
[193]- ماٽس
[194]- هن جي پيءُ يا
پرين (محبوب)
[195]- مڪمل، تهه
[196]- پاري جهڙو ٿڌو
[197]- سخت هوا،
ڏوڙيو
[198]- فڪر، ڊپ، پور
[199]- وهڪرا، خيال
[200]- دل جي لاڙي
(محبت) جي تيزيءَ
ڪري.
[201]- انصاف
[202]- پوري ڪاني
[203]- حال پائي ٿين
[204]- شوق
[205]- سائو ميدان،
چراگاهه
[206]- محبوب جي
چراگاهه جي شوق
ڪري سيارو بہ
سانوڻ ٿي سمجهان

[207]- پرين
[208]- زمين نہ ڪاءُ
ڪپر نہ ڪيراءِ
[209]- انهيءَ نموني،
ائين
[210]- گذري
[211]- متاهان.
[212]- شال، من، تڪو
[213]- ننڍيا ٻيٺ
[214]- ننڍي ٻوٽي جو
قسم
[215]- ۽
[216]- وڻن جا قسم
[217]- آواز نہ ڪر
[218]- دز، متي، لالاڻ
[219]- تنهن هوندي نہ
[220]- اوپارو وهندي،
تڪو وهندي
[221]- تنهنجو خيال
ڪريان (درياهہ ۾
ترندي پوري ڪاني
ساهڙ طرفان ايندي
ڏسي، سهڻي تي ان
کي خطاب ڪري)
[222]- درياهہ، سمنڊ
[223]- جلائيندڙ،
ساڙيندڙ (عشق)،
سنڌو درياهہ جي
وهڪري جو نالو
[224]- سڙيل
[225]- واقف ڪار
[226]- پٽر (جهڙو سخت
پيچرو)، پرانگهہ،
وڪ،گهوڙي جي ڊوڙ
جو قِسم.
[227]- مدد
[228]- اَٿانگهہ
[229]- ٻيڙيءَ جو گُن
هٽي پار پهچاءِ
[230]- اي پرجهلا
[231]- ڏڪيا
[232]- اوهان ڪان
[233]- درياهہ ۾ ڪري
[234]- انهيءَ هنڌ
[235]- تڪڙي وهندڙ
ٻانڌي درياهہ ۾ تمام
اُبتيون سبتيون
گهمراٽيون پئي پائي
(جتي وهہ تکي آهي)
[236]- خوبصورت زال
(سهڻي)
[237]- سنبريل
[238]- ترهي
[239]- ڏڻ وارا، ميهار
[240]- اورينءَ پر ڪان
[241]- پرينءَ پر
[242]- آواز (چڙن جو)
[243]- ياد پوي
[244]- يادگيري
ڏياريندڙ
[245]- گهارٽو پيم
[246]- پاٽيءَ جي اُتل
[247]- تک
[248]- وچن واري
(ميهار)
[249]- ڪاهيندڀس
[250]- طرف، ڏانهن
[251]- سيسر
[252]- ڪلي ڪڏي،
خوش تي
[253]- خار ڪائين.
[254]- عضوا، لڳ
[255]- چري جي لارَ،
گهنڊ جي زبان
[256]- آسري، پناهہ
[257]- مُني، موڪلي
[258]- وچن
[259]- ويهڻ
[260]- جاڳائي، منهن
تي پوي.
[261]- تائين
[262]- رات

[263]- واسينگ نانگن جو سوسات

[264]- مست

[265]- درياھ

[266]- ٻنهي پاسن کان

[267]- چپيتون، ضربون

[268]- وڏن چڙن

[269]- يادگيري

[270]- چڙن جو آواز

[271]- مانم نا اميد هيس، پر چڙن جي آواز ڪري رڳن ۾ ساھ پيو اٿم، هاڻي آءُ ظاهري وصال ڪي چا ڪندس؟

[272]- هميشہ لاءِ تيا

[273]- رلي ملي ويا.

[274]- ستا سور

[275]- وٿاڻ، منزل

[276]- پرينءَ پر جو رهندڙ (ميهار)

[277]- ذوق، محبت

[278]- هنڌ، ماڳ

[279]- (ديدار ڪرڻ جو) دل ۾ ذوق پيدا ٿيو

[280]- الله جو قسم تہ

[281]- خبر پيم تي ڪٿي آهي، خوشبوءِ

[282]- ڏسان

[283]- آواز، سڏ

[284]- چڙن، ياد ڪندڙن

[285]- وڄن

[286]- مينهون هميشہ ڏراڙ جي پنيان وينديون آهن.

[287]- جنهن لاءِ

[288]- واجھ وڏا، ڳولا ڪئي

[289]- اوري

[290]- ڏيٺ، ملاقات

[291]- نوڙي

[292]- مڙس (ڏم)

[293]- اوهين، اوهان (مينهون)

[294]- ڪوڙو سر

[295]- رهان، ٿيان

[296]- خوش، سرهي

[297]- چرڻ جي جاءِ

[298]- گهٽي، چارو، واھ

[299]- ميهار کان

[300]- سرڪي، ڊڪ

[301]- عورت

[302]- سرڪيءَ جي سودا

[303]- عشق جو فرشتو

[304]- تير

[305]- لوھ کان

[306]- جهڻ، ڏڏ

[307]- ڳيت، ڊڪ، گهٽو پيڻ

[308]- شر، گهڻ ڪائو، پيٽون

[309]- ميهار وٽان محبت جي مهي ڳيتون ڏئي پيتائين ۽ اها مهي ڏوت تي لڳس، جو جيترو وڌيڪ پئي اوترو وڌيڪ طلب ٿيس

[310]- خالي، سڄو

[311]- ميهار کي ڪو نقصان نہ پهچي

[312]- ماڻهن

[313]- ڪلن

[314]- اکين جي تارن (مينهن جي)

[315]- وريل سڱن واريون مينهون

[316]- هڪ ٻئي جي پنيان، جيئن هر موسم ۾ ميهار وٽ ڪير هجن

[317]- ويامن

[355] - ساهڙ ميهار
[356] - ڏکيو، مشڪل
[357] - وهڻ جي جاءِ
ماڳ، وٿاڻ
[358] - تي مٿان
[359] - شڪسته دل،
نااميد
[360] - ڌانهون ڪريو
[361] - مڪان، جوءِ، جاءِ
[362] - ويجهو
[363] - ڊپ، خوف
[364] - هڏهين، بنهه،
اصل
[365] - سهڻيءَ
[366] - اشارو آهي انهي
وقت ڏانهن، جڏهين
ميهار درياهه تري
سهڻيءَ کي اچي
ملندو هو.
[367] - پلي چاليهه دفعا
مهٽا ڏي
[368] - سڱ ۽ ناتي جي
ڪري
[369] - جنهن ويل
[370] - ننڊ
[371] - تنهن ويل
[372] - گهٽ وڌ، طعنو
[373] - هونئن ئي

[336] - هميشه توڙ تائين
[337] - اُنهن
[338] - مددگار
[339] - ائين
[340] - تيار، پرسان
[341] - ترهو
[342] - ترڻ وارو
ساندارو
[343] - جيتوٽيڪ
[344] - پڙڪو ڪائي
ظاهر ٿيا.
[345] - لائق، پسند پيل،
دل گهريا
[346] - پرڀات، صبح
[347] - ماڳ، جايون
[348] - عشق جي تڪ
سبباڻ
[349] - لاڙو، عشق
[350] - ٻه
[351] - نرت ڪان، نظر،
ڌيان
[352] - خالص، نج
[353] - رخ، لاڙو
[354] - محبوب
جيتوڻيڪ ظاهر ۾
ڏور آهي ته به هن لاءِ
اڪير ويجهي (دل ۾)
آهي.

[318] - چمڪن
[319] - پاٽيءَ جي اُجل
پاٽيءَ جي اُتل ڪري
سر سبز ٿيل ميدان.
[320] - ڪانهه، چارو
[321] - وهڪري، تڪ
[322] - ڳاٽ مٿي
ڪنديون
[323] - 20 ڪان 24 تائين
بيتن ۾، قيامت ۾
حضرت محمد ﷺ
جي شفاعت ڏانهن
اشارو آهي.
[324] - واعدو، آڏار
[325] - روڪي، جهلي
[326] - پريشان، مستاني
[327] - لهر، درياهه
[328] - وٽاءَ، جوکو
[329] - مهرباني
[330] - تو وٿان
[331] - وس ۾
[332] - جيئڻ واجب
آهي، تحقيق
[333] - ٻنهي جهانن،
دنيا ۽ آخرت
[334] - جمع ڪيو، ڏڍ
ڏيو.
[335] - آسان، سولو

[374]- جيڪر
[375]- مري تہ ضرور ها
پر ٻڌڻ ڪري شهادت
جو درجو مليس.
[376]- سس پس،
صلاحون
[377]- سڪن
[378]- ڇو؟ هميشہ
درياھ جي پاڻيءَ ۾
رهندي بہ مڇي ڪڪي
ڇو ٿي ٿئي؟ (جواب
بي سٽ ۾ ڏنل آهي.)

[379]- غم
[380]- لکيو، قسمت
[381]- تنهن سبب
[382]- سيئي لهرون
لعلن سان ٽمٽار آهن
[383]- واهڙ
[384]- ڪٿوريءَ (مشڪ)
کان
[385]- بهتر زياده
[386]- هبڪار، خوشبوءِ

[387]- مون کي ميهار
وٽ مهٽي هاب ٽيٽو
پوندو
[388]- طعنا مهڻا
[389]- محبت جي ڳنڍ
[390]- دوست (ميهار)
[391]- ڳنڍ کلي (محبت
جون مشڪلاتون حل
ٿين)
[392]- ڪان سواءِ
[393]- ميهار سان ملاءِ
[394]- اي ٻڌندڙ! (خدا)

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Lateefyat/Book12/Book_page1.html